# ڀڳوان ٻڌ

(ليکڪ جي مول مرهٽي پستڪ جو انوواد)

ليکڪ:

ڌرمانند ڪوسمبي

انوادڪ:

پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻي

ايم. پي.



ساهتيه اڪادميءَ پاران پڌرو ڪيل

# فهرست

ساهتيہ اڪادمي، نئين دهلي

پهريون سنڌي ڇاپو: نومبر ١٩٥٦



جلد مٿان ڏنل چٽر ميرپور خاص سنڌ ڀرسان ڪاهوءَ جي دڙي مان کوٽيل ڀڳوان ٻڌ جي مورتيءَ جو آهي.
فوٽو: پرنس آف ويلس ميوزم، بمبئي جي مهربانيءَ سان.

قيمت ٣ روپيه

*Printed by Mansing Chuhermal at the Navrashtra press, 23 Hamam Street, Fort, Bombay-1 and published by K. R. Kripalani, Secretary, Sahitya Akademi, Theatre Communication buildings, Connaught Circus, New Delhi.*

# ڌرمانند ڪؤسمبي - ٻڌمت ۽ ودوان

هن ڪتاب جو ليکڪ شري ڌرمانند ڪؤسمبي پالي ٻولي ۽ ساهتيه جو وڏو ودوان هو. ٻڌ ڌرم جي سڀني اصولڪي ساهتيه جو گهرو اڀياس ڪري هن انتر راشٽري ناماچار حاصل ڪيو. پر سندس سڀني محنت رڳو ودوان تيڻ جي نه هئي. هو ٻڌ ڀڳوان جو انوڪو ڀڳت هو. انهيڪري جيڪي هن حاصل ڪيو، جيڪي هن ڪيو ۽ ساهتيه دواران جيڪي ڏنو، سو سڀ گهڻن جي ڀلي ۽ گهڻن جي سک ڪاڻ هو.

سندس لکيل هي ٻڌ جو جيون چرتر هر طرح مؤل ۽ اصلي پستڪ آهي. پستڪ پڙهڻ سان اسانکي ڀڳوان ٻڌ بنسبت سڀئي، ورنائتي ساکيات جاڻ پوي ٿي.

اڄ ڪالهه ڀڳوان ٻڌ بابت جيڪي ڪجهه اسانکي پڙهڻ لاءِ ملي ٿو، سو انگريزي ليکڪن جي پستڪن جو ٿورو ڪي گهڻو نچور ٿئي ٿو. سر ايڊون آرنولڊ 'Light of Asia' نالي هڪ ڪاويه رچيو ۽ تنهن ۾ ڀڳوان ٻڌ جي پراڻ ڪٿا دنيا اڳيان رکيائين. سا اهڙي سندر هئي جو سندس ٻرياو پورب ۽ پڇم ۾ پڙهيلن لي خوب ۽ گهرو پيو. انهيءَ ڪاويه لاءِ سڀي دنيا ايڊون آرنولڊ

۽ اَوليون ٽيھان ٿي اَوليون لڳن.

ڀارت ورش جا ماڻھو ٻڌ ڀڳوان کي وساري ويٺا آهن. ٻڌ جي ڪلياڻ ڪاري ڌرم بابت ودوانن ۽ پنڊتن جا ويچار به منجھيل سنجھيل آهن. سو ڏسي ڪري ڌرمانند پنھنجي ساري اڀياس جو نچوڙ لوڪن لاءِ سولي مرهاٽي ٻوليءَ ۾ ڏنو آهي. ڪتاب جو گجراتي اَنواد مهاتما گانڌيءَ جي گجرات وديا پيٺ پرڪاشت ڪيو هو.

ڌرمانند ڪوسمبي سنه ۱۸۷۶ ۾ گوئا جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. گوئا ۾ سرڪار طرفان تعليم جو ڪو به بندوبست نه هو. سو هن خانگيءَ طرح ڪجھ مرهٽي ۽ ۽ ڪجھ سنسڪرت سکي ورتي، ۽ باقي گھڻو وقت نه پنھنجي باغ ۾ ناريل جي وڻن کي پاڻي پيارڻ ۾ ڏيندو هو. انھيءَ عرصي ۾ هن "بال ٻوڌ" نالي هڪ پراڻو مرهٽي رسالو ٻڌ ڀڳوان بابت پڙهيو. سو پڙهي اينري قدر موهت ٿيو جو پيو سڀ ڇڏي ٻڌ ڌرم جو گيان حاصل ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌائين. پنھنجي جيون چرتر ۾ لکيو اٿس ته، "دل ۾ آيم ته ڪھڙا به سنڪٽ پون، تڪليفون سھڻيون پون، پر جي ٻڌ جي اپديش جو گيان پراپت ڪيم ته منھنجو جيون سڦلو ٿيندو."

ڪئين تڪليف ڪري ڌرمانند جي من ۾ گرهست آشرم جا بندن هلڪا هوا ۽ ۲۲ ورهين جي عمر ۾ گھر ڇڏي نڪتو. بمبئي ۾ پرارٿنا سماج جي دفتر

جي سدائين احسانمند رهندي. پر سندس چئن ۾ هڪ ڪويءَ جو هو. پال ڪيرس(*Paul Carus*) به اهڙوئي سندر ڪتاب انگريزي گد يه ۾ لکيو. انهن ڪانپوءِ ٻين ڪيترن ودوانن کوجنائون ڪري ٻڌ چرتر لکيا آهن. پر ڌرمانند ڪؤسمبيءَ جوئي شايد ٻڌ چرتر آهي جو هڪ پارتيه ليکڪ مؤل پاليءَ ۾ "ترپٽڪ" ۽ ٻيا بنيادي گرنٿ پڙهي، من ولوڙي، انهن جي آڌار تي ڪتاب لکيو آهي. ايڏي وڏي پراچين مال مان به اهو حصو ڳولي ڪڍيائين جو عقل قبول ڪري. پراڻن جون ڪرامتون ۽ ناممڪن ڳالهيون ڇڏي ڏنائين. جيڪي ورتائين تنهن بابت هرهنڌ مؤل پرماڻ به ڏنائين. ساڳي طرح ٻڌ ۽ جين ساهتيه منجهان تنهن سمي بابت جيڪا سماجڪ، ڌارمڪ ۽ راجنيتڪ جاڻ ملي سگهيس، تنهن جو لاڀ ورتائين ۽ ٻڌ ڀڳوان جي سمي جي حالتن تي روشني وڌائين.

ٻڌ ڀڳوان ۾ ٻيهڪ نشچو هوندي به ڌرمانند جي بي مثل سچائي ۽ نرپيتا سان جو ڪيس صحيح معلوم ٿيو سوئي لکيو اٿس، ۽ جيئن نه عام جي ڀلي لاءِ لکڻو هوس، انهيڪري نه رڳو هي پر ٻيا ڪتاب به سڌيءَ سرل بوليءَ ۾ لکيا اٿس.

پالي ڀاشا تي سندس اهڙو ضابطو هو ۽ اهڙو سولائي سان لکندو هو جيئن ڪو پنهنجيءَ ماتر ڀاشا ۾ لکي. ٻڌ گرنٿن تي جيڪي پالي ٽيڪائون لکيون اٿس تن ۾ پنهنجي ودوتا اهڙين نه ڏيکاري اٿس جو سوليون ڳالهيون آوليون

پنا سمجھن ٿا ته وڏو سچو تيرط سان ئي جوان کي سڀ ڪان
اُنمر پڪشو ڌرم جي ديڪشا ڏيڻ سندن فرض آهي. پوء
جي پٽ کي آزمودي مان معلوم ٿئي ته هو اوچو پد
موڻ لاء نه آهي ته پاڻمراد و موٽي هيٺ لهي سگهي ٿو.
پد ڌرم جو رواج آهي ته پرتگيا وٺڻ کانپوء ڪنهن کي
موٽي گرهست آشرم ۾ گهرڻ جي خواهش ٿئي ته گروء
جي آگيا سان ائين ڪري سگهي ٿو. ڌرمانند به ائين
ئي ڪيو.

پار سڻ ۾ موٽ ڪائڻ کانپوء پد ڌرم جي ڄاڻ پارتواسين
۾ ڦهلائڻ لاء ڌرمانند جيء ڪلڪتي جي يونيورسٽيء جو
عهدو ورتو. اُتي ڪجهه ڪم ڪرڻ کانپوء هو بڙودي جي
مهاراجا شري سياجي راو گائڪواڙ سان وڃي مليو. هن
سندس ڪاڏي پيٽي ۽ رهڻ جو اهڙو بندوبست ڪيو
جيئن هو اوني پنا پنهنجو ڪم ڪندو رهي. پوني ۾
اچڻ سان ڊاڪٽر پنڊارڪر جي مدد سان بمبئي يونيورسٽيء
۾ پالي پاشا جي اڀياس جو بندوبست ڪيائين.
انن ڏينهن ۾ آميريڪا جي هارورڊ يونيورسٽيء جو
ڊاڪٽر جيمس ووڊس (*Dr. James Woods*) هندستان
۾ آيل هو. سندس خواهش هئي ته ڪنهن لائق ودوان
جي مدد سان پاليء جا وسٽ مگ جهڙا پيا ڏکيا گرنٿ
هارورڊ يونيورسٽيء ۾ سمپادن ڪيا وڃن. پروفيسر
وُڊس جي آگرهه سان ڌرمانند جي آميريڪا ويو. اُتي
ڪن تڪليفن ڪري اهو ڪم چڏي، پنهنجي سؤمان

۾ رهي ڪري ڪجھ اپياس ڪيائين. ٻوني ۾ وچي اُتي
تنهن وقت وڏي وِدوان ڊاڪٽر ڀنڊارڪر سان مليو.
پوءِ گواليار ۽ بنارس وچي سنسڪرت جو گهرو اڀياس
ڪيائين. آخر، اڳئين سنڪلپ موجب، ٻڌ ڌرم جي
پوري ڄاڻ لاءِ هو پهرين نيپال ويو، ڇو جو اها ٻڌ ڀڳوان
جي جنم ڀومي آهي. اُتان پوءِ ٻڌ گيا ويو. ٻڌ گيا ۾ خبر
پيس ته ٻڌ شاسترن يعني ٽِرپٽڪن ۽ ٻين پستڪن جو
اڀياس ته لنڪا ۾ ئي ٿي سگهندو.

نوجوان ڌرمانند ٻنا ڪنهن مدد جي، ٽڪليفون
سهندي لنڪا وچي پهتو. اُتي ٻڌ ڌرم جي ديڪشا
وٺي مهاستور سمنگلاچاريه وٽ رهي پالي گرنٿن جو
گهرو اڀياس ڪيائين. تنهن کانپوءِ برما (برهم ديس) وچي
اُتي ڌيان مارگ جو اڀياس ڪري ڀارت ڏي موٽيو.
ڌرم جگياسا کاڻ جا هن ديس ديسانتر ۾ هيڏي ساري
جاترا ڪئي تنهن جو ورنن به عجيب ڪٿا آهي.

سناتن ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم ۾ هڪ وڏو فرق هي آهي
ته سناتن ڌرم ۾ برهمچريه، گرهست، وانپرست ۽ سنياس
جو سلسلو هڪ ٻئي پٺيان رکيو ويو آهي. هڪ آشرم مان
هڪ قدم اڳتي ٻئي آشرم ۾ وڃي ٿو. پٺتي موٽڻ جي
موڪل نه آهي. اهوئي سبب آهي جو گرو ڪنهن کي
سنياس جي ديڪشا، وس پڄندي، سولائي سان نه
ڏيندو آهي.

ٻڌ ڌرم جي نقطہ نظر ٻي آهي، انهيءَ ڌرم ۾ ماتا

جڏهن روس کان موٽيو تڏهن ڀارت ۾ آزاديءَ جي
لڙائي چڙي رهي هئي. ڌرمانندجيءَ تنهن ۾ پورو ڀاڱو
ورتو. نمڪ ستياگره ۾ پارٽ شريڪ ٿي ٻين ڪي ٻه ڀيرا
ڪيائين ۽ جيل جو ٻه سواد ورتائين. پوءِ وري چوٿون
ڀيرو آمريڪا ويو. آمريڪا کان موٽندي هن بنارس
۾ "هندي سنسڪرتي آٿي اهنسا" نالي ڪتاب لکيو.
ڌرم تي ويچار ڪرڻ ۽ ڳالهيون ڪرڻ کانپوءِ ڀارت جي
اتهاس ۽ سڀيتا بنسبت جن راين تي پهتو تن جو سار
انهيءَ پستڪ ۾ ٻي ٻ پائيءَ ۽ چٽائيءَ سان ڏنائين. سندس
رايا ۽ ويچار بحث مباحثي جو سبب بڻيا، سو سڀاويڪ هو.

تنهن کانپوءِ بمبئي وڃي مزدورن وچ ۾ هڪ آشرم
کولي ويٺو. سندس اهو "ڀوڄن" لاءِ وهار هن وقت
ڪئين پرديسي پڻ ڌرم جي ساڌن لاءِ هڪ اجهو آهي.

بمبئي جو ڪم ڇڏي ڌرمانندجي سارناٿ (بنارس
ڀرسان) ۾ وڃي رهيو ۽ اُتي جڳديش ڪاشيپ ۽ ٻين
اهڙن چوُنڊ پاليِ ودوانن کي مدد ڏيندو رهيو.

جيئن ڌرم جي ٽيويهين ٽيرٿنڪر پارسناٿ جي
"چاتر يام ڌرم" جو سندس من تي گهرو اثر پيو هو.
تنهن ۾ هو آڌياتمڪ سماج واد ڏسي سگهيو. پارسناٿ جي
چاترِيام ڌرم تي انهي نقط نظر کان هن هڪ ننڍو ڪتاب به
لکيو، جو سندس ديهانت کان پوءِ ڌرمانند سمارڪ
ٽرسٽ پرڪاشت ڪيو.

پارسناٿ جي ڌرم اُپديش جو سندس من تي اهڙو

خاطر پنهنجي ديس موٽي آيو. ڀارت ۾ اچي فرگوسن
ڪاليج ۾ پالي ڀاڙهڻ جو ڪم شروع ڪيائين ۽ عمدن
وديارٿين کي پالي ساهتيہ ۾ هوشيار ڪيائين. ڇهن سالن
کانپوءِ وري آمريڪا ويو ۽ وڃي "وسڌ مگ" جو
ڪم پورو ڪيائين.

ڀارت ۾ ڪلڪتي، ٻڙودي، احمدآباد، پونا، بنارس
وغيره ۾ رهي ڪري ڪئين شاگردن کي تيار ڪيائين،
جي اڄ پالي ساهتيہ ۾ ماهر ليکيا وڃن ٿا. مهاتما گانڌي
جي گجرات وديا پيٺ جي سنڌ تي هن وڃي ڪيترا
گرنٿ لکيا ۽ پنڊت سکلال جي، مني جن وجيہ جي،
شري بيچرداس جي ۽ رسڪلال پريک جهڙن جين ودوانن
سان ملي ڪري، جين ۽ ٻڌ ساهتيہ جو وڌائتو اڀياس
ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. سنہ ١٩٢٩ ۾ پالي جي روسي
پنڊت پروفيسر شير بيٽسڪي جي ليند تي هو روس
مان بہ چڪر ڏيئي آيو.

جڏهن ڌرمانند جي آمريڪا ۾ هو تڏهن پنجاب
جي انقلابي نيتا لالا هرديال سان سندس ڪافي واقفيت
ٿي ۽ سندس ويچار سماج واد ڏي ويا. روس ۾ سماج واد
جو تجربو اکئين ڏسي سکهيو ۽ پنهنجي تميز سان سماج واد
جا گڻ اوگڻ ترپاسيائين.

جنهن ٻڌ جو बहुजन हिताय बहुजन सुखाय ارٿات گهڻن جو ڀلو
گهڻن جو سک مکيہ منتر هو، تنهن ڀڳوان جي ڀڳت لاءِ
سوراج هل چل کان پري رهڻ ناممڪن هو. سنہ ١٩٣٠ ۾

قدر نٿا ڪريون. ڪوئسمبي اهڙن گونگن کم ڪندڙ
مان هڪ هو."

ڌرمانند جي يادگيري لاءِ گانڌيجيءَ هڪ يوجنا
بنائڻ لاءِ آگيا ڪئي ۽ ٻڌ ڌرم ۽ ساهتيه جو شرڌا سان
اڀياس ڪرڻ لاءِ ڪن وديارٿين کي لنڪا ۾ موڪلڻ جو
بندوبست ڪيائين. ڌرمانند جي سيني پستڪن جو
پرڪاش نيڪ ٿئي تنهن جو به بندوبست ڪيائين.

سناتن ڌرم هجي، جين ڌرم هجي يا ٻڌ ڌرم هجي،
ڪوبه ڌرم ڌرمانندکي ڪو وڌيڪ پسند نه هو. دوستن جو
چوڻ آهي ته جنم کان براهمڻ ڌرم ۾ پلجڻ ڪري تنهن ڌرم
جي رسمن رواجن ڏانهن ۽ براهمڻن جي سماجڪ ويچارن
ڏانهن سندس من ۾ ڪجهه نرشي پيدا ٿي هئي. سو ڪيئن
به هجي پر هن پنهنجن پستڪن دوارا، اُپديشن دوارا
۽ خاص ڪري پنهنجن ششن جي ٽوليءَ دوارا ٻڌ ڀڳوان
جي جيون، شخصيت ۽ اُپديش بابت سچيون حقيقتون
ڦهلائڻ لاءِ وڏو سارو ڪوششون ڪيون. ٻڌ ڀڳوان جو
اُپديش اڄڪلهه جي سماج واد دوارا ڪيئن ڪامياب
ڪري سگهجي، سو ٻڌايائين.

مهاتما گانڌي بابت بيحد آدر هوندي، شرڌا هوندي،
جڏهن ڪڏهن سندس ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه ايندي
هيس ته ٽيڪا ڪرڻ ۾ ٻنهه نه گسندو هو.

ڌرمانند هن پڪي ويچار تي پهتو هو ته پارسنات
چاتريام ڌرم منجهان ئي ٻڌ ۽ جين ڌرم نڪتا هوا.

گهروائر پيو، جو مچڻ لڳو ته، "هي سرير ڪيڻ تي نيت
ڪري پوي تيسين منش موت لاءِ ترسي وهي، سو
منش کي سوپيا نٿو ڏئي. جيسين هي سرير ڪم ڏئي
تيسين ڪيس سنڀالڻ گهرجي. پر جڏهن سرير ڪان ڪا
خاص خدمت نه پڄي تڏهن منش کي گهرجي ته ڪاڏو
پيٽو بند ڪري هن سرير جي چولي کي ڦٽو ڪري
راهي ٿئي."

پارسنات جي اِها جيون درشٽي ڏرمانند کي ايتري
قدر پسند هئي جو سرير وڃي وڃي تياڳ ڪرڻ
لاءِ هو تيار ٿيو. جڏهن گانڌيءَ جيءَ کي پتو پيو تڏهن
ڏرمانند کي ائين ڪرڻ کان منع ڪيائين. ڏرمانند اِها
مهاتما جي آگيا مڃي اُپواس ڇڏي ڏنو. پر جيئڻ جي
اِڇا هن اهڙي طرح من مان هٽائي ڇڏي هئي جو وري
اهڙي اِڇا پاڻ ۾ پيدا نه ڪري سگهيو. ٿورا ڏينهن
بنارس ۾ رهيو، پوءِ بمبئي ۾ آخر شيوا گرام ۾ رهڻ پسند
ڪيائين. اُتي ٥- جون ١٩٤٤ع سنه سندس ديهه ڪيڻ تي
هلي وئي.

سندس ديهه تياڳڻ جو سماچار ٻڌندي مهاتما گانڌي
دهلي جي پرارٿنا سڀا ۾ چيو ته، "اسين ماڻهو اهڙا تي
ويا آهيون جو جيڪي ڪجهه ڪريون ٿا تنهن لاءِ ڍنڍورو
ڏيون ٿا ۽ راجنيتي ۾ جو شينهن ڇلانگ ماري ٿو تنهن
کي ڪٽي آسمان تي چاڙهيون ٿا، پر گونگن شيوڪن جو

ڪتاب شانتي ديو آچاريه لکيو هو، تنهن ۾ سشيل جي سگهنڌ ايتري قدر پر پورهئي، جو ڏرمانند متس موهت هو.

سندس نرپيتا جو هڪ مثال ياد ڪرڻ جهڙو آهي. هڪ ڀيري ٻڙودي ۾ سمراج اشوڪ جي سنبنڌ ۾ ڏرمانند ڀاشڻ ڪرڻ وارو هو پر سڀا جو سڀاپتي ٻڙودي جو مهاراج پاڻ سڀا جي راو هو. ڀاشڻ ڏيڻ کان اڳ ڏرمانند کي خبر پيئي ته راج جي ڪنهن پاسي کان طلب ٿي هئي ته مهاراج تنهن پاسي شراب جا دڪان بند ڪرائي. تنهن طلب جي جواب ۾ مهاراجا چيو ته انهن دڪانن مان جو محصول سرڪار کي حاصل ٿئي ٿو سو ٻي طرح حاصل ٿي سگهندو ته دڪان بند ڪيا ويندا.

ڏرمانند جي پنهنجي ڀاشڻ ۾ چئي ڏنو ته، ”راجا اشوڪ پنهنجي راج ۾ شراب نوشي بند ڪري ڇڏي هئي. هن ائين نه چيو ته شراب نوشي مان جا پيدائش ٿئي ٿي سا ٻي طرح ملندي ته پوءِ آءٌ شراب بند ڪندس.“ مهاراج ڀاشڻ جي آخر ۾ فقط ايترو چئي هليو ويو ته ”ڏرمانند ته اڄ اسانکي چڱو سبق سيکاريو آهي.“

سڀئي سمجهي ويٺا ته اڄ مهاراجا جو مزاج بگڙي ويو هوندو ۽ جا سهايتا ڏرمانند کي ڏيندو اچي ٿو سا بند ٿي ويندي. پر نتيجو وچان ئي ٻيو نڪتو. ٻئي ڏينهن فرمان نڪتو ته متيان شراب جا دڪان بند ڪيا وڃن.

سندس اهو به وچار هو ته پڻ ۽ جن وچار مالها جي
بنياد ۾ جانتو گيان جي جيون درشٽي آهي سا سويڪار
ڪرڻ سان ئي سماج واد ۽ سامي واد ڪامياب ٿي سگهن
ٿا ۽ منش جاتيءَ جي ڪلياڻ ڪرڻ جي سادنا اڄ جي
منش جاتي جي هٿ ۾ اچي سگهندي. اهو ئي سبب
هو جو مهاتماجيءَ جي وچارن جو ڌرمانند جي دل تي
ڏاڍو اثر ٿيو ۽ اهڙي شرڌا اُتپن ٿي هيس ته پنهنجو
جيون گانڌيءَ جي ڪارج ۾ ارپڻ ڪرڻ سان ئي جيون
سڦل ٿيندو.

سندس جنم گوئا ۾ ٿيو هو، انهي ڪري پوئين ڏينهن
۾ چوندو هو ته "جي منهنجو سر اڄ ٺيڪ هجي ته گوئا
جي آزادي جي لڙائي ۾ ضرور ڪونه ڪو حصو وٺان."
سر بر ڪيڻ ٿيندي به جڏهن هن مهاتما کي نوئاکاليءَ
(بنگال) ۾ ڪم ڪندو ڏٺو تڏهن ڏاڍي ڏک ۾ چيائين
ته "آءٌ به جيڪر هن طرح گوئا ۾ وڃي ڪري پنهنجي
جنم ڀومي آزاد ڪرڻ جي لڙائيءَ ۾ پران تياڳ ڪريان."

ڌرمانند جي پڻ ڀڳتيءَ جو سڄو ٿلهو سندس پنڊتائي
۾ نه هو، پر سندس سشيل ۽ سني چرتر ۾ هو. هو سڀني
پرڪارن جي ڪٺن ۽ اُتين حالتن ۾ رهيو ۽ گهميو، پر
پوءِ به خالص ۽ نشپاپ ۽ نرمل رهيو. سڀرتر لاءِ من ۾
اپترو پريم هوس جو شانتي ديو آچاريه جو (बोधिचर्चावतार)
'بوڌ چرچا اوتار' سندر پستڪ هن مرهٽي ۽ گجراتيءَ ۾
انواد ڪيو. پنهنجي من کي ٺاڻيڪو ڪرڻ لاءِ جو

(نندي و پاٺ) ۾ تيار ڪيائين. مهايان پنٿ جي سنتن ۾
شانتي ديو آچاريه جو اونچو استان آهي. سنڌس گرنٿن
۾ ”بوڌ چرياوتار“ (बोधिचर्यावतार) سڀني کان سريشٽ سمجهو
وڃي ٿو. انهي گرنٿ جو ٻه ڌرمانند جي انواد ڪري
ورتو.

ٻڌ ڌرم جون ساڌنائون سمجهائڻ لاءِ ”وسڌ مگ“
نهايت اعليٰ درجي جو گرنٿ ليکيو وڃي ٿو. انهي گرنٿ
بابت ڪوجنا ڪرڻ لاءِ ڌرمانند جيءَ کي آميريڪا ۾ چار
ڀيرا سڏايو ويو. انهي گرنٿ تي هن پالي ڀاشا ۾ ”ديپڪا“
ٽيڪا لکي آهي ۽ ڪتاب جو ٺاٺورج مرهالي ۽ گجراتيءَ
۾ ”سماڌي مارگ“ نالي ڪتاب ۾ ڏنو آهي.

ٻڌ ڌرم جي ساهتيه ۾ ”جاتڪ“ ڪٿائون نهايت وڻندڙ
ٿينديون آهن. انهن جاتڪن ۾ ٻڌ جي اڳين جنمن جون
ڳالهيون اچن ٿيون. انهن جو سنگرهه ڪري گجراتيءَ ۾
انواد ڪڍهن کان وٺي تي چڪو آهي.

ٻڌ جي گهر تياڳڻ بابت جيڪا ڪوتا روپي کهاڻي
ماڻهن ۾ چالو آهي، ته بيماري، ٻڍاپي ۽ موت جي
درسن ڪري نمرس وڃون راجمتر سڏارٿ لکي ڇپي
گهر ڇڏي ٻڇي نڪتو، سا کهاڻي ته ڪاپنا ڪيل آهي.
ٻڌ پيگوان گهر ڇو ڇڏيو، تنهن بابت سنڌس سوکيم وچار
۽ پوريون ثابتيون ماڻهن اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ ڌرمانندجيءَ
هڪ نندڙو ناٽڪ به لکيو، جو ”بوڌ يستو ناٽڪ“ نالي
مرهالي ۾ پرڪاشت آهي. ”اَيڌم“ گرنٽ تي به هن

# ڪوسمبي جيءَ جو ساهتيه

ٻڌ ڌرم وارا ٻنهي دڪشا جي شروعات ۾ ٽن سوتن جو پرچار زور سان ڪندا آهن. سا اوت ولي ڌرمانند سڀ کان اڳ ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه انهن ٽنهي بابت ڪي وياکيائون ڏنيون ۽ انهن بابت هڪڙو ننڍڙو ڪتاب ٻڌ رو ڪيائين. تنهن کان پوءِ پالي پرمپرا موجب ٻڌ ڀڳوان جي اڳين جنمن جون ڪي ڪٿائون، گوتم ٻڌ جي وستار سان جيوني، ۽ سندس ڌرم اپديش جو تاتپرج، ليکي هڪ هنڌ گڏي "ٻڌ ليلا سار سنگرهه" نالي نهايت وڻندڙ ۽ سٺي سمجهاڻيءَ وارو ڪتاب لکيائين. اهو ڪتاب گهر گهر ۾ پهچي وڃڻ ڪري ماڻهن کي ٻڌ ڌرم بابت اتساهه سان ڪافي ڄاڻ ملي.

ٻنهجن هزارها ڀڪشن جي سنگتن لاءِ ۽ سندن جيون کي سادگي سان پورو بنائڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان جيڪي نيم ناهيا هوا، سي "ونيه پٽڪ" ۾ اچن ٿا. تن نيمن جو تاتپرج مون ڌرمانند کان طلبيو. تنهن طلب پوري ڪرڻ لاءِ هن "ٻوڌ سنگها چا پرچيه" نالي ڪتاب تيار ڪري ورتو.

پالي ساهتيه ۾ ٻڌ ڀڳوان جو اپديش "ڌمپد" ۽ "سُت نپات" انهن ٻن گرنٿن ۾ سندر نموني ڏنل آهي. انهي ڪري انهن ٻنهي جو ترجمو ڌرمانند ڪيو ۽ نت پاٺ ڪرڻ لاءِ مرهاٽي ترجمي ساڻ هڪ پالي "لگهه پاٺ"

# ٻؤمڪا

پالي ڇپيل وچن (वाङ्मय)* ٽرپٽڪ (ٽي ٽوڪريون) ٽالي شاسترن جو مشهور سنگره آهي، ٽنهن جا ٽي حصه آهن - سُت پٽڪ، ونيه پٽڪ ۽ اڀڌم پٽڪ. ست پٽڪ ۾ گهڻي ڀاڱي ٻڌ ۽ سندس مکيه ششين جي اپديش جو سنگره آهي. ونيه پٽڪ ۾ ڀڪشن جي رهڻيءَ بابت جيڪي نيم ٻڌ بنايا، جو بنايا، وقت به وقت ڦيريا ۽ سندن سمجهاڻيون ڏنل آهن. اڀڌم پٽڪ ۾ ست اڌيايَ آهن. انهن ۾ ٻڌ جي اپديشن ۾ جيڪي وچار آيا تن جي صحيح ڇنڊ ڇاڻ ڪيل آهي.

سُت پٽڪ جا پنج وڏا ڀاڱا آهن - ديگهه نڪايه، مَجهم نڪايه، سَنيُت نڪايه، انگوتر نڪايه، ۽ کُدڪ نڪايه. ديگهه نڪايه ۾ ڊگهن سُتن جو سنگره ڪيل آهي. ديگهه معنيٰ ڊگهو، وڏو ست. انهيءَ ڪري انهيءَ نڪايه کي ديگهه نڪايه سڏيو ويو آهي.

مجهم نڪايه ۾ وچولي درجي جا ست سنگره ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري مجهم (مڌيم) نڪايه ڪري سڏيو

*واڱميه آرٿات وچن واري ڪنٺ ڪيل وچن جي ٻوءِ اکيا ويا - پالي ساهتيه

”نوَنيت“ ليکا لکي آهي ۽ تنهن بابت گجراتيءَ ۾ لکايو اٿس.

گجرات ود ياپيٺ ۾ رهي ڪري جنهن نموني هن اپياس ڪيو تنهن نموني جين ڌرم ۽ ساهتيه جو به اپياس ڪيائين. اميريڪا ۾ رهي ڪري لالا هرديال جي صحبت ۾ هن سماج واد جو به اپياس ڪري ورتو هو. انهي سڄي اپياس جو ڦل ميرو سندس ٻن پستڪن مان ملي ٿو. (١) هندي سنسڪرتي آڻي اهنسا (٢) پارسناٿ ڪا چاتر يام ڌرم.

چرتر ناهڙ بابت هن ”نويدن“ ۽ ”ڪُلاسا“ ٻه پيا ڪتاب لکيا. ”نويدن“ مرهاٽي ۽ گجراتي ٻولين ۾ پرڪاشت آهي. ”ڪُلاسا“ اڃا نه ڇپيو آهي.

## ڪاڪا صاحب ڪاليلڪر

وڀنگ (विभंग)، ڌاتوڪٿا (धातुकथा)، پُگل پنڃتي (पुग्गलपञ्ञत्ति)،
ڪٿاوٿُو (कथावत्थु)، يمڪ (यमक) ۽ پٽان (पट्ठान).

ٻڌ گهوش (बुद्धघोष) ٽيڪا ڪار جي سمڪال ۾ يعني عيسوي چوٿين صديءَ ڌاري هن سڀني گرنٿن جي ٻولين ۽ حصن کي 'پالي' (पालि) ڪري سڏيندا هوا. ٻڌگهوش جي لکيل ڪتابن ۾ ترپٽڪ جي وچنن بابت هي شبد ڪم آندا ويا آهن: (अयमेत्थ पालि) يعني اِهي همت پالي آهن؛ يا هي ڪم شبد آيل آهن- (पालियं वुत्तं) يعني پاليءَ ۾ چيل آهي. جنهن طرح پاڻني* (पाणिनि) 'ڇندسي' (छन्दसि) شبد سان ويدن ڏي ۽ 'ڀاشا يام' (भाषायाम्) شبد سان پنهنجي سمي جي سنسڪرت ڀاشا ڏي اشارو ڪندو هو، ساڳيءَ طرح ٻڌگهوش پاليم (पालियं) شبد سان 'ترپٽڪ' ڏي ۽ 'اَٽڪٿايم' (अट्ठकथायं) شبد سان تنهن وقت سنهالي (سيلوني) ڀاشا ۾ پراچين انڪٿائن ڏي اشارو ڪري ٿو.

اَٽڪٿا (अट्ठकथा) جي معنيٰ ارٿ سارڻ ڪٿا. سنهل ڊيپ (سيلون) ۾ اهو نمونو جاري هو جو ڀهرئين "ترپٽڪ" جي وچنن جو ارٿ ۽ ڀوءِ جني ضرورت سمجهبي هئي اُتي ڪا ڪٿا به ڏني ويندي هئي. وقت گذرندي اهي اَٽڪٿائون لکيون ويون. پر ڪيترائون وري وري چونڊ ڪري ڦري ويون ۽ انهيءَ ڪري سنهل ڊيپ کان ٻاهر

*وياڪرڻ جو پرسڌ رچيندڙ، جو عيسيٰ کان اڳ ستين صديءَ ۾ رهندو هو.

ويو آهي. سَنيتُ نِڪايہ جي پهرئين ڀاڱي ۾ گاٿائن (پڌن)
سان مليل ست ڏنل آهن ۽ ٻوٻن ڀاڱن ۾ جدا جدا مضمونن
سان واسطو رکندڙ ست ڏنل آهن. انهيءَ ڪري سنيت
نڪايہ اَرٿاعہ گڏيل سڏيل ست سڏبو ويو آهي. انگوتر
جو اَرٿ آهي اهو ڀاڱو جنهن ۾ هڪ هڪ اَنگ جو وڪاس
ڪيو ويو آهي ۽ هڪ اَنگي مضمون کان وٺندي يارهان
اَنگا مضمون آهن ۽ اهڙا مڙيوئي يارهان حصہ آهن.
ايڪڪ (پهرئين) ۾ هڪ ئي ڳالهہ تي ٻڌ ڇيو سي ست
ڏنل آهن: دُڪ ۽ تڪ حصي ۾ ٻن ۽ ٽن ڳالهين تي جيڪي
ٻڌ ڇيو سي ست ڏنل آهن. کُدڪ نڪايہ جو اَرٿ آهي
ڇوٽن ننڍن فصلن جو سنگرهہ. منجهس هيٺيان پندرهان
فصل اچن ٿا.

کدڪ پاٺ (खुदक पाठ)، ڌمپد (धम्मपद)، اُدان (उदान)،
اِتيوتڪ (इतिवुत्तक)، ست نپات (सुत्तनिपात)، وِمان وَٿو (विमानवत्थु)
پيت وَٿو (पेत वत्थु)، ٿير گاٿا (थेर गाथा)، ٿيري گاٿا (थेरी गाथा)،
جاتڪ (जातक)، نديس (निद्देस)، پٽسنڀدا مگ (पटिसंभिदा मग्ग )
اَپدان (अपादान)، ٻڌ وَنس (बुद्धवंस) ۽ چريا پٽڪ (चरिया पिटक).
هي سب ست پٽڪ ۾ سمايل آهن.

ونيہ پٽڪ جا پنج ڀاڱا آهن- پاراجڪا (पाराजिका)،
پاچتيادي (पाचितियादि)، مهاوَگ (महावग्ग)، چُل وَگ (चुल्लवग्ग)،
۽ پروار پاٺ (परिवारपाठ).

ٽئين ٽوڪريءَ جو نالو آهي اَڀڌم (अभिधम्म) پٽڪ.
انهيءَ پٽڪ ۾ ست فصل آهن- ڌم سنگڻي (धम्म संगणि)،

(*Rules of discipline*) جو سنگرهه ڪيو ويو ۽ پوءِ آنند*
کان سوال پڇي ڪري "ست پٽڪ" ۽ "اڀڌم پٽڪ"
جو سنگرهه ڪيو ويو. ڪن ماڻهن موجب ڪٿ نڪايه جو
ڀاڱو اڀڌم پٽڪ ۾ سمايو ويو هو، پر ان جو چوڻ آهي
ته اهو ست پٽڪ ۾ ئي سمائڻ گهرجي.

مٿي جيڪي مختصر طور چيو اٿر سو سمنگل ولاسني
(सुमंगलाविलासिनी) گرنٿ جي ندان ڪٿا ۾ ڏنل آهي. اها
ساڳي ڳالهه سمنتپاسادڪا (समंतपासादिका) نالي ونيه انڪٿا
جي ندان ڪٿا گرنٿ ۾ به ڏنل آهي. پر هن ڳالهه جو
خود ترپٽڪ گرنٿن ۾ ڪٿي به آڌار نٿو ملي. ٻڌ ڀڳوان
جي پرنرواڻ کان ٿورو پوءِ راجگرهه ۾ ڀڪشوسنگهه جي
ڀرين پرشد گڏ ٿي هوندي، پر ائين نٿو لڳي ته انهي
پرشد ۾ هاڻوڪن پٽڪن جا ڀاڱا يا نالا فيصل ڪيا ويا
هوندا. راجا اشوڪ جي زماني تائين ٻڌ جي اپديش جا
ٻه ڀاڱا "ڌرم" ۽ "ونيه" نالي پرسڌ هوا. تن مان
"ڌرم" جا نوَ انگ سمجهيا ويندا هوا. هن ريت هوا:-
ست (सुत्त)، گييه (गेय)، ويياڪرڻ (वेय्याकरण) گاٿا (गाथा)،
اُدان (उदान)، اِتيوُتڪ (इतिवुत्तक)، جاتڪ (जातक)، اڀوُت ڌرم
(अब्भुतधम्म) ۽ ويدل (वेदल्ल). هنن انگن جو ورنن مجهمنڪايه
جي الگدوُپم (अलगद्दूपम) ست ۾ ۽ انگوتر نڪايه ۾ ستن
هنڌ ڪيل آهي.

'ست' شبد پالي شبد آهي. ممڪن آهي ته سنسڪرت

* ٻڌ جو پيارو شش.

ماڻهن لاءِ خاص ڪارائتيون ثابت نہ ٿيون. تنهنڪري بڌ گهوش آچاريہ منجهائن مکيہ انڪتائن جو مختصر انواد ترپٽڪن جي ڀاشا ۾ ڪيو. اهو انواد اهڙو سندر هو جو انهي جو مان بہ ترپٽڪ گرنٿن جهڙو ٿي ويو. انهيڪري انهن انڪتائن کي بہ "پالي" (पालि वियतमग्गहु) چوڻ ۾ آيو. سچ پڇ تہ "پالي" شبد ڪنهن ڀاشا جو نالو ڪونهي. انهيءَ ڀاشا جو مول نالو تہ "ماگڌي" آهي. پر انهيءَ ريت هن ڀاشا کي اهو نئون نالو ملي ويو.

بڌ گهوش آچاريہ جو چوڻ آهي تہ "ترپٽڪ" جا متي ڏنل ڀاڱا، راجگرهہ جي ڀهرئين پريشد مقرر ڪيا. ڀڳوان بڌ جي پرنرواڻ (ديهانت) کانپوءِ ڀڪشو شوڪ ۾ بلڪل وياڪل ٿي ويا، تڏهن سُڀدر (सुभद्र) نالي هڪ ڀڪشوءَ چيو تہ "چڱو ٿيو جو اسانجي نيتا جو پرنرواڻ ٿيو. هو تہ چوندو رهندو هو تہ هي ڪريو ۽ هو نہ ڪريو ۽ ائين اسانکي بندن ۾ ٻڌل رکندو هو. هاڻي تہ جنهنکي جيئن وڻي تيئن ڪري." سو ٻڌي ڪري مها ڪاشيپ* ويچار ڪيو تہ جي ڌرم ونيہ جو سنگرهہ نہ ڪيو ويندو تہ سڀدر جهڙن ڀڪشن کي آچار ويچار جي ڇوٽ ڇڙواڳ ملي ويندي. سو هڪدم ڀڪشوسنگهہ جي پريشد سڏائي ڌرم ۽ ونيہ جو سنگرهہ ڪرڻ گهرجي. سو انهي ئي چوماسي اندر مهاڪاشيپ پنج سؤ ڀڪشن کي راجگرهہ ۾ سڏايو. انهي پريشد ۾ ڀهرئين اپاليءَ§ کان پڇي ڪري "ونيہ"

---

* بڌ جو وڌوان شش

§ بڌ جو جهوني ۾ جهونو شش.

اَرٿ لوڙي ۾ يا وستار سان ڏيڻ سوئي وياڪرڻ آهي.*

ٻڌگهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته ”گاٿا“ پاڳي ۾ ”ڏمپد“، تيرو گاٿا ۽ تيري گاٿا، اهي ٽيئي گرنٿ سمايل آهن. پر ائين لڳي ٿو ته تيرو ۽ تيري گاٿائن جو سنگرهه ٻڌ جي پرنرواڻ کان ٽي يا چار صديون پوءِ ٿيو هو ۽ ”ڏمپد“ ته بلڪل ننڍو گرنٿ آهي. انهيءَ ڪري ائين چوڻ ڏکيو آهي ته گاٿا پاڳي ۾ فقط اهو هڪ گرنٿ هو يا ٻيون ڪي گاٿائون به اچي ويون ٿي.

مٿي ڏنل ”ڪُدڪ نڪايه“ جي يادداشت ۾ ”اُدان“ يه آيل آهي. ٻڌگهوش آچاريه جو چوڻ آهي ته اُنهن ۾ اهڙي پرڪار جي ستٽ پٽڪن يا ٻين هنڌ ڏنل وچنن کي اُدان ڪري سڏيندا هوا.

پر اهو چوڻ ناممڪن آهي ته منجهائن ڪيترا اُدان اشوڪ جي سمي ۾ هوا. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته پوءِ منجهن ٻيا به گڏيا ويا.

اِتي وُتڪ (इतिवुतक) فصل ۾ ١١٢ اِتي وُتڪن جو سنگرهه آهي. منجهائن ڪي اشوڪ جي سمي ۾ يا ڪانٿس پوءِ هڪ اَڌ صديءَ ۾ هوا. پوءِ ته انهن جو تعداد به وڌندو ويو.

جاتڪ نالي ڪٿائون پرسڌ آهن. انهن مان ڪن ڪٿائن جون صورتون سانچي ۽ ڀرهوت جي استوپن جي آس پاس کوٽي ڪڍيون ويون آهن. انهيءَ مان اَنومان

* سنسڪرت جي وياڪرڻ سان هن شبد جو ڪو به واسطو ڪونهي.

جي سُوڪت (सूक्त) يا سوٽر (सूत्र) شبد مان نڪتو آهي.
ڪيترن جو چوڻ آهي ته جيئن ويدن ۾ 'سُوڪت' آهن
ساڳيءَ طرح هي پاليءَ جا 'سوڪت' آهن. پر مهايان پنٿ
جي گرنٿن ۾ اُنهن کي 'سوٽر' چيو ويو آهي، ۽ اهوئي
اَرٿ ٺيڪ هوندو. اڄڪلهه 'سوٽر' شبد جو اهوئي اَرٿ
ڪيو وڃي ٿو جو پاڻني (पाणिनि) جي ۽ ٻين اهڙن سوٽرن
جو ڪيو وڃي ٿو. پر "آشولاين گُهيہ سوٽر" (आश्वलायन गुह्यसूत्र)
وغيره سوٽر اِنهن اختصاري سوٽرن کان وڌيڪ وستار سان
آهن ۽ انهيءَ ارٿ ۾ پالي ڀاشا جا سوٽر اوائل ۾ رچيا
ويا هوندا. هن هنڌ انهيءَ ڳالهه ۾ وڃڻ جي ضرورت
ڪانهي ته انهن سوٽرن وانگر آشولاين وغيره ماڻهن پنهنجا
سوٽر رچيا يا ٻڌ ڌرم وارن سنڌن سوٽرن وانگر پنهنجا
سوٽر رچيا. پر ايتري ڳالهه پڌري آهي ته اشوڪ جي
وقت کان اڳ ٻڌ جي اُپديشڪاري وچنن کي 'سُت'
ڪري چوندا هوا ۽ آهي بلڪل وڏا نه هوا.

'اَلگَد ست' جي انڪتا ۾ چيو ويو آهي ته گاٿا (گيتن)
جي گڏيل سوٽرن کي گيہ (गेय्य) چوندا هوا ۽ مثال طور
'سنيت نڪاي' جو پهريون ڀاڱو ڏنو ويو آهي. سڀني
گاٿائن جو سنگرهه گيہ (गेय्य) ۾ ٿئي ٿو، اُنهيءَ ڪري ائين
چوڻ ڏکيو آهي ته 'گاٿا' ناليدار ڀاڱو ڇو ڪيو ويو. ٿي
سگهي ٿو ته گيہ (गेय्य) اندر ڪن خاص پرڪارن جي
گاٿائن جو سمائڻ ٺيڪ سمجهيو ويو. وياڪرڻ (वैय्याकरण) جو
اَرٿ آهي وياکيا سمجهائڻ. ڪو سوٽر وٺي ڪري اُنجو

ڪان پڇي. تو ۽ سوال جا نيڪ جواب ڏني تو. ٻڌي ست ۾ ڏم ڏنا (धम्मदिन्ना) ڀڪشڻي ۽ سندس اڳين (گرهست) آشرم ۾ پتي وشاک (विशाख) جو پاڻ ۾ ساڳيءَ طرح سنواد (سوال جواب) آهي. اهي ٻڌي ست ٻڌ جا چيل نه آهن، پر انهن ڀي سنوادن کي 'ويدل' ڪري چوندا هوا. لڳي ٿو ته شرمڻن، براهمڻن ۽ ٻين ساڌ ٻڌ ڀڳوان جا جيڪي سنواد ٿيا هوا تن جو هڪ جدا سنگرهه ڪيو ويو هو ۽ تنهن کي 'ويدل' ڪري سڏيندا هوا.

مهاسڃتا ست (महासुञ्‍ञतासुत) مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ڌرم' جا اهي ٽي ڀاڱا تنهن کان اڳ فقط ٻه ڀاڱا- ست ۽ گييه (गेय्य) هوا، جن ۾ سڀ ڪجھ سمائجي ويو ٿي.

ٻڌ ڀڳوان آنند کي چوي ٿو ته:-

" न खो आनन्द अरहति सावको सत्थारं अनुबन्धितुं यदिदं सुतं गेय्यं वेय्याकरणस्स हेतु । तं किस्स हेतु । दीघरत्तं हि वो आनन्द धम्मा सुता धाता वचसा परिचिता । ... । "

اَرٿات- "هي آنند، ست ۽ گييه جي چٽي سمجھاڻيءَ لاءِ شراوڪ جو گروءَ سان گهمڻ نيڪ نه آهي، ڇو جو تو اهي ڳالهيون ٻڌيون آهن ۽ انهن مان تون ڀورو واقف آهين."

مطلب ته ستن ۽ گيين ۾ ٻڌ جو اپديش ۽ سندن سمجھاڻي شراوڪن کي ڏني ويندي هئي. وقت گذرندي ڇهه وڌيڪ ڀاڱا ڪيا ويا ۽ انهن مان ڪي ڀاڱا، جوڙي ڪيترا ست رچيا ويا، جي هن وقت آهن. انهيءَ ڪري

ڪڏهن سگهجي ٿو ته اشوڪ جي سمي ۾ جاتڪن جون ڪيتريون ڪتائون ٻڌن جي ساهتيہ ۾ اچي چڪيون هيون.

اَبيت ڌرم جو اَرٿ آهي اَدڀت چمتڪار يا ڪرامتون. لڳي ٿو ته تنهن وقت ڪو اهڙو گرنٿ مڙيوئي هو، جنهن ۾ ٻڌ ڀڳوان ۽ سندس مکيہ شراوڪن جون ڪرامتون ڏنل هيون. پر اڄ انهيءَ اَدڀت ڌرم جو ڪو نالو نيشان نہ رهيو آهي. ممڪن آهي تہ انهيءَ اَدڀت ڌرم وارو ڀاڱو ست پٽڪ اندر ملي جهلي ويو آهي. ٻڌگهوش آچاريہ لاءِ ۾ انهيءَ اَدڀت ڌرم بابت ڪجهہ چوڻ ڏکيو ٿي پيو هو. هو لکي ٿو تہ:

चत्तारो मे भिक्खवे अच्छरिया अब्भुता धम्मा आनन्दे ति आदिनयपवत्ता सब्बे पि अच्छरियब्भुत धम्म पटिसंयुत्ता सुत्तन्ता अब्भुत धम्मं ति वेदितब्बा ॥

اَرٿات، ”هي ڀڪشوئو، هي چار آشچريہ (عجب) اَدڀت ڌرم آنند ۾ واسو ڪن ٿا- سڀاويڪ طور اَدڀت ڌرم سان آرنڀ ڪيل آشچريہ، اَدڀت ڌرم سان ڳنڍيل سڀ ست، سي 'اَبيت ڌرم' سمجها وڃن. پر انهن اَدڀت ڌرمن سان موُل جي ڪنهن اَبيت ڌرم گرنٿ جو ڪوبہ واسطو نظر نٿو اچي.

مهاويدل (महावेदल्ल) ۽ چوُل ويدل (चूलवेदल्ल) نالي ٻہ سوُتر مجهم نڪايہ ۾ آهن جن مان اَنومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ ويدل ۾ ڪهڙو ذڪر ڪيل هوندو. انهن مان پهرئين ست ۾ مهاڪوٺت (महाकोट्ठित) ساريپت (सारीपुत्त)

ونيہ سمڪسي سُت جو ونيہ گرنٿ سان ڪجهه (विनयसमुकसे)
نہ ڪجهه واسطو ضرور هوندو، پر انهي پرڪار جو اپديش
موٽڪي ڪٿي بہ نہ مليو. انهيڪري چئي نہ سگهبس تہ
اهو سؤ کرو کهڙو آهي.

پر 'ونيہ' شبد جو ارٿ 'ونيہ-گرنٿ' سان لڳائڻ جو
ڪو سبب ڪونهي.

'अहं खो केसि पुरसदम्मं सण्हेन पि विनेमि परुसेन पि विनेमि।'

مجهم سُت نمبر ١٠٧ ۾ ۽ وغيره هنڌ تي 'ئي' ڌاتوءَ
"و" لڳائڻ سان "وني" جو ارٿ ٿئي ٿو "سيکارڻ"
۽ انهيءَ مان اڳتي هلي ڪري "ونيہ" جي نيمن ڪي
"ونيہ پٽڪ" چوڻ ۾ آيو. پد جڏهن پڪشن ڪي
گڏ ڪرڻ شروع ڪيو تڏهن ونيہ گرنٿ هستيءَ ۾ نہ آيو
هو. جيڪا ڪجهه سکيا هئي سا 'سُت' جي روپ ۾ هئي.
سڀ کان اڳ، "ڌم چڪ پوتن سُت" (धम्म चक्क पवत्तन सुत)
جو اُپديش ڏيئي پد پنجوان پنجن پڪشن جي ٽوليءَ کي
پنهنجو شش بڻايو، انهيڪري "ونيہ" شبد جو مؤل
ارٿ "سکيا" يا "سيکارڻ" ئي سمجهڻ گهرجي ۽ انهي
ونيہ (سکيا) جو واڌارو سوئي پد جي اُپديش جو اوچو
پد سمجهڻ گهرجي. جيتوڻيڪ سمڪنس (समुंक्कंस) شبد
پالي چيل وچنن ۾ "پد- اُپديش" جي ارٿ ۾ نٿو ملي،
تڏهن بہ "ساموڪنسڪا ڌمديسنا" (सामुक्कसिका धम्मदेसना)-
اهو واڪيہ ڪئين هنڌ ملي ٿو. مثال طور "ديرگهہ نڪايہ"
جي امبن سُت جي آخر ۾ آيل هي واڪيہ پڙهو:

اهو چوڻ ڏکيو آهي ته منجهائن ڪهڙا سچا اُپديش ڪهڙا
آهن ۽ بناوٽي ڪهڙا. ٻڌهن ۾ اشوڪ جي ڀابرا (भाबरा)
يا ڀابرو (भाबरु) شلا ليکن جي آڌار تي انومان ڪڍي
سگهجي ٿو ته ٻڌڪن جا پراچين ڀاڱي ڪهڙا هوا.

اشوڪ جي ڀابرو واري شلا ليک ۾ اهو ٻڌايو ويو
آهي ته هينيان ست اُپديس ڀڪشن، ڀڪشڻين، اُپاسڪن
۽ اُپاسڪائن کي وري وري سڻڻ ۽ ڪنٺ ڪرڻ گهرجن:-

(۱) ونيه سمڪسي (विनयसमुकसे)؛ (۲) آليهوسان (अलियवसानि)؛
(۳) اناگت ڀياني (अनागतभयानि)؛ (۴) مني گاٿا (मुनिगाथा)؛
(۵) مونيه سوُتي (मोनेयसूते)؛ (۶) اُپتسپسني (उपतिसपसिने)؛
(۷) لاگهلو وادي (लाघुलोवादे)؛

मुसावादं अधिगिच्य भगवता बुद्धेन भासिते।

شري اوليبنبرگ (*Olenburg*) ۽ سينارٽ (*Senart*)
ٻن مغربي ودوانن اهو ڏيکاريو آهي ته انهن مان پويون
ستون اپديش مجهم نڪايه جو راهل واد ست نمبر ۶۱ آهي. باقي
اپديش جي پروفيسر رهائيس ڊيوڊس (*Prof. RhysDavids*)
جاچ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر "ست نپات"
جو مني ست ڇڏي باقي ستن بابت جيڪي
ٻڌايو انس سو غلط آهي. نمبر ۲، ۳، ۵ ۽ ۶ ستن بابت
فيبروري ۱۹۱۲ جي (*Indian Antiquary*) مخزن ۾،
چند چاڻ ڪانپوءِ جيڪي ست ٻڌايا ويا آهن سي بلڪل
ولڻ ۽ ستيڪار ڪرڻ جهڙا آهن. فقط پهرئين ست جو
ٻڌهن پتو نه پئجي چڪو هو. مونکي ائين لڳو ته

پابرو جي شلا ليک ۾ ڏنل ست اپديش ٻڌ ڌرم جي
چيل وچنن ۾ هن ريت ملن ٿا:-

(۱) ونيہ سمکسي (विनय समुकसे) = ڌمچڪپوتن (धम्मचक्कपवत्तन सुत)؛ (۲) آليہ وساني (अलियवसानि) = آريہ ونس (अरियवंसा) يا آنگوتر چتڪ نپات؛ (۳) آناگت پياني (अनागत भयानि) = انگوتر پنچڪ نپات (अंगुतर पञ्चकनिपात)؛ (۴) مني گاٿا (मुनि गाथा) = ست نپات (सुत निपात)؛ (۵) مونيہ سوتي (मोनेय सूते) = ست نپات (सुत निपात)؛ (٦) اپتسپنسي (उपतिसपसिने) = ست نپات (सुत निपात) (۷) لاگهلوواد (लाघुलोवाद) = مجهم ست (मज्झिम सुत).

انهن ستن اپديشن مان "ڌمچڪپوتن ست" وار واپديش
سڀني هنڌ ماي تو. انهيڪري ائين چوڻ جي ضرورت
ڪانهي تہ انهي جي مهما خاص آهي. انهيڪري اشوڪ
بہ انهي کي اول درجو ڏنو آهي. باقي ڇهن اپديشن
مان ٽي تہ هڪ نندي گرنٿ ست نپات ۾ ملن ٿا. انهي
مان ست نپات جي پراچينتا ثابت ٿئي ٿي. انهي ست
نپات جي پوين ٻن ڀاڱن ۽ ککگ وساڻ ست (खगविसाण सुत)
تي "ندیس" نالي وستار سان ٽيڪا آهي، جا
ڪڏهن ڪڏهن نکايہ ۾ اچي وڃي ٿي. تنهن مان سمجهڻ گهرجي
تہ ست نپات جا اهي پويان بہ ڀاڱا ندیس ٽيڪا کان
هڪ يا ٻہ سؤ سال اڳ رچيا ويا هوا. انهي مان بہ ست
نپات جي پراچينتا معلوم ٿئي ٿي. ممڪن آهي تہ ست
نپات جا سڀ ست پراچين نہ هجن، پر خاطري آهي تہ

"यदा भगवा अञ्ञासि ब्राह्मणं पोक्खरसातिं कल्लचित्तं मुदुचित्तं विनीवरणचित्तं उदग्गचित्तं, पसन्नचित्तं, अथ या बुद्धानं सामुक्कंसिका धम्मदेसना तं पकासेसि दुक्खं समुदयं निरोधं मग्गं।"

ارٿات: جڏهن ڀڳوان ڏٺو تہ پوشڪر ساديءَ براهمڻ جو چت نيڪ طرح ڪمزورين کان آجو، بلند ۽ مزي ۾ آيو آهي تڏهن هن ٻڌ جي موهيندڙ ڏرم جو اُتم درسن پرگهٽ ڪيو. سا ڪهڙي؟ سا هيءَ - ڏک، ڏک جو اُٿڻ ٿيڻ، ڏک جي ناس ڪرڻ جو مارگ."

رڳو هن سُت ۾ تہ، بلڪ مجهم نڪايہ جي اُپالي سُت جهڙن ٻين سُتن ۾ ۽ ونيہ پٽڪ ۾ ڪيترين هنڌ اهو ساڳيو واڪيہ آيو آهي. فرق رڳو ايترو تہ هن هنڌ پوکرساتي براهمڻ کي گيان ڏنو ويو ۽ ٻين هنڌ اُپالي ۽ ٻين گرهستن کي. تنهن مان "ونيہ سمتڪرش" (विनय समुत्कर्ष) جو ارٿ هي ٿئي ٿو- ونيہ ارٿات اُپديش ۽ تنهن جو "سمتڪرش" ارٿات اُتم درسن (धर्मदेशना). انهيڪري انهي ۾ شڪ ڪونهي تہ ڪنهن وقت انهن چئن اُتم (آريہ) سچن جي اُپديش کي "ونيہ سمڪس" (विनय समुक्कस) سڏيو ويندو هو. ڌمچڪپوَتن (धम्मचक्कपवतन) سُت جو نالو اشوڪ کان گهڻو پوءِ چالو ٿيو هوندو. چڪرورتي راجائن جون ڪٿائون جڏهن لوڪن ۾ پيار يون ٿي ويون تڏهن ٻڌ جي هن اپديش کي اهو شاندار ۽ ٻيڪيدار نالو ڏنو ويو. جيڪڏهن اسين قبول ڪريون تہ جو پهرئين "ونيہ سمڪس" سڏبو هو، سو پوءِ "ڌمچڪپوَتن سُت" سڏيو ويو تہ

۽ تنهن جيونيءَ جي آڌار تي للت وستر جي گرنٿڪار پنهنجي ونڊرائيندڙ پراڻ جي رچنا رچي آهي. انهيءَ نموني گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ۾ ڏاڍيون اوندهيون اڻنيون ۽ اڄايون ڳالهيون ٽنبيون ويون آهن.

مهاپدان ست جا ڪي ڀاڱا ڪڍي ڌار ڪري ست پنڪ ۾ گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ساڻ ڳنڍيا ويا آهن. مثلاً ٽن مهان واري ڳالهه ونو وپسي راجڪمار جي رهڻ لاءِ ٽي محل هوا. انهي ڪٿا جي آڌار تي اها ڪلپنا ڪئي ويئي ته گوتم ٻڌ لاءِ به ٽي محل هئڻ گهرجن. نه رڳو ايترو پر گوتم ٻڌ جي مکان ائين چوايو ويو آهي ته منهنجي رهڻ لاءِ مونکي ٽي محل هوا ۽ انهن ۾ آءٌ ڏاڍي مزي ۾ رهندو هوس. اِها ڳالهه ناممڪن آهي، سو مون چوٿين اڌياءَ ۾ ڏيکاريو آهي. پر اها ڪٿا "انگوتر نڪاءِ" ۾ آيل آهي ۽ ساڳي نڪاءِ ۾ اشوڪ جي ڀابرو شلا ليکه جا به ست اچن ٿا. انهيڪري هڪ وقت مونکي اها ڪٿا سچي اتهاسڪ لڳي ٿي. پر ويچار ڪرڻ سان صاف معلوم ٿيو ته اُنگوتر نڪاءِ جا ڪيترا ڀاڱا پوءِ ڳنڍيا سڌيا ويا آهن. "ٽڪ نپات" ۾ اهي ڳالهيون آهن جن جو ٽن ٽن مضمونن سان واسطو آهي. تنهن ۾ ائين ٺهو لڳي ته پراچينتا يا اُراوچينتا جو ڪو خيال ڪيو ويو آهي.*

---

* "مهاپدان ست" ۾ وپسي ٻڌ جون ڏند ڪٿائون سي گوتم ٻڌ جي جيون چرتر ۾ ڪيئن ٽڪر ٽڪر ڪري ملايون ويون ۽ منجهائن ڪهڙيون ست پنڪ ۾ ملن ٿيون تنهن جي صفائي مون هن پستڪ جي پوري ٿين ضميمي ۾ ڪئي آهي.

ڳوٺي ڀاڱي پراچين هوا. مُنهنجي هن پستڪ ۾ ٻڌ جي
جيون چرتر يا ٻڌ جي اپديش بنسبت جيڪي ڪجھ لکيو
ويو آهي سو اهڙن ئي پراچين سُتن جي آڌار تي لکيو
ويو آهي.

هاڻي اسين خاص ٻڌ جي جيون چرتر بابت ويچار
ڪريون. ترپٽڪن ۾ هڪ ئي هنڌ ٻڌ جو سارو چرتر نه
ڏنل آهي. جاتڪ جي ڪٿا نِدان ڪٿا ۾ ملي ٿي.
اها انڪٿا شايد ٻڌگهوش جي سمڪال ۾ يعني عيسوي
ستين صديءَ ۾ لکي وئي هئي. تنهن کان اڳ جيڪي
سنهلي (سيلون جون) انڪٿائون هيون تن مان ڪيتريون
ڳالهيون هن انڪٿا ۾ آيون آهن. اهو ٻڌ جو چرتر گهڻي
قدر "للت وستر" گرنٿ جي آڌار تي لکيو ويو آهي.
"للت وستر" شايد عيسوي ٻهرين صدي ۾ يا ڪجھ
سال اڳ لکيو ويو هو. اهو "مهايان" پنٿ وارن جو
گرنٿ آهي ۽ انهي جي آڌار تي جاتڪ ڪٿاڪار
پنهنجي ٻڌ چرتر ڪٿا جي رچنا ڪئي آهي. "للت وستر"
جي رچنا وري "ديگھ نڪاءِ" جي "مهاپدان ست"
جي آڌار تي ڪئي وئي آهي. انهي مهاپدان ست ۾
وپسي ٻڌ* جي جيوني وڏي وستار سان ڏني وئي آهي

*مڃتا آهي ته گوتم ٻڌ ستون ٻڌ هو. ڪانئس اڳ ڇھ ٻيا
ٻڌ ٿي چڪا هوا. سي هي هوا:- (١) سکي، (٢) وپسي،
(٣) ويسڀو (वेस्सभू)، (٤) ڪڪسنگهه، (٥) ڪوڻاگمن،
(٦) ڪسپ.

ٿيندو. انهي ڪري مختصر طور هت ويچار ڪيو وڃي ٿو.

(۱) ٻڌ جي جنم ٿيڻ بابت جدا رايا ڏيئي ڪري، جو ڪين نيڪ ثابتيون پيش ڪري سوچ ويچار بعد اها ٿي پوري مقرر ڪئي ويئي آهي؟ پراچين يا ارواچين سمي اندر اسانجا جيڪي راجائون، ڌرمي گروءَ ليڪڪ ٿيا آهن، تن جون جيونيون لکڻ کان اڳ، سندن جنم جو وقت مقرر ڪرڻ لاءِ ودوانن ۽ ماهرن جا نه پاڻ پتوڙيو آهي. پر هن پستڪ ۾ اهڙي ڪا ڳالهه نظر نٿي اچي.

جواب ۾ منهنجو چوڻ آهي ته وچين ڪال جا ڪوي ۽ ليکڪ اهڙا مشهور نه هوا جو سندن جنم کان وٺي سندن نالي سنبت ليکي وڃي؛ انهي ڪري سندن جنم ٿيڻ بابت ڪري ڪيترو به پاڻ ولوڙيو وڃي ته به اها ٿي پڪي طرح سان مقرر ٿي نٿي سگهي. ٻڌ جي حالت اها نه آهي. سندس پر نرواڻ کان ويندي اڄ ڏينهن تائين سندس نالي جي سنبت جاري آهي. ڪجهه وقت ٿيو ته مغربي ودوانن دليل بازي ڪري ٥٦ کان وٺي ٦٥ سالن جو فرق آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر آخر اهائي اڳيئن پرمپرا ٿي صحيح ثابت ٿيڻ جا سمهل ڏنيب ۾ چالو آهي. پر سمجهو ته ٻڌ جي جنم ٿيڻ ۾ ٿورو ڪي گهڻو فرق پئجي وڃي ٿو، پر تنهن ڪري سندس جيون چرتر ۾ ڪنهن به قسم جو ڦير يا گهٽتائي نٿي اچي سگهي.

اهڙين ڪتابن اندر پڻ چرتر بابت ڇا ونڊار ۽ قبول
ڪرڻ جهڙو آهي، تنهن مراد سان ئي مون هي ڪتاب
لکيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪي صحيح ڳالهيون
منهنجي ڌيان ۾ نه آيون هجن يا ته ڪن ڳالهين کي
ڪي مون وزن ڏنو آهي جو نه ڏيڻ کپندو هو. پر مون
کي ائين نٿو لڳي ته منهنجي شوڌنا ۽ کوجنا جي نموني
۾ ڪا غلطي هوندي. مونکي خاطري آهي ته اهو نمونو
اختيار ڪرڻ سان پڻ چرتر تي ۽ تنهن وقت جي تواريخ
تي روشني پئجي سگهندي ۽ انهيءَ مراد سان هي ڪتاب
لکيو اٿم. هن ڪتاب مان ڪي ليک اڳ "پرالتو" نالي
گجراتي سماهي مخزن ۾ ۽ "وِوِڌ گيان وستار" نالي
مرهٽي مخزن ۾ پرڪاشت ٿي چڪا آهن. پر جنهن روپ
۾ اڳ پڌرا ٿيا هوا تنهن ساڳئي روپ ۾ هن ڪتاب ۾
نه ڏنا ويا آهن. بلڪ ڪيتري قير گهير ڪئي وئي
آهي. انهن ليکن جا ڪيترا ٽڪرا هن ڪتاب ۾ برابر
ورتا ويا آهن، پر پوءِ به ائين چوڻ ۾ مونکي هٻڪ
نٿي لڳي ته هي ڪتاب مؤل (*Original*) ڪتاب آهي.

هن ڪتاب جو مرهٽي ۾ هٿ لکيل نقل جڏهن
ٺويارت - گرنٿ مالا جي سمپادڪ نظر مان ڪڍيو تڏهن
ڪن اهڙين ڳالهين ڏي منهنجو ڌيان ڇڪايائين جن تي
ڪو خاص ويچار هن ڪتاب ۾ نه ڪيو ويو آهي. مون
کي لڳو ته اهڙين ڳالهين تي هن هنڌ ويچار ڪرڻ نيڪ

محمد بن قاسم عيسوي سنه ٧١٢ ۾ سنڌ تي حملو ڪيو. تنهن وقت پڻ ڏور ۾ مغربي هندستان مان غائب ٿي ويو هو ۽ برهمڻ ڏور جي اهميت وڌي ويئي هئي. تنهن هوندي به خليفي جي هڪ نوجوان سردار ائين جو ائين سنڌ ديس فتح ڪري، اتي جي هندو راجا کي قتل ڪيو ۽ سنڌس ڪمارين کي خليفي وٽ نذرانی طور موڪلي ڏنو.

مسلمانن سنڌ ۽ پنجاب جا ڪجهه حصه فتح ڪيا تنهن کان هڪ سؤ سال پوءِ، شنڪر آچاريه جو ستارو چڙهيو. سنڌس ويدانت جي مکيه مراد اهائي هئي ته سودر لوڪ ويدن جو ابياس نه ڪن. ڪو سودر ويد-واڪيه پڙهي وٺي ته سنڌس ڪن ۾ تتل شيهي يا لاک سان پريا وڃن، ڪو سودر ويد-واڪيه جو اُچارڻ ڪري ته سنڌس زبان ڪپي وڃي ۽ جي ويد منتر سکي وڃي ته کيس ماريو وڃي. سنڌس ويدانت اجهو اهو هو. مسلمان حاڪمن کان به اسانجي سناتني پاڻ‌سرن ڪجهه ڪين پرايو. پڻ ته پاڻ ۽ سنڌن دشمن ٿي هو. سو ڪانئس سکڻو ٿي ڇا هو؟

راجپوت قوم وارا ته ڪٽر سناتني هوا. اهي ته اهنسا ۾ ذرو به ايمان نه رکندا هوا. وقت ۽ وجهه ملندي پاڻ ۾ ٿي لڙي مرندا هوا. پوءِ هنسا جي انهن بهادر پوڄارين کي محمود غزنويءَ گهوڙن جي سنبن جي ڌوڙ سان

مهتو جي ڳالهه اها نه آهي ته کهڙي ڏينهن سندس جنم
ٿيو، پر اها آهي ته سندس جنم کان اڳ کهڙيون حالتون
هيون، ۽ اهڙين حالتن ۾ پنهنجو نئون ڌرم مارگ ڪيئن
ڳولي ڪڍيائين. تن حالتن جو پورو نقشو ڪڍيو ويندو ته
اڄ ڪالهه ٻڌ بنسبت جيڪي ڀرم ماڻهن ۾ چالو آهن سي
دور ٿي ويندا ۽ تنهن وقت جو اتهاس اسين نيڪ طرح
سمجهي سگهنداسين. انهيڪري جنم تٿيءَ پٺيان اجايو
وقت نه وڃائي ڪري مون اهڙين ڳالهين تي وڌيڪ
ڌيان ڏنو آهي جنهن ڪري ٻڌ جي چرتر تي روشني
پوي.

(٢) ڪيترن جو رايو آهي ته ٻڌ جي اهنسا واري
سکيا ڪري ڀارت جو سماج ناسنڪ ٻڻيو ۽ انهيڪري
ڌارين پرديسن کان هار کائڻي پيئي. هن ڪتاب ۾ هن
ڳالهه جو ڪو جواب ڏيڻ کپندو هو.

جواب - مونکي نه لڳو ته ٻڌ جي چرتر سان هن راء
جو ڪو واسطو آهي. ٻڌ جو پر نرواڻ عيسيٰ کان اڳ
٥٤٣ سال ۾ ٿيو. تنهن کان ٻه صديون پوء چندر گپت
پنهنجو سمراج استاپن ڪيو. چيو وڃي ٿو ته چندر گپت
سمراٽ جين ڌرم جو هو، پر گريڪ (يوناني) لوڪن
کي هن ديس مان ڌڪي ٻاهر ڪڍڻ ۾ سندس اهنسا
ڌرم آڏو نه آيو. سندس پوٽو اشوڪ مهاراجا پوري طرح
ٻڌ ڌرمي ٿي ويو، پر پوء به هڪ اعليٰ درجي جو راڄ
هلائيندو رهيو.

جيڪي پاپ ڪيا تنجو پاپ پڻ مٿان ڍوئي پنھنجي عقل جي ھاڪ وڄھي رھيا آھن.

(۳) گوتم جڏھن پڻ پڃو حاصل ڪيو، تنھن کان پوءِ سندس جيون چرتر جو نقشو تواريخ وار ڇو ڪين ڏنو ويو آھي؟

جواب- جو پراچين ساھتيہ ھن وقت موجود آھي، تنھن جي آڌار تي اھڙو تواريخ وار نقشو تيار ٿي نٿو سگھي. پڻ جا اُپديش بہ تواريخ وار نہ ڏنا ويا آھن. نہ رڳو ايترو پر جيڪي اُپديش آھن، تن ۾ ڏايو واڌارو ٿي ويو آھي. اھڙي مال مان سچ نوسي ڳولڻ نھايت ڏکيو آھي. ھن ڪتاب ۾ اھڙي ڪوشش ڪئي اٿم. پر تواريخوار پڻ چرتر جو نقشو تيار ڪرڻ مون کان نہ ٿي سگھيو.

(۴) تہ ”ويدڪ سنسڪرتي“ آرين قوم جي پارت ورش ۾ اچڻ کان پوءِ استاپن ٿي ۽ تنھن کان اڳ ”داس قوم“ يعني براھمڻن جي سنسڪرتي ھئي، سو چوڻ لاءِ ڪھڙيون ثابتيون آھن؟

جواب- ھن سوال تي ويچار مون پنھنجي پستڪ ”ھندي سنسڪرتي آڻي اھنسا“ جي پھرئين اڌياءَ ۾ ڪيو آھي. اھو ڪتاب ھن ڪتاب سان گڏي پڙھيو ويندو تہ ڪيترين ڳالھين جي صفائي ٿي ويندي. منھنجي ڪا اھڙي خواھش نہ آھي تہ سڀ شخص منھنجون ڳالھيون قبول ڪن. پر اھي ڳالھيون ويچار لھن. انھي ڪري اھي پڙھندڙن اڳيان پيش ڪيون اٿم. داسن ۽

ڪيئن ماري نيچو نوايو؟ پلا اهي ۽ ڪي پد جا اهنسا وادي هوا.

اسان مرهٽن جي پيشوائي ته خاص براهمڻن جي هٿن ۾ هئي. آخرين باجي راو ته چست ڌرمي هو. پيشوائي ۾ هنسا جي ته حد ٿي چڪي هئي. بين سان ته ٺهيو، پر پنهنجي گهر ۾ به ڪو گهٽ لڙايون نه هيون. هڪ دفع دولترام شندي (سنڌيا) پونو وڃي لٽيو، ته ٻئي دفع وري يشونتراء هولڪر جو وارو آيو. اهڙن سخت هنسا جي پوڄارين جو سامراج ته ساري هندوستان مٿان ٽيڙ ڪيو ها. اهڙن کي ٿن انگريزن جي سرن ڇو ونٽي پيٽي جي ڪائن سؤ دفع وڌيڪ اهنسڪ هوا؟ هڪ پنيان ٻيو مرهٽو سردار ڇو سندن غلام ٿيندو ويو؟ پلا هي به ڪي ٻڌ جا اپديش مڃيندا هوا؟

ڄپان ڏيس پوين هزار ٻارهان سؤ سالن کان ٻڌ ڌرمي آهي. سنه ١٨٥٣ ۾ ڪموڊور پيري جڏهن مٿن توفون هلايون ته ڇو منجهن اوچتو جاڳرتي آئي ۽ ايڪتا ٿي؟ ٻڌ ڌرم ڇو ڪين ڪين نامرد ڪيو؟

انهن سوالن جو جواب ڪو معتبر قابل شخص ڏئي.

"मिरविसि सुजनत्र वृथा अन्याला स्त्रकृत ताप लावूनि"

ارٿات_ (پنهنجا ڪيل ڏوهه ٻين تي مڙهي تون ڇو اجايو ڏاهو ٻٽيو آهين؟) مهراشٽر جي ڪوي موري پنت جي هيءَ تڪ پلا اهڙن ٿي معتبر لوڪن کي سمجهائڻ لاءِ لکي ويئي آهي؟ اُنهن پا سندن اڳين

ٻه سؤ سال اڳ پالي ڇپيل وچن وچي ڪي ڀاڱي تي بيٺا
۽ ٻڌ گهوش جڏهن آنڪٽائون (ٽيڪائون) لکيون تڏهن
مٿن آخرين مهر لڳي. اُپنشدن تي ٽيڪا ته شنڪر آچاريه
عيسوي نائين صديءَ ۾ لکي. تنهن کان اڳ ”گوڙپاد“
(गौड़पाद) جي ماڊوڪيه ڪارڪا (माण्डूक्य कारिका) يعني
ماڊوڪيه اُپنشد تي ٽيڪا لکي ويئي. اُنهي ۾ هرهنڌ
ٻڌ ڀڳوان جي اُستتي آهي. پر ايترو پري ڇو وڃون.
اڪبر بادشاه جي سمي ۾ لکيل ”الوپنشد“ سو به
اُپنشدن ۾ اَچي ويو آهي.

انهي ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته اُپنشدن ۾ جو آتم-واد
۽ تپشچريا (تپسيا) جو ذڪر آهي سو شرمڻ پنٿن مان
ورتو ويو، ڇو جو انهن ٻن ڳالهين جو يڳيه وغيره واري
سنسڪرتيءَ سان ڪو به واسطو ڪونهي. جنهن نموني اَڄ
ڪالهه برهمو سماج ۽ آريه سماج وارا بائيبل (انجيل) ۾
جو ايشور واد آهي سو وچي اُپنشدن سان ڳنڍين ٿا،
ساڳي طرح اُپنشدن وري آتم واد ۽ تپسيا ويدن سان
ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر اُنهن شرمڻن واري
اهنسا سئيڪار نه ڪئي، جنهنڪري اُهي اُپنشد ويدڪ
سمجهيا ويا. انهين هٺ ڪري جي ڀڪا ڪرم ڪانڊي
آهن سي اَڄ به اُپنشدن کي ويدڪ ڇوڙ لاءِ تيار نه آهن.

مان سمجهان ٿو ته جي شخص پالي ساهتيه يا سندن
انگريزيءَ ۾ ترجمو پڙهي سگهن ٿا تن کي ٻڌ جي سمي
جو اتهاس سمجهڻ ۽ تنهن بابت کوجنا ڪرڻ ۾ هـي

آرين جي سنسڪرتيءَ جو بنهه چرتر سان ڪو ڇڊو پاڇو
سنبنڌ آهي. انهن بنهي سنسڪرتين جي گهڻو پيهڻ ڪري
جا ونڊڪ سنسڪرتي اُتهين تي سا بنهه جي سمي ۾ استاپن
تي چڪي هئي. اينرو ئي ثابت ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب
جو پهريون اڌياءَ لکيو ويو آهي.

(٥) انهي ڳالهه جي ڪهڙي ثابتي آهي ته اُپنشد ۽
گيتا بنهه کانپوءِ رچيا ويا هوا.

جواب- هن ڳالهه تي بس "هندي سنسڪرتي آٽي
اُهنسا" ڪتاب ۾ وستار سان ويچار ڪيو ويو آهي انهي
ڪري ساڳي ڳالهه هن ڪتاب ۾ نه ڪئي ويئي آهي.
مون وزندار دليان سان ثابت ڪيو آهي ته نه رڳو اُپنشد
پر آرٽيڪ به بنهه کانپوءِ لکيا ويا هوا. "شتپت براهمڻ"
(शतपथ ब्राह्मण) ۽ "ورهد آرٽيڪ اُپنشد" (बृहदारण्यक उपनिषद)
۾ جيڪا ونساولي (شجرو) ڏني ويئي آهي تنهن مان
لڳي ٿو ته بنهه کان ويندي ٣٥ پيڙهين تائين انهن گرنٿن
جي ونساولي هلندي رهي. شري هيمچندر رايچوڌري
هرهڪ پيڙهيءَ جا ٽيهه سال لکي ٿو. پر ڪٽي ٢٥ سال
ليکيو، ته به ڇئبو ته ٨٧٥ سالن تائين اهي گرنٿ پيڙهي
به پيڙهي ڪنٺ ڪيا ويا. مطلب ته ويندي راجا
چندرگپت تائين انهن گرنٿن جي هن ريت پرمپرا چالو
رهي ۽ پوءِ وڃي براهمڻ ۽ اُپنشد پڪي پائي تي بيٺا.
ممڪن آهي ته منجهون انهيڪري جتي ٽيڪ سمجهو ويو
انهن هنڌ ڦيرڦار ٻون ڪيون ويون. بنهه گهوش کان اڳ ڪل

### آڌياءُ (۱)

# آرين جي جَءِ

## اُشا ديويءَ بابت سُوڪت*

رِگ ويد ۾ اُشا ديويءَ بابت جيڪي ڪنا ڪيل منتر مِلن ٿا اُنهن جي آڌار تي لوڪمانيه بال گنگاڌر تلڪ پنهنجي پستڪ The Arctic Home in the Vedas ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته آريه لوڪ اُتر ڌرُوَ جي طرف رهندا هئا.§ सदृशीरघ्व सदृशीरिदु श्वो दीर्घं सचन्ते वरुणस्य धाम (اَڄ ۽ سڀاڻي ٻئي سمان آهن. ٻئي ڪُجهه وقت وَرُڻَ جي گرهه ۾ گم ٿي وڃن ٿا.)† لوڪمانيه جي ويچار موجب هِن منتر ۽ ٻين اهڙن منترن جو اِشارو اُتر ڌرُوَ طرف اُشا يعني پرڀات ڪال ڏي آهي. اُشا يعني پرڀات ڪُجهه وقت وَرُڻ-گرهه ۾ گم ٿي وڃي ٿي، يعني ته اُنهيءَ هنڌ ڇهه مهنا اونڌهه رهي ٿي.

* ڪنا ڪيل منتر ۽ منترن جو سنگرهه.
§ رگ ويد ۸-۱۲۳-۱.
† The Arctic Home in the Vedas.
ٻر رگ ويد جي ساڳئي سُوڪت جي ٻارهين رِچا

The Arctic Home in the Vedas.

ڪتاب مددگار ثابت ٿيندو. پر جن وٽ ايترو وقت نه آهي سي ڀلي نه ته هيٺيان پنج ڪتاب ضرور پڙهن:-
(۱) ٻڌ ڌرم آئي سنگهه (۲) ٻڌ ليلا سار سنگرهه (۳) ٻوڌ سنگهاچا پرچيه (۴) سماڌي مارگ (۵) هندي سنسڪرتي آئي اهنسا.

هي ڪتاب لوڪن کي وٽي انهي لاء نه لکيو ويو آهي. سچ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ڪتاب جي مکيه مراد آهي. شڪ اٿم ته ڪيتري قدر لوڪن کي پيارو لڳندو. تنهن هوندي به ڇپائيندڙن جي ٻڌرو ڪيو آهي، جنهن ڪري سندن گهڻو شڪرگذار آهيان.

**ذرماننڊ ڪوسمبي**

رکي تي. انهيءَ طرح چار يا ڇهه مهنا دک ڏسي، قيد پوڳي، اِشتر کي اَلتوءَ وٽان اَمبرت ملي ٿو ۽ هوءَ پوءِ پرٿويءَ ڏي موٽي اَچي ٿي. اِشتر ديويءَ بابت پيون ٻه ڪٿين ڏند ڪٿائون آهن، پر سڀني ۾ هيءَ ڪٿا مشهور ٿي ويئي. ڪٿا جو ورنن بابيلونيا جي ساري ساهتيہ ۾ ملي ٿو. شڪ نہ آهي تہ رگ ويد جي اُهڙين رچائن يعني منترن جو هن ڏند ڪٿا سان ڪو مڙيوئي واسطو آهي.*

جنهن مؤسم ۾ اِشتر ديوي پاتال مان پرٿويءَ تي اَچي ٿي تنهن مؤسم ۾ سندس اُتسؤ منايو ويندو هو، لال ڍڳن جي ٻيل گاڏيءَ ۾ سندس رٿ-جاترا ڪڍي ويندي هئي. گهوڙا ملوڪ بعد اها رٿ-جاترا گهوڙا ڪاهيندا هئا. (سا اُشا جنهن جي رِٿ ۾ لال ٻيل एषा गोभिररुणेभर्युंजाना (لال ورن گهوڙن جي वितग्रयुररुण युग्भिरश्वैः (ٽا.) ٻڌا وڃن رٿ ۾ اُشا ديوي اَچي ويئي آهي.)§

## جنگ ۾ گهوڙن جو اِستعمال

عيسيٰ کان ٻہ هزار سال اَڳ بابيلونيا ۾ گهوڙن جو نالو نيشان بہ نہ ٿو ملي. اُتي گاڏين ۾ ڍڳا يا گڏهہ ٻڌا ويندا هئا ۽ گهوڙن کي جهنگلي گڏهہ سڏيندا هئا. بابيلونيا جي اُتر ڏي پهاڙي علائقي ۾ رهندڙ ڪيشي قوم پهرين پهرين مال ڍوئڻ لاءِ گهوڙن کان ڪم ورتو. انهن ”جهنگلي گڏهن“ کي پالي پوسي مٿن سوار ٿي

* Lewis Spence: *Myths & Legends of Babylonia & Assyria.* (1926) P.P. 125–131

§ ٣–٨٠–٥ رگ ويد

يعني منتر ۾ اُشا ديويءَ جا هي لکشڻ چيا ويا آهن: अश्वावतीर्गोमतीर्विश्ववारा يعني ته جنهن وٽ جهجها گهوڙا ۽ جهجهيون ڳئون آهن ۽ جا سڀني لاءِ پوڄنيه آهي. اُتر ڌروُ جي آس پاس هن وقت به گهوڙا ۽ ڳئون ڪٿا لڀن، تنهن ڪري اِنهيءَ ڳالهه جي ثابتي ملي ٿي ته هزارها سال اڳ اهي جانور ڪڏهن به اُتي هوندا هئا. فقط هن سوُڪت ۾ نه، پر اُشا ديويءَ بابت رگ ويد ۾ ٻين سوُڪتن ۾ به ڪئين ڀيرا سندس اهو لکشڻ ڏنو ويو آهي ته هيءَ ديوي گهوڙن ۽ ڳئن واري، گهوڙا ۽ ڳئون بخشيندڙ آهي. تنهن مان ايترو سڌ ٿئي ٿي ته هي سوُڪت ۽ هي رچائون يعني منتر اُتر ڌروُ پاسي نه رچيا ويا هئا.

## اِشتر

ته پوءِ "ڳچ وقت تائين اُشائون يعني پرڀاتيون پاتال ۾ گم ٿي ويون هيون" تنهنجي معنيٰ ڇا؟ بابيلونيا (*Babylonia*) ملڪ ۾ پراچين ڪال کان اِشتر ديويءَ بابت جيڪي ڏند ڪٿائون چالو آهن تن تي ويچار ڪرڻ سان هن ست جي معنيٰ سولائيءَ سان سمجهڻ ۾ اچي ٿي. ڪٿا هيئن آهي ته "تمُج" يا "دَمُتس" (ويدن ۾ दमूतस) نالي ديوتا سان اِشتر ديويءَ جو پريم ٿي ويو هو. پر هي ديوتا اوچتو مري ويو. ڪيس جيئارڻ لاءِ اِشتر ديوي پاتال ۾ اَمبرت وٺڻ لاءِ وئي هئي. "اَلتوُ" پاتال جي راڻي اِشتر جي پيرڻ هئي، پر هوءَ اِشتر کي ڏاڍا ڏک ٿي ڏئي. نيٺ سندس سڀ ڳهڻا لاهي، ڪيس روڳي بنائي، قيد ۾ بند

ٿو، ۽ هن وقت جي شبد ڪوشن ۾ به ساڳي معنيٰ ڏني وڃي ٿي. مطلب ته ”داس“ شبد جو مول اَرٿ ”داتا“ ”اُدار“ (*Noble*) ٿيڻ ڪپي. آويستا جي فَرَوَدِين يَست باب ۾ انهن داس ديس جي پِتَرن جي پوڄا ڪئي ويئي آهي. انهيءَ ۾ ڪين ”داهي“ ڪوٺيو ويو آهي.*

پراچين پرشين يعني فارسي زبان ۾ ”سنسڪرت ’س‘ جو اُچار ’ه‘ ٿيندو هو. مثلا ”سپت سندو“ کي آويستا ۾ ”هست هندو“ چيو ويو آهي. ساڳي طرح ”داسي“ يا ”داس“ شبد ڦيرو کائي ”داهي“ ٿي پيو آهي.

## آريه

آريه شبد ”ر“ ڌاتوءَ مان ٺهيو آهي ۽ ڌاتن جي پاڙهن ”گڻ“ ۾ جتي ڪٿي ”ر“ ڌاتو آيو آهي، اُتي سندس اَرٿ آهي چال يا گتي. سو آريه شبد جو اَرٿ ٿئي ٿو گهومو يا مسافر. سمجهجي ٿو ته آريه لوڪن کي گهر مڪان نه هي ٿا ئينڪو ٿي وهڻ نه وٽندو هو. جيئن مغل قوم تنبن ۾ رهندي هئي، ساڳي طرح آريه لوڪ به شايد تنبن يا منڊپن ۾ رهندا هئا. هڪ ڳالهه ۾ سندن اها پَرمپرا اَڄ تائين قائم آهي. بابيلونيا ۾ يگيه ڪرڻ جو اُستان وڏن منڊرن جي حاطن ۾ ٿيندو هو. هڙَپا ۽ موهن جي دڙي ۾ جيڪي پراچين عمارتون ۽ ڪنڊهر ملن ٿا سي ڏسي جاڻن جو اُنومان آهي ته ”داهي“ لوڪن جا منڊر ٿي

---

* We Worship the Fravashis of the holy men in Dahi Countries.

لا بارن جي وقت هوءَ بابيلونيا ۾ ويندا هئا ۽ لا باري وجهڻ کانپوءِ جيڪو اَناج کين مزوريءَ ۾ ملندو هو سو گهوڙن تي پوئي گهر کڻي ايندا هئا. ڪيشي قوم وارا جنگ جي هنر کان بنهه اڻواقف هئا. سو هنر هوءَ بابيلونيا جي ماڻهن کان سکيا ۽ سيني کان اڳ اُنهن ئي گهوڙن جو اِستعمال جنگين لڙڻ ۾ ڪيو.*

گهوڙيسوار فوج جي زور تي ڪيشي قوم جي گدش نالي بادشاهه عيسيٰ کان ۱۷٦۰ سال اڳ بابيلونيا ۾ پنهنجو شهنشاهي راڄ قائم ڪيو ۽ ڪانئس پوءِ سندس پوين جو راڄ هليو آيو.§ تاريخ پرچ هي ته عيسيٰ کان ۱۸ سؤ سال اڳ ڪٿي به لڙائيءَ ۾ گهوڙن جو اِستعمال نٿو ملي؛ هوڏانهن ويدن ۾ ته هرهنڌ گهوڙن جي مهما ڏيکاري ڪري پانءِ ته ڪيشي قوم سان سندن بلڪل ويجهو واسطو ڏيکاريو ويو آهي. تنهن مان صاف پڌرو ٿو ٿئي ته ”سپت سندوءَ“ تي آريه لوڪن جي حملي جو سمو عيسوي سنه کان ۱۷ سؤ سال اڳ تي نٿو سگهي.

## داس

آريه لوڪن جي اَچڻ کان اڳ سَپتَ سِندوءُ پرديش (يعني سنڌ ۽ پنجاب) ۾ داس قوم جو راڄ هو. هن وقت ”داس“ لفظ جي معنيٰ ”غلام“ تي ويٺي آهي، پر ويدن ۾ ”داس“ يا ”داش“ بنهي مول شبدن جو اَرٿ ”دينا“ يعني ڏيڻ ڪيو وڃي

---

* L. W. King: A History of Babylon. (1915) P. 125

§ L. W. King: A History of Babylon. (1915) P. 214

## شهر ناس ڪندڙ اِندر

داس لوڪ ننڍڙن ننڍڙن شهرن ۾ رهندا هوا ۽ معلوم
ٿو ٿئي ته اهي شهر ٻاهر جهڳڙندا رهندا هوا. انهيءَ
داس قوم جو هڪ ”دِووداس“ وڃي ”اِندر“ سان ٻانهن
ٻيلي ٿيو، سا ڳالهه رگ ويد ۾ ڪئين ڀيرا آئي آهي. هوڏانهن
داس لوڪن جو اڳوان وِرتر (वृत्र) براهمڻ هو. سندس هڪ
مائٽ جو نالو تِوَشٽا (त्वष्टा) هو ۽ انهي مائٽ اِندر کي
هڪ هٿيار (وَجر) ٺاهي ڏنو. انهي ئي هٿيار سان اِندر
داسن جا شهر ناس ڪيا ۽ آخر سندن اڳوان وِرتر براهمڻ
کي ٻه ماريو. رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ اِندر کي ”پُرندر“
جو لقب ڏنو ويو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي شهر ڊاهيندڙ.

## اِندر جي پرمپرا

”اِن“ ۽ ”دِر“ جي سماس يا ملاپ سان ”اِندر“ شبد
ٺهيو آهي. ”اِن“ معنيٰ جوڌو مثلا सह इना वर्तते इति सेना
يعني جي ٻهادريءَ سان لڙن ٿا سا ٿي سينا. بيبيلونيا
ٻوليءَ ۾ ”دِر“ شبد جو ارٿ چوٽي يا پرمک ڪيو وڃي
ٿو. سو اِندر جو ارٿ ٿيو سينا جو مکي يا سيناپتي.
آهستي آهستي اِندر شبد جو ارٿ 'راڄا' ٿي ويو- جيئن
ته ديويندر، ناگيندر، منجيندر وغيره. پهرئين اِندر
جو نالو ”شَڪر“ (शक्र) هو. ڪانئس پوءِ سندس پرمپرا ڪئين
سال هلي هوندي. نهُش ڪيئن اِندر بڻيو سا ڏند ڪٿا پُراڻن
۾ آئي آهي. رگ ويد ۾ ورڻن ڪيل آهي अहं सप्ताह नहुषो नहुष्टर;
آءٌ سَت مار، نهش، نهشن ۾ اُتم آهيان. انهيءَ ڏند ڪٿا

يگيه وغيره جا اَستان هوندا هئا. مگر اها پَرمپرا آريه لوڪن ٽوڙي ڇڏي. انهن اهو رواج شروع ڪيو ته يگيه وغيره منڊپ ۾ ٿيڻ گهرجن. آرين جا پويان تنبو ڇڏي ڪري رفته رفته گهر ناهي رهڻ لڳا، پو يگيه لاءِ منڊپ ٺهڻ گهرجي سو رواج اَج ڏينهن تائين هلندو اَچي.

## داسن جي هار ڇو ٿي؟

هِنَن رولو ماڻهن پلا داسن جهڙن ترقي پسند ماڻهن کي ڪيئن جيتيو؟ تنهن جو جواب اِتهاس، خاص ڪري هندستان جي اِتهاس، وري وري ڏنو آهي. جي ماڻهو هڪ حڪومت هيٺ رهن ٿا، جا شروعات ۾ پلي سگهي ۽ ڏنوان هجي، تن جي حڪومت جي اختياري نيٺ وڃي هڪ ننڍڙي مٺين گروهه ۾ سوگهي ٿئي ٿي. پوءِ فقط اهو گروهه سک ۽ مزي ۾ رهي ٿو، تان جو گروهه اَندر ماڻهو اختياري هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان لڙندا وڙهندا ٿا وڃن. انهيءَ ڪري عام خلق مٿان پلن جو بوجو وڌندو وڃي ٿو ۽ خلق حڪومت وارن جي نفرت ڪري ٿي. اَهڙي حالت ۾ ڊيبل هيسايل خلق کي جڏهن ڪو سنو وجهه ملي وڃي ٿو، تڏهن پاڻ ۾ هڪ ٿي هوءَ اختياري وارن تي حملو ڪن ٿا ۽ کين ختم ڪن ٿا. عيسوي سنه تيرهين صديءَ جي شروعات ۾ چنگيزخان مغلن جي فوج ناهي ڪيترين حڪومتن کي مٽيءَ سان ملائي ڇڏيو. ساڳيءَ طرح پاڻ ۾ لڙندڙ جهڳڙندڙ داسن کي آريه لوڪن سولائيءَ سان جيتيو، ته ڪهڙو عجب!

پلي پنهنجي لاءِ گهرُ." پر ترودن جواب ڏنو ته "مونکي پنهنجي لاءِ ورُ نه گهرجي." تڏهن اِندر کيس اها بابت بنائي جا سچ هئي، ڇو جو اِندر سچ آهي چپائينس ته "مونکي جاڻ: منش لاءِ اهوئي لاڀ ڪاري آهي ته مونکي جاڻي. ترشنا جي پُتر ترِشيرش کي مون ماريو. اَرورمگ نالي يتين کي مون ڪتن جو ڀک ڪيو. ڪئين صلحنامن جي پڇڪري ڪري ديولوڪ ۾ پرهلاد جي پوئلڳن کي، آڪاش ۾ پؤلومن کي، پرٿوي تي ڪال ڪاشين کي مون ناس ڪيو. تنهن سمي منهنجو هڪ وار به ونگو نه ٿيو. انهي پرڪار جو مونکي جاڻي ٿو تنهن پاپ ماتا جو وَڌ، پتا جو وَڌ، چوري، گرڀ جي هتيا وغيره پاپ ڪيا هجن، يا ڪري رهيو هجي، پر کيس تر جيتري به هبڪ نه ٿيندي: نه سندس چهري جي پني ترماتر به ڦري ويندي."

پنهنجو راج قائم ڪرڻ لاءِ اِندر مٿي جاڻايل مثال ۾ ذڪر ڪيل ڪيترا اَنياچار ڪيا جن جو ورنن خود 'رِگ ويد' ۾ مليٿو. مگر رگو اِندر نه، پر جنهن ڪنهن به شخص کي پنهنجو راج جماڻو پيو آهي سو پنهنجي پرائي جو ويچار نٿو سوچي سگهي، نڪي ڪي ديا مايا جو پاوُئي رکي سگهي ٿو: نه هو صلحنامن جي ٽٽي وڃڻ جو ڊپ ڌاري سگهي ٿو. شيواجي مهاراج جڏهن چندرراو موري کي ماريو، سا ڳالهه نياءُ هئي يا اَنياءُ، تنهن بابت بحث ڪرڻ پاڻي ولوڙڻ آهي، شيواجي مهاراج

۾ ضرور ڪجھ مڙيوئي سار هوندو.

## اِندر جي پوڄا

ٻيبيلونيا ۾ هڪ اهو رواج هو تہ سيپني اوسي پاسي جي راجائن کي يڳيہ ۾ ڪونائي ڪين سوم رس پيئاري ويندي هئي. اُنهي اَوسر تي سندن اُستتي جا ”سنتوتر“ يعني ڪيرتن ڳايا ويندا هئا. اِندر بابت منتر گهڻي قدر انهي قسم جا آهن. اِندر جي پد (يعني جڳهہ) ختم ٿيڻ کانپوءِ بہ اهي ڪيرتن جا ”سنتوتر“ رچيا ويندا هئا ۽ سندن اُتنو اُونڌو ارٿ ڪيو ويندو هو. انڪري اهو ويچار قائم ٿي ويو تہ اِندر آڪاش جي ديوتائن جو راجا آهي، تان جو ڪيترن هنڌ انهن منترن جو ارٿ اهڙو ڪيو ويندو هو جو سمجھہ ۾ نہ ايندو هو. پوءِ تہ ماڻهن ائين ڪٿي سمجهيو تہ سڪڻن شبدن ۾ بہ منترن جوڪو مڙيوئي پرڀاو آهي.

## اِندر جو سڀاو

تہ سپت ـ سندُ ملڪ ۾ راج استاپن ڪرڻ وارو سينا پتي اِندر هڪ منش هو، تنهنجي پڪي ثابتي رگ ويد ۾ ملي ٿي. هن منش جو ڪهڙو سڀاو هو تنهنجي بہ ٿوري ڪل ”ڪؤ شيتڪي اُپنشد“ ۾ ملي ٿي. سا هيءَ آهي تہ:-

دِووداس جو پُٽر پَرتَردَن (प्रतर्दन) جنگ جوئي بهادري ڏيکاري اِندر جي پياري محل ۾ ويو. اِندر چيس تہ ”هي پرتردن مان توکي هڪ وَر ڏيان ٿو. پَرتَردَن چيس تہ ”موکي اهڙو وَر ڏيو جو منش جاتيءَ لاءِ ڪلياڻ ڪاري هجي.“ اِندر چيس تہ ”وَر ٻين لاءِ نہ گهريو ويندو آهي؛ تون

۾ لکيل آهي ته توشتا جي پٽ وشوروُپ کي اِندر پنهنجي پروهت جو پد ڏنو، پر متان پوءِ ڀ وهم نه کري تنهن ڀپ کان کيس به ماري وڌائين.* پوءِ به پروهت جو پد هڪ نه ٻئي براهمڻ کي ملندو رهيو. راج نيتيءَ کان دور رهڻ کري براهمڻ جاتي ساهتيه جي واڌاري ۾ لڳي رهي.

## ويدن جي ڀاشا

داس لوڪن ۽ آريه لوڪن جي ڀڏ کري هڪ نئين ٻولي نڪتي. اِها ٻولي ويدن جي ڀاشا هئي. جنهن ريت مسلمانن ۽ هندن جي جنگين کري هندوستان ۾ اُردوءَ نالي هڪ نئين ٻوليءَ جو جنم ٿيو انهيءَ ريت ويدن جي ڀاشا به پيدا ٿي. مگر جيئڪو اُتم اَستان ويد ڀاشا پاتو سو نه اُردوءَ پاتو ۽ نه پائي سگهندي. ويد ڀاشا فقط ديو-واڻي بڻي رهي.

انهيءَ ويد ڀاشا جو اَرٿ نيڪ سمجهڻو هجي ته بيبيلونيا جي ٻولين جو علم نهايت ضروري آهي. ڪن مُول شبدن جو اَرٿ ڪيئن بدلجي ويو آهي، سو ته ”داس“ ۽ ”آريه“ شبدن جي اَرٿ مان سمجهجي ٿو. ”داس“ شبد جو مُول اَرٿ ”داتا“ هو؛ مگر اَڄ هن شبد جو اَرٿ ”غلام“ ٿي ويو آهي ۽ ”آريه“ شبد جو اصلوڪو اَرٿ ”گهومو“ هو، پر اڄ انهي شبد جو ارٿ

---

*هندي سنسڪرتي ۽ اَهنسا. صفحه ١٩.

جي نياءُ ۽ اَنياءُ جي ٻکيڙي ۾ ٻوڙي ها ته هو پنهنجو
راڄ قائم نه ڪري سگهي ها. راڄ ۾ رهندڙ ٻيا هڙئي خسيس
پاپ پڄ جي ڳالهين کي وزن نه ڏيندا آهن. هو ته ايترو ئي
ڏسندا آهن ته لٽي پٽي راڄ جي اِستاپن ٿيڻ سان رواجي
جنتا جو ڀلو ٿيو يا بُرو.

## آرين جي حڪومت مان لاڀ

انهيءَ نقطه نظر کان ڏسبو ته پتو پوي ٿو ته اِندر يا
آريه لوڪن جي راڄ مان سپت-سنڌو ۾ رهندڙ ماڻهن
جو وڏو ڀلو ٿيو هوندو. ننڍيڙن ننڍيڙن شهرن ۾ بار بار
ٿيندڙ جهيڙا جهٽا بند ٿي ويا، جنهن ڪري ماڻهن کي
سک ۽ سانت نصيب ٿيو. مرهٽن جي اِتهاس ۾ ڏسبو ته
خود پيشوائن جي مٿن ماڻهن پوني جي شنوار واڙي مٿان
(يعني پيشوائن جي محل مٿان) وڃي انگريزن جو جهنڊو
چاڙهيو هو. اِئين ٻه چيو وڃي ٿو ته پيشوائن جي حڪومت
ختم ٿيڻ تي ٻين هندن يعني براهمڻن خوب جشن منايا.
ساڳيءَ طرح وِرتر جيتوڻيڪ براهمڻ هو تڏهن ٻه کيس
ماري اِندر سنڌس ديس سپت-سنڌوءَ ۾ گهرو جهڳڙا
بند ڪيا. اِنهيڪري اِهو سڀاويڪ هو ته اُتي جي پرجا
اِندر جي جَسُ پڪارڻ لڳي. انهيءَ طرح ڏسبو ته داس
لوڪن ۽ آرين جي جنگ ڪري جيڪي سنا نتيجا نڪتا
تن ۾ مکيه هي هو ته سپت-سنڌو ديس ۾ هڪ نموني
جو صلح سانت قائم ٿي ويو. ٻيو نتيجو اِهو نڪتو جو
راڄ نيتيءَ ۾ براهمڻن جو زور ٽٽي پيو. رِگ ۽ يجر ويدن

هجي تنهن ۾ ڪهڙو عجب. مگر اتي ڪيس هڪ ٻاڻ جهڙو مخالف مقابلي ڪرڻ وارو نظر آيو. ديوڪيءَ جو پٽ ڪرشن ڳئن جو ڳنوار هو. اندر راجا جي يگيه ڪرڻ واري سنسڪرتي هو سو ڪار ڪرڻ لاءِ تيار نه هو؛ سو اندر مٿس حملو ڪيو. ڪرشن وٽ ڪا گهوڙي سوار سٺنا نه هئي. پر مقابلو ڪرڻ لاءِ هن هڪ انڪل ڪري اهڙي عمدي جڳهه وڃي جهلي جو هن اڳيان اندر جي هڪ به نه هلي سگهي. ورهسپتيءَ جي مدد سان ڪيئن به ڪري هو پنهنجي جان بچائي ڀڄي هئي ويو. هن ڳالهه جي ثابتي رگ ويد (۱۵-۱۳-۹۶-۸) جي ڪن منترن ۾ ۽ ڀاڳوت ۽ ٻين پراڻن جي ڏند ڪٿائن مان ملي ٿي.*

يلا جي يگيه وغيره جي سپيتا ڪي ڪرشن مڃڻ لاءِ تيار نه هئو ته پوءِ ڇا ڪي مڃيندو هئو؟ ڇو ن ته انگرس رشيءَ ڪيس هڪ سڌي سنواٽي يگيه جي ريت ٻڌائي ڇڏي هئي. انهي يگيه ۾ هي ڏکڻائون ڏيون هيون:- تپشيا، دان، سنئون مارگ ونڊ اهنسا ۽ سٽ وچن अथ यत्तपो दानमार्जवमहिंसा सत्यवचनमितिता अस्य दक्षिणा: § هن مان معلوم ٿئي ٿو ته آريه لوڪن ۽ داس لوڪن وچم جا يڌ لڳي تنهنمر جيڪا ٽتين جي سنسڪرتي سپت-سندو ۾ داس تي ويٺي هئي، تنهن جو ڪجهه انش گنگا-جمنا

---

*ڀارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ۲۲-۲۵.

§ڇاندوگيه اُپنشد ۶-۴-۱۷-۳.

"سريشت"، "اُدار" ۽ "مهان" ڪيو وڃي ٿو.

## آريه لوڪن جي جيت ڪري ٿو آهي

داس لوڪن ۽ آريه لوڪن جي جنگ مان وڏو نقصان هي ٿيو جو عمارتون ناهڻ ۽ شهر رٿڻ جو جيڪو هنر، جو داس ڄاڻندا هوا، سو ڇٽ ٿي، ويو. سنڌ ۽ پنجاب ۾ جيڪا جڳهين اڏڻ ۽ شهرن ناهڻ جي ڪلا پراچين ڪال کان هلندي آئي هئي سا هندوستان تائين نه پهتي. پر نه جهنگل واسي ڀتي لوڪ ڪيئن رهندا وسندا هوا سو ڄاڻڻ جي واهه ڪانه رهي آهي. مٿي ڏنل مثال ۾ ڄاڻايل آهي ته اِندر راجا يتين کي ڪتن جو ڀڪ ڀڃايو. مول شبد آهي "सालावृक" جنهن جو اَرٿ "ريڍون" به ٿي سگهي ٿو ۽ "ڪتا" به ٿي سگهي ٿو. ٽيڪاڪار ته "ريڍن" جو اَرٿ ڪيو آهي. پر اِندر وٽ ڪيترا شڪاري ڪتا به هوا، سو لڳي ٿو ته گهڻو ڪري اِهي ڪتا يتين مٿان ڇيڙيا هوندائين! اِنهن يتين جو سماج مٿان ڪو ڇڱو وڏو پرڀاو هوندو، نه ته انهن کي مارڻ جي ضرورت اِندر نه سمجهي ها. مگر اهي ڀتي لوڪ ڪهڙا هوا، ماڻهو انهنکي ڇو مڃيندا هوا وغيره ڄاڻڻ جو اسان وٽ ڪو به اُپاءُ نه رهيو آهي.

## سري ڪرشن پاران آرين جي سنسڪرتيءَ جو ورود.

نه سپت-سنڌوءَ مٿان حڪومت قائم ڪرڻ بعد اِندر راجا پنهنجن ڪاهن جو رخ وچ هندستان ڏانهن ڦيرايو

'مهاڀارت' ۾ سري ڪرشن بابت جيڪي ڪٿائون اچن ٿيون تن مٿان سرسري نظر ڦيرائڻ مان به پتو پوندو ته اهي ڪٿائون پوءِ گڏيون سڏيون ويون آهن. ٻيو نه ته اينترو قبول ڪرڻو ٿو پوي ته اِندر سان يڌ ڪرڻ وارو ڪرشن ۽ 'مهاڀارت' وارو ڪرشن ساڳيا مڙس نه آهن. آترو ويد (ڪانڊ ٢٠، سوڪتر ١٢٧) مان اها ڳالهه پڪي طرح سِڌِ ٿئي ٿي ته پانڊون جي پوين پر يڪشت ۽ جنميجيه ٻنهي ڄڻن گڏجي ويدن جي سنسڪرتيءَ کي اڳهو آسرو ڏنو.*

مٿي ڏنل "ڇاندوگيه اُپنشد" جي مثال مان ۽ پالي ساهتيه واري "سُت نپات" اندر ڏنل "براهمڻ-ڌامڪ" سُت مان اينترو پڌرو ٿئي ٿو ته جينوٽيڪ سپت-سنڌو ديس مان پنهنجي سيپتا ناس ٿي وئي تڏهن به اها سيپتا مڌيه ديس ۾ مکيه طرح براجمان هئي.§ سپت سنڌو ديس جا چار ورڻ مڌيه هندستان ۾ به استاپن ٿي ويا هوا. فرق فقط اينترو ٿيو جو آريه لوڪن جي جيت ڪري سپت سنڌوءَ جي براهمڻن آريه لوڪن جي يگيه وغيره واري سيپتا کڻي سويڪار ڪئي. مڌيه هندستان ۾ جينوٽيڪ براهمڻ اگنيءَ جي پوڄا ڪندا هوا، ته به انهيءَ پوڄا ۾ پراٽين جو بلدان نه ڪندا هوا. ڇانورن، جَون وغيره اناجن

---

*پارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ٣٧-٣٨

§پارتيه سنسڪرتي ۽ اهنسا، صفحو ٣٩-٤٠

جي پرديش ۾ رهجي ويو هو. متي ڏنل مثال مان جاڻ
پوي ٿي ته هن پرديش ۾ ڪرشن جهڙو راجا تپسيا ڪندڙ
اهنسڪ منين جو ڀڳت هو.

## ويدن جي سنسڪرتيءَ جو وڪاس

پر انهيءَ اهنسڪ سڀيتا جي ڪا خاص اُنتي نه ٿي.
راج نيتيءَ مان هٽي وڃڻ بعد براهمڻن هڪ پاسي ساهتيه
ڏي ۽ ٻئي طرف لوڪ ڪلياڻ ڏي وڌيڪ ڌيان ڏنو.
هندستان ۾ سڀني کان جهونو وِشو وديالو ٽڪشلا ۾
هو. وديالي ۾ براهمڻ نه رڳو ويد وديا ڏيندا هوا، پر
گڏوگڏ ڌنش وديا ۽ ويد وغيره شاسترن جي وديا به
ڏيندا هوا. سپت-سنڌوءَ مان اِندر راجا جي پوين جو
راج جيتوڻيڪ ختم ٿي ويو، پر انهيءَ پرمپرا راج ڪري
جا ٿيئن سنسڪرتي اُڀين ٿي تنهن جو راڄ نه رڳو شروع
ٿيو پر اڳتي وڌندو ويو.

## وچ ڀارت ۾ ويدڪ سنسڪرتيءَ جي جَڙ

ڪرشن کان اِندر هار کاڌي تنهن کان ڇهه ست سؤ
سال پوءِ پانڊو ڪُل جي ٻن راجائن- پريڪشت ۽ سنڌس
پٽر جنميجيه- جا سنسڪرتي سپت-سنڌو ديس ۾ پيدا
ٿي هئي سا سنسڪرتي گنگا-جمنا جي ديس ۾ داخل
ڪئي. ويدشاسترن ۾ ڪا اهڙي ثابتي نٿي ملي ته پانڊو
لوڪن کي آريه سنسڪرتي ڪا پسند هئي. ڪرشن ۽
پانڊون جي وچ ۾ ٻيو نه ته ڇهه سؤ سال نبري ويا هوندا.

رشي مني صفا ميٺڃي نه ويا، پر جهنگلن ۾ تپسيا ڪندي ڪنهن نموني ٽڙ ڪائي ويا.

## اجوڪا مثال

اهو حال سمجهائڻ لاءِ اَجوڪي اِتهاس مان هڪ مثال ڏيڻي سگهجي ٿو. جڏهن پشچمي لنڪا تي پورچوگيزن وڃي قبضو ڪيو تڏهن اُتي جي ٻڌ ڌرم جي مندرن ۽ ڀڪشوُ وِهارن کي ڊاهي سيني کي زوريءَ عيسائي ڌرم ۾ داخل ڪيائون. تنهن وقت لنڪا جو راجا ٻُڌ ڀڳوان جو ڏند ساڻ کڻي ”ڪئنڊي“ پرڳڻي جي جهنگلن ۾ ڀڄي ويو ۽ اُتي پهاڙ جي اوٽ ۾ هن هڪ نئين راجڌاني بنائي. پشچمي لنڪا ۾ جيڪي ٻڌ ڌرم جا ڀڪشوُ* يعني سنياسي پورچوگيزن جي چنبي مان ڀڄي ويا سي جيترا ٿي سگهيا اوترا ٻڌ ڌرم جا شاستر ساڻ کڻي ڪئنڊيءَ جي پهاڙي پرديس ۾ راجا جي اَجهي ۾ وڃي ويٺا. ساڳيءَ حالت ڪجهه قدر گوئا ۾ به بڻي. اُتي به پورچوگيزن سڀ کان پهرين ٣ تعلقا - سالشٽي، بارديس ۽ تسواڙا - هٿ ڪيا ۽ ڪن سالن بعد ماڻهن جا مندر ڊهرائي ڪين زوريءَ ڪئٿالڪ مذهب ۾ داخل ڪيائون. اُنهيءَ وقت ڪي هندو پنهنجون ملڪيتون اَکوڻلو ڪري ۽ پنهنجا ديوتائون ساڻ کڻي، سَنوديڪر نالي هڪ ويجهي ديسي راڄ ۾ اَجهي لاءِ ڀڄي ويا. هن وقت به سالشٽي تعلقي مان

---

* بکيا ونندڙ سنياسي.

سان ٿي اگني ديوتا جي پوڄا ڪندا هوا. پر جنهن وقت
راجا پريڪشت ۽ جنميجيہ يگيہ وغيره شروع ڪيا تنهن
وقت اها پراڻي اهنسا واري براهمڻ سنسڪرتي ڇڻ ڇٽ
ٿي چڪي هئي ۽ سندس جڳهہ تـي هنسا واري يگيہ
وغيره جي ريت زور شور سان قهاڄي رهي هئي. سو
سپت سنڌو ۽ جي بدران جمنا - گنگا وارو وچون ديس ٿي
”آريہ ورت“ سڏجڻ لڳو.

## اهنسا قائم رهي

اها ڳالهہ صحيح آهي تہ پراڻي اهنسا واري اگني
پوڄا ڇڻ ميسارجي ويئي، پر پوري طرح ڇٽ تہ ڪا نہ ٿي
هئي. راجائن جي درٻارن ۾ مٽيئن درجي وارن ماڻهن
تي سندس پرڀاو گهٽجي ويو هو. پر جهنگلن جي اُجهي
۾ ڪافي بچي رهي. يعني تہ جي لوڪ اهنسا واري
سڀيتا کي ڇهڻي پيا، سي جهنگل ۾ قل قول تي نرواهہ
ڪري پنهنجي تپسيا تـي پڪا رهيا. ٻڌ ڌرم جـي
”جاتڪ اُنڪتا“ ۾ اهڙن لوڪن بابت انيڪ ڪٿائون
ملن ٿيون. ٻلدان واري نئين آيل سڀيتا کان وياڪل ٿي
ڪئين برهمڻ ۽ ٻين ورڻن وارا جهنگل ۾ وڃي ۽ آشرم ٺاهي
پنهنجون تپسيائون ۽ ساڌنائون ڪندا رهيا. سال ۾ ڪجهہ
ڏينهن اهي ماڻهو ڪنهن ۽ ڪاريون شيون ڪاڻڻ جـي
چشڪي وٺڻ لاءِ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اچـي نڪرندا هوا ۽
بوءِ وري پنهنجن آشرمن ڏي موٽي ويندا هوا. تاسپ پرج
هي تہ سپت - سنڌو جي ٻنيين وانگر مڌيہ هندستان جـا

پڳل هندن جا ديوتا ٿيون، سنڌو ڏيکي رياستن ۾ رهيا آهن،
وقت گذرندي پورچوگيزن هن رياستن تي به قبضو ڪيو،
پر پوءِ هُنن هندن جي ڌرم ۾ بيحد اندازي نه ڪئي.
آسين چئي سگهون ٿا ته ڪنهن قدر مڌيه هندستان ۾
اهنسا واري سڀيتا جي به اها ئي حالت بڻي.

## اهنسا جو پرڀاوُ

راجا پريڪشت ۽ جنميجي ڏور ڏٻر سان ٻين جاڙهن
واري ريت ماڻهن مٿان نه مڙهي پر جان ٿي انهي ۽ ريت
کي راج جو سهارو مليو تان ئي براهمڻن پاڻ مراد ڪئي
اها سوڪار ڪئي. جن کي اها ريت پسند نه هئي سي
وات وٺي جهنگل ڏي هليا ويا ۽ اتي تپسيا جو آسرو
وٺي پنهنجي پرمپرا قائم رکيائون. جهڙي ۽ طرح پورچوگيزن
ڏوارن عيسائي بنايل هندن ۽ ٻوڌين مٿان اڄا به هندو
۽ ٻڌ ڌرم جي سڀيتا جو پرڀاوُ رهجي ويو آهي، ساڳي ۽
طرح مڌيه هندستان جي پراچين اهنسا واري سڀيتا جو
ٿورو گهڻو پرڀاوُ اتي جي رواجن جي مٿان رهجي
ويو آهي.

ٻن ۾ ڙ هينڌ ڙ رشي مني جڏهن ڪڏهن شهرن ۾ گهمندا
ويندا هوا، تڏهن ماڻهو وڏي آدر ستڪار سان سندن
پوڄا ڪندا هوا. مگر آخرين سڀي ۾ شهرن ۾ ٻليدان ۽ يگيه
وغيره ٿيندا رهندا هئا.

## يگيه واري سڀيتا جو وڪاس

رشين منين جو مان ۽ آدر بيشڪ ٿيندو رهيو پر

ويندو هو ۽ انهن مهاجنن جو سڀاپتي مهاراجا سڏيو ويندو
هو. ٻڌ جي زماني ۾ اها "مهاجن سنا" واري راڄنيتي
روز بروز ڪمزور ٿيندي رهي ۽ تنهن بدران انهن ديسن ۾
هڪ راڄا جي سَتا يعني حڪومت واري راڄنيتي تيزيءَ سان
زور پوندي ٿي ويئي. اها گهٽنا جو بٽي تنهن تي ويچار
ڪرڻ کان اڳ چڱو ٿيندو ته مٿي ڄاڻايل انهن سورهن ديسن
بابت جيڪا ڄاڻ اسانکي ملي ٿي سا ٿوري ۾ هت ڏجي.

### (١) انگ (अंग)

انگ ديس مگڌ ديس جي پورب طرف هو. انگ
جي اُتري ڀاڱي کي "اَنگوُترايہ" (अंगुत्तराय) چوندا هئا.
مگڌ ديس جي راڄا جڏهن انگ ديس کي جيتيو تڏهن
اُتي جي "مهاجن سنا" واري راڄنيتي ختم ٿي ويئي.
اَڳئين وقت جي مهاجن يعني راڄائن جو اولاد اُتي رهندو
هو. پر اُن هوندي بہ سندن سوتنتر طاقت نہ رهي هئي؛
۽ وقت گذرندي تہ انهيءَ ديس جو نالو ئي ڦري
"انگ-مگڌ" سڏجڻ لڳو.

"ترپٽڪ" گرنٿ ۾ ڪيترن هنڌ اهڙو اشارو آيل
آهي تہ ٻڌ ڀڳوان انگ ديس ۾ اُپديش ڏيندو رهندو
هو. نہ رڳو ايترو پر انگ ديس جي مکيہ شهر چمپا نگريءَ
۾، گگرا راڻيءَ جي ناهيل تلاءِ جي ڪناري تي برسات
جو چؤماسو (چُترماس) گذاريندو هو. پر اهو چمپا نگر بہ
شايد ڪنهن اَڳئين قديمي راڄا جي هٿ هيٺ نہ هو.
راڄا بمبسار اهو نگر هڪ سوڻ ڏنڊ (सोणदण्ड) نالي براهمڻ

## آڌياءُ (٢)

# ٽنهن وقت راڄڪيٽڪ حالتون

## سورهان راشٽر

''यो इमेसं सोलसन्नं महाजनपदानं पहूतसत्तरतनानं इस्सराधिपच्चं रज्जं कारेय्य सेय्यथींद–

(١) اَنگانم (٢) مَگڌانم (٣) ڪاسينَم (٤) ڪوسلانَم (٥) وَڄينم (٦) ملانم (٧) چيتيئنَم (٨) وَنسانم (٩) ڪُرُوُنم (١٠) پنچالانم (١١) مڇانم (١٢) سوُرسينانم (١٣) اَسڪانم (١٤) اَوُنتينم (١٥) گنڌا رانم (١٦) ڪنبو جانم.''

هيءَ ياداشت ''اَنگوُتر نڪايه'' ۾ ڇهن هنڌ ڏني ويئي آهي. ''لَلِت وِستار'' جي ٽئين اَڌياءَ ۾ به اِئين ورتل ڪيل آهي ته ٻڌ ڀڳوان جي پيدا ٿيڻ کان اَڳ ''جنبوُ ڊوِيپ'' يعني هندوستان ۾ اَلڳ اَلڳ سورهان راڄ هئا. پر انهن سورهن مان فقط اَٺن راڄن جا راڄ ڪُلَ ورتل ڪيل آهن. انهن ديسن ڏي اِشارو بهوُ وچن (*Plural*) ۾ ڪيل آهي. انهيءَ مان اِئين لڳي ٿو ته انهن ديسن اَندر ڪنهن زماني مهاجن ستا يعني جنتا جي حڪومت هلندي هئي. انهن ديسن جي مهاجنن کي راجا ڪوٺيو

مارگ ڳولي ڪڍيو. وارانسي يعني بنارس ۾ پهريون
اُپديش ڏيئي پنهنجن پنجن چيلن سان گڏهن بُڌ ڀڳوان
راڄگرهه ۾ ورتي پڌاريو. تڏهن بمبسار راجا چيلن سان گڏ
رهڻ لاءِ ڪيس ڀيلوُ بن (ويڻوُ ون) نالي هڪ باغ بخشيو.
انهيءَ باغ ۾ ڀڪشن* جي رهڻ لاءِ ڪو وهار§ هو، تنهن
جو ڪتي به بيان نٿو ملي. ته انهيءَ ڀيلوُ بن ۾ بنا ڪنهن
ڏِ ڀي ڏاوَ جي ۽ سندس اجازت سان بُڌ ۽ سندس ڀڪشو
رهن، سو انهيءَ ڏان مان سمجهڻ گهرجي. بلڪ انهيءَ
مان ايترو به پڌرو آهي ته بُڌ ۽ سندس ڀڪشو سنگهه
لاءِ بمبسار ڪي آڌار هو.

نه رڳو بُڌ جي ڀڪشو سنگهه کي پر انهيءَ سمي ۾
جيڪي به شرمڻ يعني سنياسين جا وڏيرا سنگهه هئا تن
کي به راجا بمبسار اڄهو آسرو ڏنو. ته ساڳئي سمي ۾ اهي
سڀ سنياسين جا سنگهه راڄگرهه جي آس پاس رهندا
هئا تنهنجو پتو ديگهه نڪايه ۽ مڄهم نڪايه ٻوڌ شاسترن
مان پوي ٿو.

هڪ ڏينهن راجا بمبسار جو پٽر اڄاتشترو (अजातशत्रु)
پنهنجن منترين ساڻ پورنيما جي رات جو پنهنجي محل
جي ڪُنڌ تي ويٺو هو. اوڏي مهل سندس من ۾ آيو ته
سنياسي (سنگهن جي ڪنهن وڏي سان جيڪر ملان.
تڏهن سندس منترين واري سر هر هڪ سنياسي سنگهه

* بکيا تي رهندڙ، بُڌ ڌرم جا سنياسي.
§ ڀڪشن جي رهڻ جو آستان.

کي انعام ۾ ڏئي ڇڏيو هو. شهر جي دان ۽ پينائن مان
سوڻ ڌن براهمڻ رکي رکي يگيا وغيره ڌوم ڌام سان
ڪندو هو.*

## (٢) مگڌ (मगध)

ٻڌ ڀڳوان جي زماني ۾ مگڌ ۽ ڪوشل ديسن وچ ۾
برابر چڪتاڻ هلندي رهندي هئي ۽ ٻئي ديس پوري
طرح هڪ مهاراجا جي حڪومت واري سرشتي جي چنبي
۾ ڦاسي پيا هئا. پر جيئن ته مگڌ جو راجا بمبسار ۽ ڪوشل
جو راجا پسيند (प्रसेनजित) ٻئي سڄڻ پرش هئا، تنهڪري
سندن هڪ جهڙو واري راڄ پرجا لاءِ سکدايڪ هو. اُئين
برابر هو ته ٻئي راجائون يگيه وغيره کي خوب همٿائيندا
هوا. تنهن هوندي به سندن راڄ ۾ شرمڻن يعني گهومرو
سنياسين کي پنهنجي ڌرم جي اُپديش ڏيڻ جي
آزادي هئي. نه رڳو ايترو پر بمبسار راجا ته انهن شرمڻن
يعني سنياسين کي رهڻ لاءِ جڳهيون ڏئي ۽ ٻيا بندوبست
ڪري ڪين همٿائيندو هو. گوتم جڏهن ڀريون پيرو
سنياس وٺي راجگره ۾ پڌاريو تڏهن بمبسار راجا، اُتي
پانڊو پهاڙ پرسان وڃي کيس پنهنجي سينا ۾ هڪ اعليٰ
عهدو سويڪار ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي. پر گوتم ٻڌ ته
مريو ۽ تپسيا ڪرڻ واري فيصلي تي پڪو رهيو. گيا
جي پرسان اُرُويل (उरुवेल) شهر ۾ وڃي ڪري هن تپسيائون
شروع ڪيون، تان جو آخر ۾ هن تتوگيان جو وڄون

---

*ڏسو: ”ديگهنڪايه“ جو سوڻڊنڊ سُتُ.

هيڪ نہ ٿي. انهيءَ وقت راڄگرهہ جي آس پاس سنياسين
جي وڏن سنگهن جا ڇهہ نيتائون رهندا هوا. اها ڳالهہ
جيڪڏهن ڌيان ۾ رکبي تہ ايترو صاف نظر ايندو تہ
اجاتشترو پنهنجي پتا کان بہ وڌيڪ سنياسين جو آدرسنڪار
ڪندو هو. نہ رڳو ايترو پر سندس اپامڪاريءَ ۾ مگڌ
ديس مان يگيہ وغيره جو رواج ختم ٿيندو ويو ۽ ڏيري
ڏيري سنياسي سنگهن جي مهما وڌندي رهي.

مگڌ جي راڄڌاني راڄگرهہ ۾ هئي. اهو شهر بهار
پرديس ۾ تلِيا اسٽيشن کان ١٦ ميل پري آهي. چئن ئي
پاسن کان پهاڙ آئس، جن جي وچ ۾ شهر وسيل آهي. شهر
۾ گهرڻ لاءِ پهاڙن جي گهاٽين مان بہ رستا هوا، جنهنڪري
دشمن کان شهر سولائي سان بچائي سگهبو هو. ممڪن
آهي تہ انهيءَ ڪري ئي اهو شهر پهاڙن جي وچ ۾ اڏيو
ويو هو. مگر اجاتشتروءَ جي طاقت ايتري قدر وڌي
ويئي جو هُن پهاڙن جي پيٽ ۾ رهڻ جي ضرورت نہ
سمجهي. پڻ ليڇوان جي پرنرواڻ يعنيٰ ديهانت کان اڳہ
اجاتشترو هڪ نئون شهر وسائڻ لڳو هو ۽ آخر اُتي وڃي
پنهنجي راڄڌاني ڪيائين.

اجاتشتروءَ کي ”وئديهي پُتر“ بہ سڏيو ويو آهي.
تنهنمان اِئين پيو لڳي تہ سندس ماتا وِديهہ ملڪ جي
هوندي. جين ڌرم جي ”آچارنگ“ شاستر ۾ اِئين اشارو
ڪيل آهي تہ سندس ماتا ”وَجي“ راڄائن مان هڪ
راڄا جي ڪنيا هئي. پر ”ڪوسل سنيُت“ جي پڙهين ياڳہ

جي وڏي جي ساراهہ ڪئي ۽ هرهڪ سان ملڻ لاءِ راجا کي وينتي ڪئي. اوڏي مهل سندس گهر جو ويڄ ڇپن کي چنو لڳائي وينو رهيو. تڏهن اجاتشتروءَ کانئس بہ پڇيو. جواب ۾ هن پيگوان ٻُڌ جي اِستتي ڪئي ۽ ساڻس ملڻ لاءِ راجا کي مڃايو. جيتوڻيڪ سنگهہ جي وڏن ۾ ٻڌ عمر ۾ سڀني کان ننڍو هو ۽ سندس سنگهہ کي ٻرپا ٿئي ٿورائي ڏينهن ٿيا هوا، تڏهن بہ ٻڌ سان ئي ملڻ جو فيصلو اجاتشتروءَ ڪيو ۽ پَروار سوڌو درشن لاءِ جيوڪ ويڄ جي اَنب ون ڏي ويو.

اجاتشترو پنهنجي پتا کي قيد ڪري، ڪيس ماري، پاڻ گديءَ تي وينو. مگر سندس پتا جيڪو آدرسڪار سنياسين ۽ شرمڻن کي ڏيندو هو اوترو ئي آدر هي بہ ڏيندو رهيو. بمبسار راجا جي موت کانپوءِ ٻڌ پيگوان اَڪثري راجگرهہ ڏي نہ ويندو هو. مٿيون موقعو انهن مان هڪڙو هو جڏهن هوُ ويو هو.

راجا تيڻ کان اَڳ ٻڌ جي سؤٽ ديودت، راجا بمبسار کي پنهنجي طرف ڪري، ٻڌ پيگوان مٿان 'نِيلگِري' مست هاٿي ڇيڙڻ جو منصوبو سٽيو، سا ۽ ٻيون اُهڙيون ڳالهيون وِنيہ پِٽڪ شاستر ۾ لکيل آهن. پر انهن ۾ ڪيتري قدر سچ هوندو سو چوڻ ڏکيو آهي، پر ايترو صحيح ٿو لڳي تہ ديودت تي بمبسار جو هٿ هو ۽ شايد انهيءَ ڪري ٻڌ پيگوان راجگرهہ کان پاسو ڪندو هو. پر جڏهن هوُ راجگرهہ ۾ پڌاريو تڏهن ساڻس ملڻ ۾ اجاتشتروءَ کي ڪا بہ

## (٣) ڪاسي (कासी)

ڪاسي يا ڪاشيءَ جي راڄڌاني وارائسي (بنارس) هئي. انڪتا مان معلوم ٿو ٿئي ته هن ديس جي ڪيترن راڄائن کي ”برهمدت“ ڪري چوندا هوا. ديس ۾ حڪومت جو سرشتو ڪهڙو هو تنهن بابت ڪا خاص خبر نٿي پوي، پر ايترو پتو پوي ٿو ته ڪاشيءَ جو راڄا (مهاڄن) ڏاڍو ئي اُدار دل هو. سندس راڄ ۾ ڪلا ۽ ڪاريگريءَ جو به خاصو ئي واڌارو ٿيو هو. ٻڌ ڀڳوان جي سمي ۾ عمدين شين کي ”ڪاسڪ“ يعني ڪاشيءَ جون نهيل چوندا هوا. ڪاسڪ وستر، ڪاسڪ چندن وغيره ترپٽڪ ساهتيه ۾ ڪئين پيرا لکت ۾ آچي ٿو. وارائسي جي اَشوسين راڄا جي هڪ راڻي واما جي پيٽ مان جين ڌرم جي ٽيويهين تيرٿنڪر پارسنات جنم ورتو هو. پارسنات پنهنڄو اُپديش گوتم ٻڌ جي جنم کان اڳ اٽڪل ٢٤٣ سال ۾ شروع ڪيو هو. تنهن مان اسين اهو به چئي سگهون ٿا ته ڪاشيءَ جا مهاڄن رڳو ڪلا ۽ ڪاريگريءَ ۾ نه پر ڌرمي ويچارن ۾ به اڳيرا هوا. پر ٻڌ جي سمي ۾ هن ديس جي سوتنترتا ناس ٿي چڪي هئي ۽ اهو ديس ڪوسل ديس ۾ گڏجي سڏجي ويو هو. جهڙي طرح ”انگ-مگڌ“ جو گڏيل نالو هليو هو، اهڙي طرح ”ڪاسي-ڪوسل“ جو گڏيل نالو به چالو ٿي ويو هو.

## (٤) ڪوسل (कोसल)

ڪوسل ديس جي راڄڌاني شراوستيءَ (श्रावस्ती) ۾ هئي.

جي چوٿين سُت جي اُنڪتا ۾ لکيل آهي ته اجاتشترو
راجا پسيند جو پاٽيجو هو. "وئديهي" شبد جو اَرٿ
"पंडिताधिवचनमेतं, पंडितित्थिया पुतोति अत्थो" ڪيو ويو آهي.

"لَلِت وستار" پستڪ ۾ مگڌ ديس جي راڄ ڪُل کي
"وئديهي ڪل" ڪري ڪوٺيو ويو آهي. انهيءَ مان اِئين
لڳي ٿو ته هي ڪل پتا جي خاندان کان مشهور نه هو،
پر ڪنهن وقت هن ڪل جي ڪنهن راجا جو وواهه
وديهه ديس جي هڪ راجڪماريءَ سان ٿيڻ ڪري ڪل
کي مشهوري ملي ويئي ۽ کي راڄ پتر پاڻکي وئديهي
پتر سڏائڻ لڳا.

اجاتشتروءَ جڏهن پنهنجي پتا بمبسار کي ماريو تڏهن
اها خبر ٻڌندي ئي اَونتي پرديس جو راجا چنڊپرديوت
(चंडप्रद्योत) ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ اجاتشتروءَ تي حملي ڪرڻ
جي تياري ڪيائين. انهيءَ ڀپ کان اجاتشتروءَ راجا
راجگرهه جون چارئي ديواريون مضبوط ڪيون.* بعد ۾
شايد راجا چنڊپرديوت حملي ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو.
چنڊپرديوت جهڙي هڪ ڏارئي راجا کي اجاتشتروءَ تي
ڪاوڙ آئي، پر پنهنجي راجا جي مارجڻ تي مگڌ جي
پرجا کي ذرو به اَرمان نه ٿيو. تنهن مان چڱيءَ طرح سان
سمجهجي ٿو ته هن ديس ۾ هڪ راجا جي راڄ جو سرشتو
ڪهڙو نه مضبوط ٿي ويو هو.

*مجهم نڪايه ۾ گوپڪ موگلان سُت جي اُنڪتا ڏسو.

”للت وستر“ ۾ هن راڄ ڪل جو جيڪو بيان ڪيل آهي تنهن مان لڳي ٿو ته هي راجا ماتنگ ناڳي هڪ گهٽ جاتيءَ جو هو. ڌمپد اُنڪٿا ۾ جيڪا وِڊوڊڀ (وِڊُرڊَڀ) واري ڪهاڻي آهي تنهن مان به ساڳي ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

پسيند راجا ٻڌ ڀڳوان کي وڏو مان ڏيندو هو. ٻڌ ڀڳوان جي شاڪيه ڪُل مان هڪ راڄ ڪنيا سان وواهه ڪرڻ جي مرضي ٽيس. پر شاڪيه ڪُل جي راجا ڪوسل راجا جي ڪل کي نيچ ٿي سمجهو. سو پنهنجي ڪنيا ڪوسل راجا کي ڏيڻ نيڪ نٿي سمجهائين. پر ڪوسل راجا جو دٻدٻو شاڪيه ڪل مٿان هو، انهيءَ ڪري سندس گهُر موٽائڻ به ڪين ڏکي ٿي لڳي. آخر هنن اِهو اُپاءُ سوچيو ته مهانام شاڪيه پنهنجي داسي ڪنيا واسڀوَتِيا (वासभरवतिया) کي پنهنجي ڪنيا ڄاڻائي ڪوسل راجا کي وواهه ۾ ڏني. ڪوسل راجا جي منترين اها داسي ڪنيا پسند ڪئي. جڏهن ڏناٺون ته مهانام شاڪيه ساڻس گڏ ويهي ڀوڄن ڪيو تڏهن سمجهائون ته اها سندس ئي ڪنيا هوندي. نيت شڀ مهورت ڏسي ڪري واسڀوتيا جو وواهه ڪوسل راجا سان ٿي وِيو. راجا کيس پنهنجي پَٽ راڻي بڻايو. سندن پُٽ وِڊوڊَڀ سورهن ورهين جي عمر ۾ شاڪين وٽ پنهنجي ناناڻي گهر ويو. شاڪين پنهنجي شهر جي منڊپ (ٿاڻون هال) ۾ سندس آدرستڪار ڪيو. پر سندس موٽي وڃڻ کانپوءِ سندس وهڻ جو آسن پاڻيءَ

اھو نگر اَچِروَتي (جنھنکي ھاڻي راپتي چون ٿا) نديءَ
جي ڪناري تي ھو ۽ اُتي پسيند يعني پرسينجت راجا
راڄ ڪندو ھو. ڪوسل سُت جي ھڪ سُت مان ثابت
ٿئي ٿو تہ پسيند راجا ويدڪ ڌرم جو پورو پوئلڳ ھو ۽
ڏاڍا وڏا يڳيہ وغيرہ ڪندو رھندو ھو. پر تڏھن بہ
سندس راڄ ۾ سنياسين ۽ شرمڻن جو آدرستڪار ڪيو
ويندو ھو. اناٿپنڊڪ* (अनाथपिंडक) نالي ھڪ مشھور نگر
سيٺ شراوستيءَ ۾ ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشو سنگھہ لاءِ جيت وَن
نالي ھڪ وھاڻ اَڏايو ھو. وشاکا نالي ھڪ پرکيات
(مشھور) اُپاسڪا بہ پُورو آرام نالي ھڪ عمدي عمارت
ڀُڪشن لاءِ ٺھرائي ھئي. انھن ٻنھي ھنڌن تي ٻڌ ڀڳوان
ڀڪشو سنگھہ ساڻ ڪڏھن اچي رھندو ھو.
ڪئين چؤماسا ھت اچي گذاريا ھوندائين ڇو تہ ٻڌ جا
ڪيترا اُپديش اناٿپنڊڪ جي آرام گھر ۾ ٿيا، تنھنجو
بيان ترِپِٽڪ شاسترن ۾ ڪيل آھي. جيتوڻيڪ پسيند راجا
يڳيہ وغيرہ جو حامي ھو، تڏھن بہ ھو ڪڏھن ڪڏھن
ٻڌ جي درشن لاءِ اناٿپنڊڪ جي آرام گھر ۾ ويندو ھو.
پسيند کي ٻڌ ڀڳوان جيڪي اُپديش ڪيا تن جو سنگرھہ
”ڪوسل سُت“ ۾ ملي ٿو.§

*سندس اصلي نالو سدت ھو. اناٿن کي ڀوڄن (پنڊ)
ڏيندو ھو. تنھنڪري اناٿپنڊڪ نالو پئجي ويس.
§انھيءَ سنگرھہ جي پھرئين ئي سُت ۾ پسيند ڪيئن ٻڌ
جو اُپاسڪ بڻيو سا ڪٿا ڏنل آھي. پر ٻين سُت ۾ پسيند
جي مھا يڳيہ جو ورنن ڪيل آھي. تنھنڪري چئي ٿا
سگھجي تہ پسيند راجا ٻڌ جو سچو اُپاسڪ ھو.

سرشتو وڌ يڪ مضبوط ٿيندو ويو. وڌ وڌيڪ پنهنجي لوڪ پريه پتا جي گدي والاري ته به جنتا ڪيس ڇڏن نه ڇڏي.

## (٥) وڄي (वज्जी)

جن ديسن ۾ مهاجنن جي حڪومت جو سرشتو هو تن ۾ فقط ٻي سوتنتر راڄ وڌيڪ ٻڌيا هوا. هڪ هو وڄين جو ۽ ٻه هوا پاوا ۽ ڪشيناارا جي مَلَ قوم جا. تنهين ۾ وڄين جو راڄ پڪو ۽ سگهيو هو. پر انهيءَ راڄ جو خاتمو به جلد ٿيڻ وارو هو. پر جيترو وقت اهو راڄ رهيو اوترو وقت پره قتنيءَ جي شڪر تاري وانگر چمڪو ڏنائين. ٻڌ ڀڳوان به اهڙي ئي مهاجنن جي حڪومت واري راڄ ۾ جنم ورتو. مگر شاڪيه قوم جي سوتنترتا پهرئين ئي ناس ٿي رهي هئي. وڄي قوم پنهنجي ايڪتا ۽ بهادريءَ جي زور تي ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ پنهنجي سوتنترتا ماٺي سگهي، جنهنڪري انهيءَ قوم لاءِ سنڌس من ۾ آدر هو. ”مها پرنبان ستّ“ ۾ پري ڪان آيل لڇوين کي ڏسي ڀڳوان ٻڌ پنهنجي ڀڪشن کي چوي ٿو: ”هي ڀڪشو جيسين تائين توهان ديوتا نه ڏٺا آهن تيسين تائين هنن لڇوين جي ٽوليءَ کي ڏسو.“ وڄين جي راڄڌاني وئشالي هئي پر انهيءَ جي آسپاس رهندڙن کي لڇوين سڏ يندا هوا. سنڌن پورب پاسي وديهن جو راڄ هو، جتي جنڪ جهڙو راجا ٿي چڪو هو. ”الت وستر“ مان پتو لڳي ٿو ته وديهن جو آخرين راجا سمتر متلا نگر ۾ راڄ ڪندو هو. ڪانئس پوءِ وديهن جو راڄ وڄين جي راڄ سان گڏيو ويو هوندو.

سان ڌوتو ويو. اها ڳالهه وڊوڊڀ جي ڪنين وڃي
پهتي ۽ تنهن مان ڪَل پيس ته هو داسي پٽر هو. جڏهن
وڏو ٿيو ساماٽو تڏهن وڊوڊڀ زور وٺي راڄ پنهنجي
هٿ ڪيو ۽ پنهنجي پيءُ ري پتا پسيند کي شراوستيءَ
کان شهر نيڪالي ڏني. پسيند پنهنجي ڀاٽيجي راجا
اجاتشتروءَ وٽ اَچهو وٺڻ لاءِ ڇمڙاپوش ڪري راجگرهه
ڏي هليو، پر وات تي ڏاڍا ڪشت ڏسي هو راجگرهه
جي ٻاهران هڪ ڌرمشالا ۾ مري ويو.

پتا جي مرڻيوءَ کانپوءِ شاڪيه قوم تي حملو ڪرڻ جو
وڊوڊڀ فيصلو ڪيو، پر پيگوان ٻڌ هنکي اهڙو اُپديش ڏنو
جو ٻه ڀيرا اهو ارادو ڦيرائي ڇڏيائين. پر ٽيون ڀيرو ٻڌ پيگوان
کي وجهه ئي نه مليو ۽ وڊوڊڀ پنهنجو فيصلو عمل ۾
آندو. شاڪين تي حملو ڪري ڪين ٻوريءَ طرح جيتيائين.
جيڪي سنڌن سرن ۾ آيا يا جيڪي ڀڄي ويا سي بچيا،
باقي ٻين سڀني کي ٻارين ٻچين قتل ڪري سنڌن خون
سان پنهنجو اڳيون آسن ڌوتائين.

شاڪين کي ناس ڪري هو شراوستيءَ ڏانهن موٽيو
۽ اَچروتي نديءَ جي ڪناري پنهنجي سينا جي ڇانوڻي
هنيائين. ڇو ته تنهن وقت آسپاس جي علائقي ۾ ڪُموسم
۾ سخت برسات اچي پوي ۽ نديءَ ٻوڙ ٻوڙان ڪري.
انهيءَ ٻوڏ ۾ سينا سوڌو وڊوڊڀ به غرق ٿي ويو.

وڊوڊڀ جي کهاڻيءَ مان پڌرو آهي ته مگڌ ديس
وانگر ڪوسل ديس ۾ به هڪ راجا جي حڪومت وارو

تو ته ڀاوا جا مَلَ ۽ ڪُسينارا جا مل هڪ ٻئي جي پرسان رهندا هوا. ٻنهي راڄن ۾ ٻڌ جا ڪئين شش هوندا هوا. ٻئي راڄ سو تنتر ته هوا، پر ٻنهي جو پرياو وڄين جي چوندڀيل مُکين جي راڄ جهڙو نه هو. بلڪ ائين ٿي ڀاسي ته وڄين جي ٻلوان راڄ ڪري ٿي ملن جا راڄ اينترو لڪاءُ ڪائي سگهيا.

## (۷) چيتي (चेती)

هن راڄ بابت خبر ٻن ٻڌ جاتڪن - چيتيه ۽ ويسنتر - مان پوي ٿي. راڄ جي راڄڌاني سوتٿيوتي (سؤستيوتي) هئي، اهڙيءَ ريت چيتيه جاتڪ نمبر ۴۲۲ ۾ جا ٽايل آهي، جنهن ۾ اتي جي راجائن جي فهرست به ڏنل آهي. آخرين راجا اُپچر يا اَپچر ڪوڙ ڳالهايو ۽ پنهنجي پروهت جي سراپ ڪري نرڳ ۾ ويو. سندس پنج ٿي پٽ پروهت جي سرڻ ۾ ويا. پر راڄ ڇڏي وڃڻ لاءِ پروهت کين آگيا ڏني. اها آگيا قبوليندي هنن پنجن ٿي باهر وڃي الڳ الڳ پنج نگر اَڏيا. سا ڪهاڻي به انهيءَ جاتڪ ۾ ورڻن ڪيل آهي.

راجا ويسنتر (वेसन्तर) جي اِستري مَدي (يا مادري) مَدَ (مَدَرَ) ديس جي راڄڪماري هئي. ويسنتر جاتڪ جي ڪٿا مان معلوم ٿو ٿئي ته انهيءَ ديس کي چيتيه ديس به چوندا هوا. ويسنتر جو پنهنجو ديس شِوِ، انهيءَ چيتيه ديس جي پر ۾ هو. اتي جي شِوِ راجا ڪيئن پنهنجون اکيون دان ۾ ڏنيون، سا ڪهاڻي جاتڪ ۾ مشهور آهي.*

---

* 'شو جاتڪ' نمبر ۴۴۹

وَجين جي واداري لاءِ ٻڌ ڀڳوان جيڪو سٽن نيمن
جو اُپديش ڪين ڏنو انجو وستار ”مها پرنبان ست“ جي
شروعات ۾ ”اَنگوُتر نڪايہ“ جي سَنَڪ نپات ۾ ڏنل آهي۔
”مها پرنبان ست جي اَنڪتا ۾ انهن نيمن جي ڪولي ٽيڪا
ڪئي ويئي آهي۔ انهيءَ مان اهو بہ پتو پوي ٿو تہ وُجين
جي راج ۾ هڪ قسم جي جوري يعني پنچايت جو رواج
هو ۽ اڪثري بي گناهن کي سزا نہ ملندي هئي۔ سندن
قانون بہ لکت ۾ هوا ۽ قانونن جي پيروي ڪرڻ ۾ پوري
ڪوشش ڪندا هوا۔

## (٦) مَلَ (मल्ल)

مل قوم جو راج وَجين جي اُڀرندي ۾ ۽ ڪوسل
ديس جي اُلهندي پاسي هو۔ هن ديس ۾ بہ وَجين وانگر
چوتڊيل مُکين جي راج جو سرشتو چالو هو۔ پر مَلن جي
وچ اندريون ڦوٽ پئجي ويو۔ هڪڙا پاوا جا مَلَ ۽ ٻيا
ڪُشنارا جا مَلَ سڏجڻ لڳا۔ مگڌ ديس مان ڪوسل ديس
ڏي وڃڻ لاءِ ملن جي ديس مان لنگهڻو پوندو هو۔
انهيءَ ڪري ٻڌ ڀڳوان ڪئين ڀيرا انهيءَ رستي آيو ويو
هو۔ ٻڌ ڀڳوان پاوا ۾ رهندڙ چند لوهار وٽ ڀوجن ڪاڌو،
جنهن ڪري بيمار ٿي پيو۔ اُتان جڏهن ڪسينارا لاءِ
نڪتو تڏهن وات تي ئي پَرنرواڻ پراپت ڪيائين۔ هن
وقت انهيءَ هنڌ هڪ ننڍو اُسٽوپ يعني ٻڌ مندر آهي،
جنهن جي درسن ڪرڻ لاءِ ٻڌ جاتري اُتي ويندا
آهن۔ پاوا يا پڊوڻا ڳوٺ بہ پرسان آهي۔ انهيءَ مان لڳي

شڪارين کي ساڻ ڪري سندس پنيان پيو نہ آهي.
چندرپرديوت راجا هڪ نقلي هاٿي تيار ڪرايو ۽ حڪم
ڏنائين تہ اهو نقلي هاٿي وٽس ديس جي سرحد تي ڇڏي
اچو. راجا اُدين جان ٿي ٻڌو تہ منهنجي سرحد تي هڪ
نئون هاٿي اچي نڪتو آهي تائين انهيءَ جي پنيان پيو.
سو ڏسي نقلي هاٿيءَ اندر جيڪي لڪل ماڻهو هوا تن
وٺي هاٿيءَ کي ڀ وڙايو ۽ چندرپرديوت جي راڄ جي حد
اندر لنگهي ويا. جيئن اُدين راجا انهيءَ ڪوڙي هاٿيءَ
پنيان ڪاهيندو ويو تيئن راجا چندرپرديوت جي گپت
سپاهين راجا کي پڪڙي ورتو پوءِ کيس اُجين ۾ ڪٺي ويا.

جڏهن چندرپرديوت وٽ آڻي حاضر ڪيائونس تڏهن
چيائينس تہ:- ”مونکي هاٿي پڪڙڻ وارو منتر سيکار تہ
مان توکي اُمالڪ ڇڏي ڏيان. جي نہ تہ توکي قتل
ڪندس.“ پر راجا اُدين نہ سندس لالچ ۾ ڦاٿو ۽ نہ
سندس ڌمڪيءَ کان ڊنو. جواب ڏنائينس تہ: ”مونکي
نمسڪار ڪري هڪ شش جي ناتي منتر جو اڀياس
ڪندين تہ بيشڪ توکي منتر سيکاريندس، ٻيءَ صورت
۾ توکي جيڪي وڻي سو ڀلي ڪر.“

راجا پرديوت وڏو اُيماني هو، سو اها ڳالهہ کيس
نہ آئڙي. پر هوڏانهن اُدين کي ماري منتر بہ ڇت ڪرڻ
سو کيس مناسب نہ لڳو. سو پڇيائينس تہ: ”ڀلا ٻڌي
ڪنهن کي اهو منتر پڙهائيندين؟ منهنجي ڌيءُ کي ڪنهن
ماڻهوءَ کي منتر سيکاريندين تہ بہ توکي ڇڏي ڏيندس.“

ويسنتر جاتڪ موجب ويسنتر راجڪمار رڳو نه پنهنجو 'منگل' هاٿي، پر اِستري ۽ ٻه ٻار براهمڻن کي دان ۾ ڏيئي ڏنا. اها ڪٿا به ويسنتر جاتڪ ۾ ڏنل آهي. تنهن مان ايترو ثابت ٿو ٿئي ته شو (शिव) ۽ چيتيه (चैदयों) جي ديس ۾ براهمڻن جي وڏي مهما هئي، ۽ اهي راڄ مڙيوئي اُلهندي پاسي هوندا. ٻڌ جي سمي ۾ شو ۽ چيتيه جا نالا جاتڪ هوا. پر اها ڄاڻ نٿي پوي ته ٻڌ ڀڳوان کو انهن راڄن ۾ ويو هو. نڪا ڪا اها ئي خبر ٿي پوي ته جهڙيءَ طرح مگڌ راڄ ۾ انگ راڄ سمائجي ويو اهڙيءَ طرح هي راڄ به ٻئي ڪنهن راڄ اندر سمائجي ويا هوا. ڪجهه به هجي پر ايترو بيشڪ چئي سگهجي ٿو ته انهن ٻنهي راڄن ساڻ ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ جو ڪنهن به قسم جو واسطو نه هو.

## (٨) وَنس يا (वत्स)

وَنس ديس جي راڄڌاني ڪوسمبي (ڪوشامبي) هئي. ٻڌ جي سمي ۾ چونديل مکين جي راڄ وارو سرشتو ختم ٿي چڪو هو ۽ ائين لڳي ٿو ته اُدين (उदयन) نالي هڪ عياشي راجا اُتي راڄ ڪندو هو. "ڌمپد اُتڪٿا" ۾ هن راجا جي ڪٿا هن ريت ڏنل آهي:-

وَنس جي راجا اُدين ۽ اُجين جي راجا چنڊپرديوت (चंडप्रद्योत) وچ ۾ سخت دشمني هئي. جنگ ۾ اُدين کي جيتڻ ڏکيو سمجهي راجا چنڊپرديوت کيس گرفتار ڪرڻ جو هڪ منصوبو سٽيو. راجا اُدين هاٿين کي پڪڙڻ جو هڪ منتر ڄاڻندو هو. جهنگل ۾ هاٿي آيو نه آهي ۽ هو

اوت وارو پرديو ڏهاڙي چڙهيائين. تڏهن ٻنهي کي پرديوت جي چالبازيءَ جو پتو پيو ۽ ٻئي مرڳو هڪ ٻئي تي اَکِن ڇڪن تي ويا. ٻنهي صلاح ڪري اُوننيءَ مان ڀڄڻ جو منصوبو رٿيو. واسودتا پنهنجي پتا کي نياپو موڪليو ته منتر سکڻ لاءِ شبه مهورت تي، هڪ ٻوڻي گهرائڻ لاءِ مونکي هڪ هاٿڻي گهرجي. پوءِ جڏهن راجا پرديوت باغ ۾ شغل ڪرڻ ويو تڏهن اُدين ۽ واسودتا ٻئي ڀدرونتي هاٿڻيءَ تي سوار ٿي ڀڄي نڪتا. اُدين ته هاٿيءَ جي سواريءَ ۾ نهايت هوشيار هو. خبر پئندي راجا پرديوت سندن پٺيان سپاهي ڀڄايا، جي سگهه وٺي اچي وٽن پهتا. پر اهڙي وقت ڇا ڪجي سو اڳيئي واسودتا ڪماريءَ سوچي ڇڏيو هو. ڀڄڻ ويل پتا جي خزاني مان سوني سڪن جون ڪئين ٿيلهيون پاڻ سان کڻي نڪتي هئي. سو هڪ ٿيلهي کولي سونا سڪا ڪيڏي وات تي اُڇلائيندي ويئي. سڪا ڏسي سپاهي اهي سڪا ڳولهڻ ۽ چونڊڻ ۾ لڳي ويا. ايتري ۾ اُدين وجهه وٺي هاٿڻيءَ کي ڪاهي اڳيرو نڪري ٿي ويو. پر ٿوري وقت ڪانپوءِ، سندس پيڇو ڪندڙ سپاهين وري اچي ٿي کين گهيريو، ته راجڪماريءَ وري ٻي ٿيلهي ڪيڏي ساڳيءَ طرح اُڏائي ٿي ڇڏي. انهيءَ ريت وات تي سڪا اُڇلائيندي ٻئي ڄڻا ڀڄندا اچي ڪوشامبيءَ ۾ نڪتا.

اُدين بابت هڪ ٻي ڪٿا به پرسڌ آهي. هڪ ڀيري راند کيلڻ واسطي هو پنهنجي باغيچي ۾ ويو. اُتي ڪا

اُدين جواب ڏنو تہ: ”کھڙي بہ اِستري يا کھڙو بہ پرش مونکي پرڻام ڪري شش جي ناتي منتر جو اڀياس ڪندو تہ اھا ود يا مان کيس ڏيندس.“

چنڊ پرديوت جي ڪنيا واسل دتا (वासवदत्ता) ھڪ ڏاڍي چتر ڪماري ھئي. منتر گرھڻ ڪرڻ لاءِ بيشڪ لائق ھئي. واسل دتا جو اُدين سان گڏجڻ کيس نيڪ نٿي لڳو. نيٺ ھڪ ڀھانو بنائي اُدين کي چيائين تہ منھنجي گھر ۾ ھڪ ڪُبڙي داسي آھي. پردي پٺيان ويھي ھوءَ توکي نمسڪار ڪندي ۽ شش ٿيءِ توکان منتر سکندي. منتر جي شڪتي کيس ملي ويئي تہ آءٌ توکي آزاد ڪري پنھنجي راڄ ۾ پھچائي ايندس.“

اُدين اھا ڳالھہ قبول ڪئي. ھيڏانھن وري پرديوت ڀھانو ٺاھي واسودتا کي چيو تہ، ”ھڪ ڪوڙھيءَ شخص کي ھاٿي قاسائڻ جو منتر اچي ٿو. کيس ڏسڻ بنا تون کيس نمسڪار ڪري ڪانئس اھو منتر سکي اَچ.“

انھيءَ کان پوءِ واسودتا راجڪماري پردي پٺيان ويھي، راجا اُدين کي نمسڪار ڪري، منتر گرھڻ ڪرڻ شروع ڪيو. منتر سکندي ڪن اکرن جو اُچار سندس وات مان نيڪ نہ نڪتو. ناراض ٿي اُدين چيس تہ، ”ڙي ڪبڙي! تنھنجا چپ بلڪل ٿلھا ٿا ڏسجن.“

اھو ٻڌي راجڪماري بگڙي ۽ چيائينس تہ، ”ڙي ڪوڙھيا، تون مونکي ڪبڙي ٿو سڏين؟“

اُدين واٽڙو ٿي ويو تہ نيٺ ھي کھڙو معاملو! سو

ڪوروي (कौरव्य) راجا جو راڄ هو، پر اهو پتو نٿو پوي ته اُتي حڪومت جو ڪهڙو سرشتو چالو هو. ٻڌ جي ڀڪشو-سنگهه لاءِ هڪ به وهار نه هو. اُپديش ڪندي ڇڏهن هن ديس ۾ اچي پهچندو هو ته ٻڌ ڀڳوان ڪنهن وڻ هيٺان يا اهڙي ٻئي هنڌ اچي ديرو ڪندو هو، پر ايترو سمجهجي ٿو ته هتي ٻڌ جا اُپديش ٻڌڻ لاءِ ڪئين ڪانگي هوا. راشٽرپال نالي هڪ ڌنوان جوان منجهائن وچي ڀڪشو ٿيو، سا ڪٿا "مجهم نڪايه" ۾ وڏي وستار سان لکيل آهي. ته ڪروُ ديس جي "ڪماسدم" (ڪلما شدميه) نالي نگر جي پرسان ڀڳوان ٻڌ "سَتپٽان" (सतिपट्ठान) جهڙن ٻين اُتم سُتن جو اُپديش ڪيو، سا ڳالهه "سُتپٽڪ" ۾ چيل آهي. انهيءَ مان لڳي ٿو ته اُتي جي جنتا ٻُڌ جو آدرستڪار ڪندي هئي، مگر حاڪمن ۽ اُفسرن ۾ سندس ڪو ڀڳت نه هو ۽ انهن ۾ وئدڪ ڌرم جو سڪو زور هو.

## (١٠) ۽ (١١) پنچال (پانچال) ۽ مڇ (متسيه)

اُتري پانچالن جي راڄڌاني ڪمپل (ڪامپليه) هئي، سا ڳالهه "جاتڪ اُڪٿا" ۾ ڪئين ڀيرا اچي ٿي، پر متسيه ديس جي راڄڌانيءَ جو ڪوبه پتو نٿو پوي. تنهن مان لڳي ٿو ته ٻڌ جي سمي ۾ اِهي ٻئي ديس ڪو خاص ناميارا نه هوا. هن ديس ۾ ڀڳوان ٻڌ جاترا نه ڪئي هئي، انهيڪري اُتي جي ماڻهن ۽ شهرن بابت ٻڌ گرنٿن ۾ ڪو خاص ذڪر نه ڪيل آهي.

ننڍ ڪٽي ويس. سندس ويجهو هڪ وڻ هيٺان پنڊول ڀاردواج (पिंडोल भारद्वाज) سنياسي ويٺو هو. راجا کي ستل ڏسي سندس راڻيون پنڊول ڀاردواج وٽ ويون ۽ سندس اُپديش ٻڌنديون رهيون. تان جو راجا اُدين سجاڳ ٿيو ۽ غصي ۾ اچي پنڊول ڀاردواج جي سر ۾ مٿان لال ماڪوڙا وسائڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهڙي واقع ڏي "سنيت نڪايه" جي انگتا ۾ اشارو ڪيل آهي. پر پوءِ پنڊول ڀاردواج جو اُپديش ٻڌي اُدين راجا ٻڌ ڀڳوان جو اُپاسڪ ٿيو.

'انگوتر نڪايه' جي انگتا ۽ ڌمپد انگتا ۾ چيل آهي ته ڪوشامبيءَ ۾ گهوشت، ڪُڪُت، ۽ پاوارڪ نالي ٽي سريشٽ پرش هوا. انهن ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشن ۽ سنياسين جي رهڻ لاءِ، آهستي آهستي، گهوشت آرام، ڪڪت آرام ۽ پاوارڪ آرام نالي ٽي وهار جوڙيا.* اُدين جي هڪ مکيه راڻي ساماوتي ۽ سندس داسي ڪُبجترا (कुब्जा उत्तरा) ٻئي ٻڌ ڀڳوان جون پرڌان ڀڳتياڻيون هيون. انهن ڪٿائن مان معلوم ٿو ٿئي ته جيتوڻيڪ اُدين راجا ڪو خاص طرح شرڌالو نه هو، ته به ڪوشامبي واسين ۾ ڪيترا ٻڌ جا ڀڳت هوا ۽ چاهيندا هوا ته ڀڪشن جي جيوت سک ۾ گذري.

## (۹) ڪُرو (कुरु)

ڪرو ديس جي راجڌاني اِندرپرست نگر ۾ هئي. ايتري ڄاڻ پوي ٿي ته ٻڌ جي سمي ۾ هن ديس ۾

*ڏسو: "ٻوڌ سنگهاچا پرچيه" صفحو ۲۳۷-۲۴۵

ارثات هو (باٻري براهمڻ) اَشوڪ راڄ ۽ اَلڪ راڄ جي آس پاس گوداوري ندي جي ڪناري ڀڪشا وٺي ۽ ڦل ڦول کائي پنهنجو نرواهه ڪندو هو.

اَنگتا ۾ چيل آهي تہ اَسمڪ ۽ اَلڪ ٻئي آندرا (آندرڪ) راڄيہ جا راڄا هوا ۽ ٻنهي راڄن جي وچ ۾ باٻري براهمڻ پنهنجن سورهن ششن سميت هڪ ٺاڻو بنايو جو آهستي آهستي وڌندو ويو. اسين چئي سگهون ٿا تہ وئدڪ ڌرم پرچارڪن جو ڏکڻ هندوستان ۾ اهو پهريون ٺاڻو هو. ٻڌ يا سندس سمي جا ڀڪشو اوستائين نہ پهتا هوا، انهيڪري ٻڌن جي شاسترن ۾ انهن راڄن جي ڪا خاص ڄاڻ نٿي پوي. پر تڏهن بہ ٻڌ جي ڪيرتي اوستائين وڃي پهتي هئي. سا ٻڌي ڪري باٻريءَ پنهنجن سورهن ششن کي ٻڌ جو درشن ڪرڻ لاءِ موڪليو. آهي جاترا ڪندي مڌيہ ديس ۾ وڃي پهتا ۽ نيٺ راڄگرهہ ۾ پيگوان ٻڌ سان مليا سندس شش ٿيا. اهي سڀ ڳالهيون "پاراڻ وَڳ" ۾ ملن ٿيون. پر تنهن کانپوءِ موٽي ڪري هنن گوداوريءَ جي ديس ۾ اُپديش ڪيو، اهڙي ڪا خبر نٿي پوي.

## (۱۴) اَونتي (अवन्ती)

اَونتي ديس جي راڄڌاني اُڄين ۽ اُتي جي راڄا چنڊپرديوت بابت ڪافي خبر ڏنل آهي. جڏهن چنڊپرديوت بيمار پيو تڏهن مگڌ ديس جو پرسڌ ويڄ جيوڪ ڪؤمار ڀرتيہ (जीवक कौमार्यभृत्य) کيس سڄو ڪرڻ لاءِ

## (۱۲) شورسين (شورسين)

سُوُرسين ديس جي راڄڌاني مدرا متھرا) هئي. اُتي اُوَنتي پتر تالي راجا جو راڄ هو. ورڻ آشرم ڌرم بابت جيڪا گفتگوء راجا اُونتي پتر ۽ مهاڪاتياين جي وچ ۾ ٿي، تنهن جو بيان ”مجهم نڪايہ“ جي ’مدرست‘ ۾ ڏنل آهي. هن ديس ۾ پگھوان پد ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ويو هوندو. ”اُنگُتر نڪايہ“ جي پنچڪ نپات جي هيٺ لکيل سُتَ مان لڳي ٿو تہ ڪيس ’مَڌُرا شهر ڪو خاص طرح نہ وڻندو هو.

पंचिमे भिक्खवे आदीनवा मधुरायं। कतमे पंच? विसमा, बहुरजा, चण्डसुनरवा, वालयक्खा, दुल्लभपिण्डा। इमे खो भिक्खवे पंच आदीनवा मधुरायं ति।

ارٿات هي ڀڪشوئو، متھرا نگر ۾ هي پنج دوش آهن. اهي ڪهڙا پنج. اُتي جا رستا ڪڙٻڙ ڪڙٻڙ آهن؛ اُتي ڌوڙ ڌاڙي وسي ٿي؛ ڪتا چتا آهن؛ يڪش بي رحم آهن ۽ اُتي ڀڪشا ڏکي ٿي ملي. هي ڀڪشوئو متھرا ۾ اهي پنج اوڻايون آهن.

## (۱۳) آسڪ (آشمڪ)

سُتَّ نپات جي پارايڻ وڳ جي شروعات ۾ جيڪي وُڏگاٿائون آهن تن مان معلوم ٿو ٿئي تہ اسمڪن جو راڄ گوداوري نديءَ جي آس پاس هو. شراوستي ۾ رهندڙ باوري تالي براهمڻ پنهنجا سورنهن شش وٺي هن راڄ ۾ رهيو هو.

सो अस्स कस्स विसये अलकस्स समासने।
वसी गोदावरी कूले उञ्छेन च फलेन च।

کهاڻين مان اِهو معلوم ٿئي ٿو ته پرديوت هڪ شوخ ۽ ظالم حاڪم هو.

ٻڌ ڀڳوان راجا پرديوت جي راڄ ۾ ڪڏهن به نه ويو هو. سنڌس مکيه شِشن مان هڪ يعني مهاڪاتيايَن راجا پرديوت جي پروهت جو پٽ هو. پنا جي مرتيوءَ کانپوءِ کيس پروهت پد پراپت ٿيو. پر اهو پد نه ماڻي هو مڌيه پرديس ۾ هليو ويو ۽ وٽي ٻڌ جو ڀِڪشو (شش) ٿيو. جڏهن مهاڪاتيايَن (महाकात्यायन) وري پنهنجي ديس موٽيو تڏهن راجا پرديوت ۽ ٻين سنڌس ڏايو آدرستڪار ڪيو.* مٿرا جي راجا اَونتي پٽر ساڻ جاتي ڀيد بابت مهاڪاتيايَن جو جيڪو سنواد ٿيو سو ”مجهم نڪايه“ جي ”مڌر“ يا ”مڌريه“ سُت ۾ ورنن ڪيل آهي. جينوٽيڪ هيڏانهن اُجين ۽ هوڏانهن مٿرا ۾ مهاڪاتيايَن پرسڌ هو، تڏهن به اِئين نٿو لڳي ته ٻڌ ڀڳوان جي جيئري مٿرا ۾ ٻوڌ مت جو ڪو خاص پرچار هو. ٻڌ جا ڀِڪشو (شش) بلڪل ٿورا هوا. انهيءَ ڪري هن ديس ۾ ٻڌ ڀڳوان اَهڙي آگيا ڏني هئي ته پنج ڀِڪشو گڏجي سنڌس بدران ٻئي ڪنهن ڀِڪشوءَ کي سنگهه ۾ داخل ڪري سگهيا ٿي. انهيءَ ڪارڄ لاءِ مڌيه ديسَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ويهن ڀِڪشن جي ضرورت ٿيندي هئي.§

---

*ڏسو: ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيه“ صفحو ۱۶۵–۱۶۸

§ڏسو: ”مهاوگ“، ڀاڱو آٺون، ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيه“ صفحو ۳۰–۳۱

اُجين ويو. پرديوت راجا نهايت نردئي ۽ بي رحم هو، جنهنڪري سندس نالي اڳيان ”چنبڊ“ يعني شوخ شبد لڳايو ويندو هو. انهيءَ لڇڻ جي جيوڪ ولاءِ ڪي پوري طرح ڄاڻ هئي. راجا کي ڊوا ڏيڻ کان اڳ، جهنگل ۾ وڃي ڊوا ٺاهڻ جي بهاني، هن ڀَدوتي (भद्दवती) نالي هاٿڻي راجا کان گهرائي ورتي. پوءِ راجا کي ڊوا موڪلي هو امالڪ هاٿڻيءَ تي سوار ٿي اجين مان ڀڄي نڪتو. هيڏانهن ڊوا پيئندي راجا کي سخت اُلٽيون اچي ٿيون. ڪروڌ ۾ ڀرجي راجا حڪم ڪيو ته جيوڪ ويڄ کي ڪنهي ونئي اچو. پر جيوڪ ته اُتان نڪري ويو هو. سندس پنيان پوڻ لاءِ راجا ڪاڪ نالي هڪ داس کي روانو ڪيو. ڪاڪ پٺ ونندي ڪوشامبي ۾ وڃي جيوڪ کي پڪڙيو. تڏهن جيوڪ هنکي، ڊوا سان مليل آنولو کائڻ لاءِ ڏنو، جو کائي هو ڏاڍو بي حال ٿي پيو. پوءِ جيوڪ وري ڀدوتي هاٿڻيءَ تي چڙهي مزي ۾ راجگره وڃي نڪتو. جڏهن بيماري لٿس ۽ اڳي جهڙو تندرست ٿيو تڏهن پرديوت راجا ويڄ تي خوش ٿيو ۽ سندس لاءِ ’سِويڪ‘ (सिवेय्यक) نالي وسترن جو جوڙو سروپا طور راجگره ۾ پيٽا طور موڪليائين.*

هن ڪهاڻيءَ ۾ ”ڏميد انڪتا“ واري ڪهاڻيءَ ۾ گهڻي مشابهت نظر اچي ٿي. مگر ائين چوڻ ڏکيو آهي ته هڪ مان ٻي نهي هئي يا ٻئي ڌار ڌار نهيون هيون. پر ٻنهي

---

*”مهاوُگ“ ياڳ آٺون

۾ سونهري وسترَ موڪلي ڏنو. انهيءَ سونهري وسترَ مٿان ٻڌ ڌرم ۽ سنگهه جي گُڻن جو ورنن قيمتي زريءَ جي ڪم ۾ تيل هو. اهو ليک پڙهي ڪري پڪوُساتي کي ٻڌ ڌرم جي ڏُن لڳي ويئي ۽ آنت ۾ راڄ پاٽ ڇڏي ڪري هو راجگرهه تائين پيدل ويو.

راجگرهه ۾ هڪ ڪمهار جي گهر ۾ ٻڌ سان ڪيئن ملاقات ٿيس ۽ ٻڌ ڪيس ڪهڙو اُپديش ڏنو ۽ آخر هڪ مست ڳانءِ ڪيس ڪيئن ماري وڌو، سو سڀ "ڌاتوُ وڀنگ ستت" ۾ ڏنل آهي.

گنڌار ۽ سندن راڄڌاني تڪششلا بابت بيان "جاتڪ اَنڪٿا" ۾ ڪيترن هنڌن تي ڏنل آهن. تڪششلا نه رڳو ڪلا ۽ ڪاريگريءَ ۾ پر وديا ۾ به واڌارو ڪيو هو. ديس ديسانتر جا براهمڻ ڪمار ويد اَڀياس لاءِ، ڪنتري ڪمار ڌنش وديا لاءِ ۽ راڄ نيتي سکڻ لاءِ ۽ جوان وڻش شلپ ڪلا ۽ پيا ڌنڌا سکڻ لاءِ تڪششلا ۾ ايندا هوا. راجگرهه جي ناميارِي ويڄ جيوڪ ڪوُمارڀرتيه به تڪششلا ۾ آيرويد جو اَڀياس ڪيو هو. هندوستان ۾ سڀ کان پراچين ۽ پرسڌ وشو وديالو تڪششلا ۾ ئي هو.

## (١٦) ڪنبوج (ڪامبوج)

پروفيسر رهائيس ڊيوڊس جو رايو آهي ته ڪنبوج جو راڄ اُتر-اُلهندي پاسي هو ۽ راڄ جي راڄڌاني دوارڪا ۾ هئي.* پر "منجهم نڪايه" جي اَسلائين ستت ۾ "योनकंबोजेसु"

* *Buddhist India. P. 28.*

## (۱۵) گَنڌار (گانڌار)

هن ديس جي راڄڌاني تڪسلا (تڪشِلا) هئي. هن ديس ۾ پُڪساتي (पुक्कुसाति) نالي راجا راڄ ڪندو هو. هن پنهنجي وڏيءَ ڀر ڪندي آوستا ۾ راڄ پاٽ تياڳ ڪيو ۽ راڄگرهه تائين پيرين جاترا ڪندي وڃي ڀِڪشو سنگهه ۾ داخل ٿيو. پوءِ وٽ جا پڻ چونڊيندي يا وستر ڳولهيندي هڪ ڇُريءَ ڳانءِ کيس ماري وڌو. اها ڪٿا ”مجهم نڪايه“ جي ڌاتُو وِڀنگ سُت ۾ ڏنل آهي. هو تڪشلا جو راجا هو. بمبسار راجا ساڻ سندس متر تا ڪيئن ٿي، تن ڳالهين جو تفصيلوار بيان هن سُت جي اَٽڪٿا ۾ ملي ٿو. انهن ڳالهين جو سار اَنش هي آهي:-

تڪشِلا جا ڪي واپاري راڄگرهه ويا. بمبسار راجا هميشه جيان آدرستڪار ڪري سندن راجا جي رهت رهڻيءَ بابت پڇيو. جڏهن کيس ٻڌايو وَيو ته تڪشِلا جو راجا هڪ نهايت سچو پرش آهي ۽ عمر ۾ به سندس جيڏو آهي تڏهن بمبسار جي من ۾ هن لاءِ پريم ۽ آدر اُڀريو. پوءِ انهن واپارين جي ڍل معاف ڪري پڪُوساتي راجا ڏي هڪ متر تا جو سنديش موڪليائين. تنهن تي پڪُوساتي راجا بمبسار تي ڏاڍو پرسن ٿيو. وقت وٺي مگڌ ديس مان آيل واپارين مٿان ڍل هن به معاف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجن نوڪرن هٿان ۽ واپارين ساڻ بمبسار راجا لاءِ ”اَٺ پَنجرنگي“ قيمتي دُشالو پيٽا طور موڪليائين. بمبسار راجا انهيءَ پيٽا جي بدلي ۾ هڪ سهڻي نوڪريءَ

ڪامبوڄ جي رهواسين جي هڪ اهڙي مڃتا هئي ته جيت، ماڪوڙا ۽ پتنگ وغيره مارڻ ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي.

कीटा पतंगा च भेका।
हंन्त्वा किमिं सुज्झति मक्खिका च।
एते हि धम्मा अनरीयरूपा।
कम्बोजकानं वितथा बहुन्नं।

ارٿات ڪيئان، پتنگ، سانپ، ڏيڏر، جيت ۽ مکيون مارڻ ڪري منش شڌ ٿئي ٿو. هن قسم جي اناري ۽ مٿيا ڌرم ۾ ڪامبوڄ جي ڄنتا مڃتا رکي ٿي. هن مان لڳي ٿو ته هن زماني جي سرحدي قومن وانگر تڏهن جا ڪامبوڄ مانهو پنتي هوا.

”منورٿ پورڻي“ انڪتا ۾ مهاڪپن (महाकप्पिन) جي ڪهاڻي آئي آهي. سرحدي ديس جي ڪڪتوتي (कुक्कुटवती) نالي راڄڌانيءَ ۾ مهاڪپن نالي هڪ راڄا راڄ ڪندو هو ۽ پوءِ ٻڌ ڀڳوان جي مهما ٻڌي ڪري مڌيہ پرديس ۾ ويو. چندرڀاڳا نديءَ جي ڪناري ڀڳوان ٻڌ جو درشن ٿيس. انهيءَ استان تي ڀڳوان کيس سنڌس منترين سوڌو ڀڪشو سنگهه ۾ داخل ڪيو وغيره.*

مهاڪپن راڄا هو ۽ ڪڪتوتيءَ ۾ راڄ ڪندو هو، سا ڳالهه سنيڪت نڪايه جي انڪتا مان ثابت ٿئي ٿي. مگر انهيءَ ڳالهه جو پتو نٿو پوي ته ڪڪتوتي راڄڌاني

*ڏسو: ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“ صفحو ۲۰۳

واڪيه آهي، يعني ته هن ديس جو يَوَنن سان اشارو ڪيل
آهي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته هي ديس گانڌار ديس
جي ٻه پرئين پاسي هو. ساڳئي سنت ۾ چيل آهي ته،
يون-ڪامبوج ديس ۾ آريه ۽ داس اهي ٻي ٻه جاتيون
رهن ٿيون ۽ ڪڏهن آريه ڦري داس ۽ ڪڏهن داس
ڦري آريه ٿين ٿا. ڪن جاتڪ ڪٿائن ۾ صفا لکيل آهي
ته گانڌار جي ديس ۾ ورڻ آشرم ڌرم پڪيءَ طرح قائم
ٿي ويو هو. خود تڪششلا ۾ ڪيترا سيکاريندڙ گروُ براهمڻ
جاتيءَ جا ٿي هوندا هوا، پر ڪامبوج ديس ۾ چاتر ورڻ
ڌرم پير نه کوڙيو هو. انهيءَ ڪري اهو قبول ڪرڻو
پوندو ته ڪامبوج ديس گانڌار ديس جي هن پاسي هو.

”ڪُڻال (कुणाल) جاتڪ“ جي اُتڪٿا مان پتو پوي
ٿو ته هن ديس جا ماڻهو جهنگلي گهوڙا پڪڙڻ ۾ ڏاڍا
قابل هوا. جهنگلي گهوڙا جڏهن ڪنهن هنڌ پاڻي پيئڻ
ايندا هوا ته پاڻيءَ ۾ ڪانن مٿان ۽ اوسي پاسي جي گاهه
مٿان هي شخص ماکيءَ جي چٽ ڏيئي ڇڏيندا هوا. گاهه
چرندي چرندي گهوڙا هنن ماڻهن هٿان اڏيل هڪ حاطي
۾ گهڙي ويندا هوا. گهوڙن جي اندر گهڙندي ئي اهي
شخص، لوڙهي جا دروازا بند ڪري آهستي آهستي
گهوڙن کي پڪڙي وٺندا هوا. (ساڳيءَ ريت هن وقت
ٻه مسور ۾ هاٿي پڪڙبا آهن.) گهوڙا پڪڙي ڪامبوج
جي سوداگرن کي وڪڻندا هوا، جي وري گهوڙا وٺي
وچين مديه ديس جي بنارس ۽ ٻين نگرين ۾ وڪڻندا هوا.*

* مثال لاءِ ڏسو تنڊ ڪُنال جاتڪ

## (٢) ڪوسل راڄ ڪُل

ديون چيو ته- ”هي ڪوسل ڪُل سينا ڪري، واهن ڪري، ڏن ڪري سگهي آهي ۽ انهيءَ ڪري بوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ ۽ اُنڪول آهي.“ تنهن تي ٻين ديون وراڻيو ته، ”اهو ڪُل هڪ نيچ ماتنگ جاتيءَ مان اُتپن ٿيو آهي. اهو ڪُل ماتا پتا طرفان شڌ خاندان جو نه آهي. ڪُلَ جو ڌرم هڪ گهٽ ڌرم آهي. انهيءَ ڪري جنم لاءِ نيڪ نه آهي.“

## (٣) وَنش راڄ ڪُل

هڪڙن ديون چيو ته، ”هي ونش راڄ ڪُل سکيو ۽ پڪو آهي. ديس سگهي هٺو ڪري جنم وٺڻ لاءِ نيڪ آهي.“ ٻين وري چيو ته، ”هي ڪُل سادو سودو ۽ شوخ سياو جو آهي. هن ڪُل ۾ ڪيترن راجائن جو جنم ڌارين ۽ ٻاهرين منجهان ٿيو آهي. ٻيو ته هن ڪُلَ ۾ هن وقت جو راجا ناستڪ آهي. انهن سڀني ڳالهين ڪري بوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ نه آهي.“

## (٤) وئشاليءَ جو راجا

ڪن ديون چيو ته- ”هي وئشاليءَ جي مها نگري سکي، سهڻي، سگهي، داني، ماڻهن سان ڀريل، مڪانن ۽ محلن سان سينگاريل، گلن ڦلن جي ڦلواڙين سان سندر آهي. هيءَ نگري ديون جي نگريءَ سان مقابلو ڪري ٿي. انهيڪري بوڌيستوءَ جي جنم لاءِ بيشڪ نيڪ آهي. تنهن تي ٻين چيو ته، ”هن نگريءَ جو راجا ٻين سان

ڪامبوج ديس ۾ هئي يا ٻئي ڪنهن اوسي پاسي جي ڀهاڙي ديس ۾. اها ڳالهه صحيح آهي ته ٻڌ ڀگوان جي حياتيءَ ۾ ٽي سندس ڀرپاسي ۽ ڪيرتي سرحد ۾ رهندڙ جهنگلي قومن ۾ ڦهلجي ويئي هئي تنهن لاءِ به اڄ ڪالهه جو مثال ڏيئي سگهجي ٿو. پنجاب جي فرقي باز ماڻهن ۾ جيڪو جيترو ڀرپاسي ڳاڙهي جيءَ جو آهي تنهن ڪان گهڻو وڌيڪ سرحد جي پٺاڻن ۾ نظر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح ٻڌ جي سمي ۾ ٿيو هجي ته ڪهڙو عجب!

## للت وستار ۾ سورهن راڄن جو بيان

اسين مٿي چئي آيا آهيون ته لِلت وستار ۾ سورهن راڄن ڏي اشارو ڪيل آهي. ڳالهه هيئن آهي ته جڏهن بوڌيستو تُشِت ديو پُرن ۾ هو، تڏهن هن اهو ويچار ڪيو ته ڪهڙي راڄ ۾ جنم وٺي لوڪن جو اڌار ڪريان. انهيءَ موقع تي ديون جي پُٽرن هرهڪ راڄ جا گڻ اوگڻ ڪيس ٻڌايا.

## (۱) مگڌ راڄ ڪُل

ڪن ديون ڪيس چيو ته. ”مگڌ ديس جو ٻڌ يهي ڪُلُ نهايت سکيو آهي ۽ بوڌيستو جي جنم لاءِ هي ديس بلڪل ٺيڪ ٿيندو.“ ٻين وري دوش ڏيکاريو ته:”هي ڪل ٺيڪ نه آهي، ڇو جو ماتا پتا طرفان شڌ خاندان جو نه آهي، چنچل سڀاو جو آهي، جهجهي ٻج جو راڄ نه آهي. راڄڌاني ۾ باغن ۽ تلاون سان سوڀيا وان نه آهي، بلڪ جهنگلي قومن کي سوڀيا ڏيڻ جهڙي آهي.“

ٻين ڪُلن جي سينائن کي جيتڻ وارو آهي. انهيءَ ڪري
ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ آهي." تنهن تي ٻئي ديو پٽر
چيو ته "پانڊو ڪُل جي راجائن پنهنجي ونش کي
وياڪل ڪري وڌو آهي. يڌشٽر کي ڌرم جو، ڀيمسين
کي وايوءَ جو، ارجن کي اِندر جو ۽ نڪل سهديو کي
اَشونِيِن جو پُٽر سڏيو وڃي ٿو. انهيڪري هي ڪُل
ٻوڌيستو جي جنم لاءِ نيڪ نه آهي."

## (٨) مٿل راڄ ڪُل

هڪ ٻئي ديو پُٽر چيو ته "راجا سُمِتر جي راڄڌاني
مِٿلا نگري نهايت سندر آهي. هاٿين گهوڙن ۽ پيادي
سَينا سان هي راجا بلوان آهي. ونس سون، موتي ۽ جواهر
به موجود آهن. وير راجائن جون سينائون سندس ويرتا
کان ڪنبن ٿيون. هو پريمي ۽ ڌرم پاليندڙ آهي. انهيءَ
ڪري اهو ڪُل ٻوڌيستو لاءِ جوڳو آهي." تنهن تي ٻئي
چيو ته "برابر هي راجا اهڙو آهي، پر ڏاڍا گهڻا ٻار ٻچا
اَٿس ۽ ٻيو هٺ ڪري پُٽر اُتپن ڪرڻ جي سمرٿي نه
اَٿس. انهيءَ ڪري هي ڪُل ٻوڌيستو لاءِ نيڪ نه آهي."

انهيءَ طرح هنن ديوپُٽرن جمبوُدويپ جي سورهن ئي
راڄن (षोडश जानपदेषु) ۾، جيڪي ننڍا وڏا راڄ ڪل هوا،
تن سڀني جي ڇنڊڇاڻ ڪئي، پر سڀني ۾ ڪو نه ڪو
دوش نظر آين.*



*مکيه داخلي مان هت فقط لکر ڏنو ويو آهي

نياءُ ۽ انصاف جو ورتاءُ نٿو ڪري. ڌرم تي نٿو هلي.
اُنمَ، وچولي، ٻڌي، وڏي ڪي آدر نٿو ڏئي. هرڪو
پاڻکي راجا سمجهي ٿو. ڪير به ڪنهن جو شش ٿيڻ نٿو
چاهي. ڪو به ڪنهن جي پرواهه نٿو ڪري. انهيڪري
اها نگري ٻوڌيستو لاءِ جوڳي نه آهي."

## (٥) آونتي راڄ ڪُل

هڪ ديو پٽر چيو ته، "نهايت ٻلوان، رَٿن ۽ واهن
سان ڀرپور شترن کي جيتڻ وارو آهي، انهيڪري جنم
لاءِ نيڪ آهي. تنهن تي ٻئي هڪ چيو ته، "هن ڪُل جو
راجا شوخ، ڪوڙو، زبان ۾ سخت ۽ چال ۾ ساهسي آهي.
هن جو ڪرمن جي گتيءَ ۾ وشواس نه آهي. انهيڪري
اهو ڪل ٻوڌيستو جي جنم ڪي سوپيا ڏيڻ وارو نه آهي."

## (٦) مَٿُرا راڄ ڪُلُ

هڪ ديو پُٽر چيو ته، "هيءَ مٿرا نگري سکي،
دائي ۽ ماڻهن سان ڀرپور آهي. ڪنس ڪل جي شورسينين
مان راجا سُباهوءَ جي هيءَ راجڌاني آهي. هيءَ ٻوڌيستو
جي جنم لاءِ جوڳي آهي." تنهن تي ٻئي چيو ته "هي
راجا مِٿيا درشٽيءَ واري ڪُل ۾ اُتپن ٿيل مليڇ راجا آهي،
انهيءَ ڪري هيءَ نگري ٻوڌيستوءَ جي جنم لاءِ نيڪ نه آهي."

## (٧) ڪُرُوُ راڄ ڪُل

هڪ ديو پٽر چيو ته، "هن هستناپور ۾ پانڊو ڪُل
جو وير ۽ سندر راجا راڄ ڪري رهيو آهي. اهو ڪُل

उजुं जानपदो राजा हिमवन्तस्स पस्सतो
धनविरियेन सम्पन्नो कोसलेसु निकेतिनो
आदिच्चा नाम गोतेन, साकिया नाम जातिया ।
तम्हा कुला पब्बजितोम्हि राज न कामे अभिपत्थयं ॥

اَرٿات "هي راڄن، هتان سڌو وينديءِ هماليه جي ترائيءَ ۾ ڪوسل ديس ۾ هڪ راڄ آهي. انهيءَ جو گوتر آدتيه آهي ۽ جاتي شاڪيه. هي راڄا، انهيءَ ڪُل مان، پوڳه ولاس تياڳ ڪري، مان گهومو سنياسي (परिव्राजक) ٻڻيو آهيان."

هن گاٿا يعني ڪوتا ۾ (कोसलेसु निकेतिनो) شبد خاص معنيٰ رکي ٿو. "جنهن جو گهر ڪوسل ديس ۾ آهي" يعني ته جو ڪوسل ديس ۾ سمجهو وڃي ٿو. هن مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته شاڪين جي سوتنترتا ڪڏهوڪان ڇٽ ٿي چڪي هئي.

شاڪيه لوڪ ڪوسل راڄا کي ٻول ڏيندا هوا، باقي اَندريون سڀ انتظام پاڻ رکندا هوا. پسيند راڄا مهانام جي داسي ڪنيا سان ڪيئن وواهه ڪيو، سا ڪهاڻي متي اچي چڪي آهي. انهيءَ قصي بابت پروفيسر راهيس ڊيوڊس هڪ شنڪا اُٿاري آهي. سندس شايد اهو دليل آهي ته جيڪڏهن ڪوسل راڄا جو سواميپڻو شاڪيه ڪل کي قبول هو، ته پوءِ پنهنجي راڄڪماري کين ڏيڻ ۾ ڪهڙو اَنڪار هون؟* پر هندوستان ۾ جاتي

* *Buddhist India. P. 11–12*

## فقط آڻن ڪُلن جي ڄاڻ

سورهن راڄن مان هت فقط اَڻن ئي ڪُلن جو ورڻن ڪيل آهي. انهن مان راجا سُمتر جو ڪُل شايد ڪانئس پوءِ ناس ٿي ويو ۽ وديهي راڄ وڄين جي راڄ ۾ ملي ويو. باقي سٺن راڄن ۾ پانڊون جي اصل نسل مان ڪهڙا راجا راڄ ڪندا هوا سو نہ ٻڌايو ويو آهي ۽ نڪي ڪي انهن جي ڄاڻ ٻين ٻوڌ گرنٿن مان پوي ٿي. ”رٽ پال سُت“ ۾ اِشارو ڪيل آهي تہ ڪرو ديس ۾ ڪؤرو نالي راجا راڄ ڪندو هو. پر انهيءَ ڳالهہ جي ڪا بہ ثابتي نٿي ملي تہ اهو ڪؤرو راجا پانڊو ڪل مان هو. ٻين ڇهن راڄ ڪُلن جي جيڪا ڄاڻ هت ڏني ويئي آهي، سا ٿوري گهڻي نموني، ٽرپٽڪ گرنٿن ۾ ڏني وڃي ٿي.

## شاڪيہ ڪُل

ٻوڌ گرنٿن ۾ شاڪيہ ڪل جي واقفيت وڏي وستار سان ڏنل آهي پوءِ ڪهڙي سبب ورنن ڪيل سورهن راڄن ۾ شاڪين جو نالو نيشان بہ نٿو ملي؟ تنهنجو جواب هي آهي تہ هن يادداشت جي تيار ڪرڻ کان اڳي ئي شاڪين جي آزادي ڇت تي چڪي هئي ۽ اهو ديس ڪوسل راڄ ۾ ملي ويو هو. انهيءَ ڪري ئي هن يادداشت ۾ ڏانهن ڪو اِشارو ڪيل ڪونهي.

جڏهن ٻوڌيستو راڄ پاٽ تياڳ ڪري راجگرهہ ڏي ويو هو، تڏهن راجا بمبسار ساڻس ملي ڪانئس پڇيو هو تہ ”تون ڪير آهين؟“ ٻڌ وراڻي ڏني تہ:

يا نيم بنايا ويا هوا ۽ انهن ئي موجب اهي پرجا راڄ پنهنجو راڄ هلائيندا هوا.

## پرجا راڄن جي ختم ٿيڻ جا سبب

سورهن ئي راڄن ۾ لوڪ تنترن وارو سرشتو ناس ٿي ويو ۽ گهڻو ڪري سڀني اندر مهاراڄ راڄ وارو سرشتو ٿي ويو. مل قوم جا ٻه ننڍڙا راڄ ۽ وڄين جو هڪ ٻلوان راڄ، اهي ٽيئي پرجا تنتر وارا راڄ وڃي بچيا هوا. پر اهي ٻه هڪ راجا جي راڄ واري سرشتي ۾ ڦاسندا ٿي ويا. تنهنجا ڪهڙا سبب؟ منهنجي سمجهه ۾ هڪ پاسي لوڪ تنتر جي راجائن جي ولاس وِرتي ۽ ٻئي پاسي انهن راڄن جي راڄنيتيءَ تي براهمڻن جو پرڀاؤ هن ڪرانتيءَ جا مکيه سبب ٻڌيا.

پراجا راڄن ۾ راجائن جي چونڊ نہ ٿيندي هئي. پيءُ جي پٺيان پٽ راجا ٿيڻ لڳو. پيڙهي بہ پيڙهي اٿين ٿيڻ ڪري منجهن عياشي يا بي جوابداري سياويڪ طور اچي ويئي. ”للت وستار“ ۾ وڄين بابت جيڪو ذڪر ڪيل آهي، تنهن مان اٿين نظر اچي ٿو تہ جيتوڻيڪ اهي راڄ سگهارا هوا تڏهن بہ انهن راجائن کي هڪ ٻئي واسطي آدرمان نہ هو ۽ هرڪو راجا پاڻ کي مکي سمجهندو هو. پڌ يگوان جي پرِنرواڻ کانپوءِ وڄين جي لوڪ تنتر راڄن اندر ڦُوٽ وجهي اجاتشترو سولائيءَ سان مٿن دخل جمائي سگهيو.

انهن پرجا راڄن کي جنتا جي پٺتي ملڻ ممڪن نہ

پيڻ کهڙو سخت هو تنهنجي شايد کيس ڄاڻ ڪانهي.
اُديپور جي راجا پرتاپ سنگهه کي اڪبر جي شهنشاهي
قبول هئي، پر پنهنجي ڪماري کيس شاديءَ ۾ ڏيڻ
لاءِ تيار نه هو. ”لَلِت وستر“ ۾ چيو ويو آهي ته ڪوسل
جو ڪل (मातंगच्युत्युत्पन्न) هو. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو
ڪُل ماتنگن (چنڊالن) جي جاتيءَ مان پيدا ٿيو هو.
اهڙي گهراڻي سان شادي ووواهه جو واسطو رکڻ کان
شاڪين انڪار ڪيو، ته انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب.

## پرجا راڄ وارو سرشتو

اسين مٿي چئي آيا آهيون ته هڪ سمي هي سڀ
راڄ پرجا راڄ يا مهاجن راڄ واري سرشتي جا هوا. وَجي،
مَلَ يا شاڪيه وغيره بابت جا ڄاڻ ترپٽڪ گرنٿن مان
پوي ٿي، تن مان سمجهجي ٿو ته هنن راڄن اندر ڳوٺن
جي وڏيرن کي راجا ڪري سڏيندا هوا. اهي سڀ ننڍڙا
راجا گڏ ٿي پاڻ مان هڪ چٽي کي پرڌان جي روپ ۾
چونڊيندا هوا. نه اها چونڊ حياتيءَ تائين هوندي هئي
يا ڪنهن خاص مدت تائين تنهن بابت ڪا به خبر نٿي
پوي. اها خبر نٿي پوي ته وَجي قوم ۾ ڪو راجائن جو
راجا يعني مهاراجا ٿيندو هو. وَجين ۾ سيناپتي هٿڻ جي ڳالهه
اَوس اچي ٿي، پر مهاراجا جي نٿي اچي. شايد اوتري
وقت لاءِ پرڌان راجا جي چونڊ ڪري هو پنهنجو ڪم
اڪلائي وٺندا هوندا. انهن لوڪ تنتر وارن راڄن ۾
انصاف ڏيڻ يا حڪومت هلائڻ بابت ڪي نه ڪي قانون

۽ براهمڻن کي ئي ملندو هو. انهيءَ ڪري براهمڻ
لوڪ هڪ مهاراج جي راڄ واري سرشتي جا پڪا حامي
ٿي ويا. اها ڳالهه ويچار جهڙي آهي ته براهمڻن جي
رچيل گرنٿن ۾ پرجا تنتر وارن راڄن جو نالو نيشان به
ڪونه ٿو لڀي. انهيءَ مان صاف پڌرو آهي ته اهو پرجا تنتر
وارو راڄ براهمڻن کي پنهنجي پسند نه هو. ”اَنبَٺُ سُتُ“
۾ چيل آهي ته شاڪين جا پرجا تنتري راڄا براهمڻن کي
مان نه ڏيندا هوا. انبٺ براهمڻ اهڙي تهمت مٿن مڙهي
هئي.* لوڪ تنتري راڄن ۾ يگيه وغيره ڪرڻ ۾ براهمڻن
کي پُشت به پُشت مهاراجائون پُومي ۽ پيا پڌارست خوب
دان ۾ ڏيندا هوا. ”سُتَ پِٽَڪ“ مان پتو پوي ٿو ته هڪڙي
بمبسار جي راڄ ۾ سوڻ دنڊ، ڪٽ دنت ۽ ٻين براهمڻن
کي، ۽ ڪوسل راڄ ۾ پوکرسات (پؤشڪرساد)، تارڪ
(تارڪش ۽ ٻين براهمڻن کي وڏا دان ملندا هوا. سو گيتا
جي سلوڪ (परस्परं भावयन्तः श्रेयः परमवाप्स्यथ) موجب هيڏانهن
براهمڻ جاتي ۽ هوڏانهن هڪ راڄا جو سرشتو سڀاويڪ
هڪ ٻئي جي پشتيءَ سان پٽ ٿي زور وٺندو ويو.

اڳئين آڌياءَ مان اينرو پڌرو ٿيو هوندو ته ٻُڌ جي
سمي ۾ براهمڻن جي پيٺ ۾ شرامڻن (گهومو پرووراجڪن)
جي مهما وڌندي رهي هئي. پرجا تنتري راڄن بابت
انهن شرامڻن کي مان هو، ڇو جو انهن راڄن ۾ يگيه

*चण्डा भो गोतम सक्य जातिः इब्भा सन्ता इब्भा समाना न ब्राह्मणे सक्करोन्ति, न ब्राह्मणे मानेन्ति, (दीघनिकाय अम्बट्ठ सुत)

هٿي. ڪو راجا مرضيءَ موجب ماڻهن تي زور زبر ڪري
لڳو ٿي ته ڪيس روڪڻ جي سمرٿي نه ماڻهن ۾ هٿي ۽
نه ٻين راجائن ۾. رواجي ماڻهن جي نظر ۾ سڀ راجائون
ختم ٿي وڃن ۽ سندن جڳهه تي هڪ ئي پوري اختياريءَ
وارو راجا راڄ ڪري سو بهتر هو. لائين ۾ ٿي سگهيو ٿي
تہ اهو مهاراجا بہ پنهنجن عملدارن سوڌو ماڻهن تي
زور ظلم ڪري يا تہ سندس راڄڌانيءَ جي اوسي پاسي
۾ ڪا سهڻي سندري نظر چڙهيس تہ انهيءَ کي ڪڍي
وڃي پنهنجي رنواس ۾ سوگهو ڪري. اهي ۽ هن نموني
جون ٻيون بہ ڪي زيادتيون ڪري وهي تڏهن بہ سندس
ظلم پرجا تنتر وارن راجائن کان ڪو وڌيڪ نہ ٿئي ها.
پرجا تنتري راجا ڳوٺ ڳوٺ ۾ رهندڙ هوا، جنهنڪري
سندن ظلم مان ڪو ڇڏو پاڙو بچي سگهندو هو. هيڏانهن
ٻلون وڃهي ۽ هوڏانهن بيگار جو آزار مچائي هرڪنهن
کي ستائيندا هوندا. پر هڪ ئي اختياريءَ واري مهاراجا
جو هي ريت ستائڻ ڪو سولو نہ هو. پنهنجي سک ۽
مزي لاءِ نيم موجب سولائي سان ٻلون اڳاري وٺندو
هو. تنهنڪري پيٽ مان سمجهي سگهجي ٿو تہ چو پرجا
تنتر راڄ بدران عام کي هڪ مهاراجا جو راڄ وڌيڪ
پسند هو.

هڪ مهاراجا جي راڄ ۾ پروهت جو ڪم، پيڙهي بہ
پيڙهيءَ يا براهمڻن سماج جي راءِ موجب، هڪ براهمڻ
کي ئي سونپيو ويندو هو. پرڌان منتري وغيره جو ڪم

ڪري ٿو ۽ چڪرورتي راڄا ساري جنتا مٿان نياءُ جو راڄ ڪري جنتا کي سکي رکڻ جو فڪر ڪري ٿو. راڄ ۾ شانتي پيدا ڪري هو عام کي اهو اُپديش ڏئي ٿو ته:-

''पाणी न हन्तब्बो, अदिन्नं नादातब्बं, कामेसु मिच्छा न चरितब्बा।
मूसा न भासितब्बा, मज्जं न पातब्बं''

اَرٿات پراڻين جي هنيا نه ڪرڻ کپي، چوري نه ڪرڻ کپي، ويڀچار نه ڪرڻ کپي، شراب نه پيئڻ کپي.

يعني ٻڌ گرهستين لاءِ جيڪي ''پنج شيل'' نيم آهن، تن جو پالن ڪجي تنهن بابت چڪرورتي راڄا اُپديش ڏيندو هو. مطلب ته ڇا براهمڻن جي درنظر، ڇا ٻڌ جي ٻوڌلڳن جي درنظر هڪ راڄا جي راڄ جو سرشتو ٻنهي کي نيڪ ٿي لڳو. ٻنهي وچ ۾ اصول جو ڪو فرق نه رهيو، فقط ٻاهرين نموني جو ٿورو گهڻو فرق ٿي رهيو.

پر خود گوتم ٻوڌيستو مٿان پرڄا تنتري راڄ سرشتي جو پرڀاو پڻ ٿورو نظر اچي ٿو. پنهنجي سنگهه جو سرشتو پڻ پڳوان پرڄا تنتري سرشتي موجب ئي رچيو هوندو. انهيءَ ڪري انهن پرڄا تنتري راڄن بابت جيڪا ڄاڻ ملي ٿي تنهن کي اهميت آهي.

وغيره کي ڪير ڀڄندو ۽ ڪين هو. پر آتم اُڌار ڏي ڌيان ڏيڻ ڪري هي شرامڻ راڄنيتيءَ ڏي ڌيان نه ڏيئي سگهيا، جنهن ڪري راڄ تنتري راڄن کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ جو رستو نه ڳولي سگهيا. شايد من ۾ سمجهندا هوا ته جيڪي هلي چلي پيو سو نيڪ آهي ۽ انهيءَ جو ڪو بلو ڪونهي.

ٻڌ ڀڳوان کي انهن پرجا تنتري راڄن لاءِ مان هو، سا ڳالهه پڌري نظر اچي ٿي. وَجي قوم جي ترقيءَ لاءِ جيڪي ست نيم هن ٻتايا هوا، تن جو ذڪر مٿي اچي ويو آهي. پر پراڻي حڪومت جي سرشتي مان بهترين سرشتو ڪيئن ٺاهي سگهجي تنهن بابت سنڌس ڪهڙا ويچار هوا، تن جو پتو نٿو پوي. پرجا راڄ ۾ ڪو راجا اتياچار ڪري ته ٻيا راجائون ملي ڪري ڪيس روڪيندا يا وقت به وقت انهن سيني راجائن کي ٻهر چونڊي مٿن ڪو دٻاءُ رکندا هوا ـ انهن سوالن تي ٻڌ گرنٿن ۾ ڪو به سوچ ويچار ظاهر ڪيل نظر نٿو اچي.

ٻڌ ڀڳوان جي پوئلڳن ته پرجا تنتري راڄن جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. ”ديگهه نڪايه“ ۾ آدرشي راڄ سرشتي بابت ”چڪوَتي ست“ ۽ ”مهاسُدَسن ست“ نالي ٻه ست آهن. ٻنهي ۾ چڪرورتي راجا جي مهماڪيءَ وڏاءُ سان لکيل آهي. براهمڻن جي سمرات راجا ۽ هن چڪرورتي راجا جي وچ ۾ اهو ئي فرق آهي ته سمرات عام جنتا جو خيال نه ڪري يگيه وغيره ڪري فقط براهمڻن جي ڳڻتي

سپيتا جي لھر ڪرو ديس جي آيرندي طرف زور سان
نہ وڌي سگھي۔ انھيءَ لھر جو زور ڪرو ديس جي
اندر ئي سمايل رھيو. تنھنجو مکيہ ڪارڻ اِھو ھو جو
پوربي ديسن ۾ رشين منين جي آھنسا ۽ تپسيا کي مان
ڏيڻ وارا گھڻ ماڻھو ھوا.

## تپسوي رشي مُني

"جاتڪ انڪتا" ۾ رشين منين جون انيڪ ڪٿائون
لکيل آھن۔ انھن مان ائين معلوم ٿو ٿئي تہ ھي شخص
بن ۾ وڃي ڪري تپسيائون ڪندا ھوا. سندن تپسيا جو
مکيہ مطلب ھو تہ ڪنھن بہ پراڻيءَ کي دک نہ ڏجي ۽
جيترو ٿي سگھي اوترو پنھنجي ديھہ کي ڪشٽ ڏجي.
اھي ماڻھو اڪيلا يا تہ گڏجي ٽولين ۾ رھندا ھوا. تہ
ھڪ ھڪ ٽوليءَ ۾ پنج پنج سؤ تپسوي بہ ھوندا ھوا.
سو ذڪر جاتڪ ڪٿائن ۾ ڪيل آھي۔ بن ۾ جيڪي
ڪندمُول ڦل وغيره شيون ملنديون ھيون تن تي پنھنجو
نرواھہ ڪندا ھوا ۽ خاص موقعن تي ڪٽيون ڪاريون شيون
ڪائڻ لاءِ نگرين ۾ ايندا ھوا.* ھنن لاءِ ماڻھن جي دلين
۾ ڏاڍو آدرستڪار ھوندو ھو ۽ ھو ڪين ضروري شيون
خوشيءَ سان ڪڍي ڏيندا ھوا۔ ماڻھن تي انھن رشين
جو خوب پرڀاو ھو، پر ھو ماڻھن کي ڪو ڌرمي اُپديش
نہ ڏيندا ھوا. سندن مثالن يا درشٽانتن مان ماڻھو آھنسا
ڌرم جو پالن ڪندا ھوا.

*लोणआम्बिल—सेवनत्थं

آڌياءُ (٣)

# تنهن وقت ڌارمڪ حالتون

## وهمي ويچار

اَڄ ڪالهه جي ڪيترن ودوانن جو اهو ويچار آهي ته شروع ۾ براهمڻن جو سڄو زور ويدن تي هو، پوءِ هنن يگيه وغيره کي اَهميت ڏني، جن مان اُپنشدن جو تَيوگيان نڪتو ۽ نيٺ ٻُڌ ڀڳوان اهو تتوگيان سڌاري ڪري پنهنجو ڌرمي سمپردايه اَستاپن ڪيو. مگر اها ويچار ڌارا وهمي آهي. اهو ويچار دور ڪرڻ بنا ٻڌ جي جيونيءَ جي سچي پچي پروڙ نه پوندي. انهيءَ ڪري ٻڌ جي سمي ۾ ديس جي ڌارمڪ حالت ڪهڙي هُئي تنهنجو مختصر بيان ضروري سمجهان ٿو.

## يگيه واري سڀيتا جي لهر

پهرئين اڌياءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته آريه ۽ داس قومن جي ٺاٺنيءَ ڪري سپت-سنڌوءَ جي ديس ۾ يگيه وغيره ڪرڻ واري سڀيتا جنم ورتو ۽ پريڪشت ۽ سندس پٽ راجا جنميجيه جي راڄ ۾ هن ويدڪ سنسڪرتيءَ ڪرُوُ ديس ۾ پنهنجو اَڏو هميشه لاءِ قائم ڪيو. پر انهيءَ

پيئڻ (سُراپان) جو اُتسؤ ٿي رهيو هو. سنياسين کي پلا
بن ۾ دارُون ڪٿان ٿو ملي؟ سو راجا انهن تپسوين ڏي
عمدو دارُون ڏياري موڪليو. دارُون پي ڪري تپسوي
نچڻ ۽ ڳائڻ لڳا. ڪي ته هوش وڃائي ٻريءَ ريت ليٽڙيون
پائڻ لڳا. جڏهن وري هوش ۾ آيا تڏهن ڏاڍا شرمسار
ٿيا. انهيءَ ٿي ڏينهن راجا جو باغ ڇڏي ڪري هماليه
ڏي پنيان پير ڪري موٽيا ۽ هڪ ٻئي پنيان آشرم ۾
وڃي ڪري آچاريه کي پرڻام ڪري ڪنڌ وني وڃي
وينا. آچاريه ڪانئن پڇيو ته ”آبادين ۾ وڃي ڪري بکيا
ملڻ ۾ ڪا تڪليف ته ڪانه ٿيو؟ توهين سڀ نيڪ مزاج
۾ رهيا؟“ جواب ڏنائون ته، ”هي آچاريه جي، اسين
سڀ سک ۾ رهياسين، پر جا شيءِ نه پيئڻ گهرجي سا پي
آيا آهيون.“

अपायिम्ह अनाच्चिमह अगायिम्ह रुदिम्ह च।
विसञ्जकरणिं पित्वा दिट्ठा नाहुम्ह वानरा।

اَرٿات، اسان دارُون پيتو، ناچ نچيا، راڳ ڳايا ۽ ڳوڙها
ڳاڙيا. نشيدار دارُون پي ڪري ڀڳو اسين بانڊر نه
بڻياسين.*

## رشين منين وچ ۾ جاتي ڀيد نه هو

تپسوي رشين منين وچ ۾ جاتي ڀيد بنهه نه هو. کهڙي
به جاتيءَ جو شخص هڪ وار تپسوي ٿيو ته سارو سماج
سندس آدرسنڪار ڪندو هو. مثال طور ماتنگ رشيءَ

*سراپان جاتڪ نمبر ٨٧

# رشين مُنين جو سَرل سڀاءُ

اهي تپسوي دنيا جي وهنوار يا ڇل ٻر پنچ کان اڻواقف هئڻ ڪري ڪڏهن ڪڏهن گرهست آشرم ۾ ڦاسجي پوندا هوا. مثلا پراڻن ۾ ڪٿا آهي تہ ڪيئن رششرنگ (ऋष्यशृङ्ग) کي اِسترين ڏٺاريو ۽ ڪيئن پراشر (पराशर) ستيوتيءَ ساڻ ڪام جو کيل کيليو. تنهن ڪانسواءِ بيون بہ ڪيئن اهڙيون ڪٿائون "جاتڪ انڪٿا" ۾ ڏنل آهن جن ۾ ڪي رشي مني گمراهہ ٿي وڃن ٿا. هڪ اهڙي ڪٿا هت ڏني وڃي ٿي:-

پراچين ڪال ۾ جڏهن بنارس ۾ برهمدت راجا راڄ ڪندو هو، تڏهن ڪاشي ديس جي اوڊچيہ (औदिच्य) براهمڻ ڪل ۾ بوڌيستو جنم ورتو. جڏهن ساماڻو تڏهن هن سنياس ورتو ۽ پنهنجا پنج سؤ شش ساڻ وٺي ڪري هماليہ جي ترائيءَ ۾ رهڻ لڳو. جڏهن چؤماسو آيو تڏهن سندس شش چيو تہ، "آچاريہ جي، هاڻي اسين آبادين ۾ وڃي کٽن ۽ نمڪين پدارٿن جو سواد وٺي اچون ٿا." آچاريہ کين چيو تہ، "توهانجي آيوَ وڏي هجي. توهين ڀلي وڃي سوادي شيون چکي اچو. پر مان هت ئي رهيو پيو هوندس."

اهي تپسوي بنارس وڃي پهتا. راجا سندن ڪيرتي ٻڌي ڪري چؤماسي جي موسم سندس باغ ۾ نباهڻ لاءِ کين وينتي ڪئي. سندن کاڌي پيتي جو بندوبست پنهنجي محل ۾ ڪرايائين. هڪ ڏينهن شهر ۾ دارؤن

جنهنکي وٺي ڪري ماتنگ چنڊال پنهنجي ڳوٺ ڏي موٽيو.
جيتوڻيڪ درشت منگلڪا ماتنگ ساڻ پڻنيءَ جو
ناتو رکڻ لاءِ تيار هئي ته به ماتنگ ساڻس پتنيءَ جو وهنوار
نه رکي بن ۾ وڃي ڪري گهور تپسيا شروع ڪئي. ستن
ڏهاڙن بعد ماتنگ موٽي آيو ۽ درشت منگلڪا کي
چيائين ته ”تون ماڻهن ۾ اها خبر ڪر ته منهنجو پتي
ماتنگ نه پر مها برهما آهي ۽ هو پورڻماسيءَ ڏينهن
چندر منڊل مان لهي هيٺ ايندو.“ سو درشت منگلڪا
سيني کي ائين ڄاڻايو. پورنيما جي رات جو ماڻهن جو
انبوهه چنڊالن جي ڳوٺ ۾ درشت منگلڪا جي گهر
سامهون اچي مڙيو. تڏهن ماتنگ رشي چندر منڊل مان
لهي هيٺ آيو ۽ پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ گهڙي آڱوٺي سان
درشت منگلڪا جي نابي يعني ڌُن کي ڇُهيائين.

برهما جا ڀڳت جي اتي اچي گڏ ٿيا هوا سي اهو
چمتڪار (ڪرامت) ڏسي ڪري درشت منگلڪا کي
کڻي بنارس ۾ آيا. اتي نگر جي وچ ۾ هڪ شاهي منڊپ
ٺاهي درشت منگلڪا جي پوڄا شروع ڪيائون. جيڪي
چوندي هئي سو ماڻهو مڃيندا هوا. نون مهنن کانپوءِ
ساڳئي منڊپ ۾ هڪ بالڪ پيدا ٿيو. منڊپ ۾ جنم وٺڻ
ڪري بالڪ جو نالو ”ماڊويه“ رکيو ويو. منڊپ جي
پرسان ماڻهن هڪ اعليٰ عمارت بنائي ۽ منگلڪا ۽ سندس
پُٽر کي انهيءَ عمارت ۾ رکيائون. سندس پوڄا ته اڳيئي
ٿيندي هئي.

واري کهاڻي،* جا هڪ جاتڪ ۾ آئي آهي، سا مختصر طور هت ڏيون ٿا:-

ماتنگ جو جنم بنارس نگر جي ٻاهران هڪ چنڊال کل ۾ ٿيو هو. جڏهن هو وڏو ٿيو ته هڪ ڏينهن بنارس جي سيٺ جي دِرشٽ منگلڪا (दृष्ट मंगलिका) نالي جوان ڪنيا رستي تي ايندي ڏٺائين. ڪيس ڏسي ڪري هو رستي جو پاسو وٺي بيٺو. تڏهن دِرشٽ منگلڪا پنهنجن نوڪرن کان پڇيو ته هي شخص ڪير آهي جو هڪ پاسو وٺي بيٺو آهي؟ جڏهن نوڪرن چيس ته هي هڪ چنڊال آهي تڏهن اهو هڪ اَپسوڻ سمجهي ڪري هوءَ اُتان موٽي ويئي.

دِرشٽ منگلڪا مهني ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي باغ ۾ وڃي ڪري پنهنجن ٻاهرين ۾ ڀِٽسا ورهائيندي هئي. سندس موٽي وڃڻ ڪري سي سڀ ڏاڍا نراس ٿيا ۽ ماتنگ کي ماري ڪُٽي رستي تي ڦٽو ڪري ويا. ٿوري وقت کانپوءِ ماتنگ هوش ۾ آيو ۽ اُتان سرڪي دِرشٽ منگلڪا جي پيتا جي دروازي جي ڏاکڻ تي ليٽي پيو. جڏهن کانئس پڇيو ويو ته، "تون ڪير آهين ۽ ڇو پاٽڪي هيترو ڪشٽ ڏيئي رهيو آهين؟" ته چيائين "دِرشٽ منگلڪا کي وٺي وڃڻ بنا هتان اَصل نه چُرندس." انهيءَ حالت ۾ سچا سارا ست ڏينهن اُتي پيو هو. آخر لاچار ٿي ڪري سيٺ پنهنجي نياڻي کيس ڪيدي ڏني،

*ماتنگ جاتڪ نمبر ٤١٧

ڌرشت منگلڪا کيس اُمالڪ سچاتو ۽ پٽر کي کميا ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائين. ماتنگ رشيءَ پنهنجي جوٽي پيچيءَ مان ٿورو حصو ڪڍي ڏنس ۽ چيائينس ته ”هيءَ پيچي پنهنجي پٽ ۽ ٻين براهمڻن کي وجهي پيار. ٺيڪ ٿي پوندا.“ جڏهن ڌرشت منگلڪا ائين وجهي ڪيو ته هو برابر ٺيڪ ٿي پيا. پر جڏهن سڄي بنارس شهر ۾ اها ڳالهه پکڙجي ويئي ته چنڊال جي جوٺي پيچي پيئڻ ڪري براهمڻ ٺيڪ ٿي پيا تڏهن اهي لڄي ٿيا ۽ شهر ڇڏي ميجهه (مديه) راشٽر ڏي هليا ويا. پر ماڊبويہ اتي ئي رهيو.

اڳتي هلندي ماتنگ رشي رتن ڪندي ميجهه يعني مديہ ديس ۾ وڃي پهتو. ماڊبويہ جي ساٿي براهمڻن کي جڏهن اها خبر ملي تڏهن هنن ميجهه ديس جي راجا کي آگاهه ڪيو ته هي جو ڏٺون بيڪاري آيو آهي سو جادوگر اٿيئي، ۽ تنهنجي ساري ديس کي تباهه ڪري ڇڏيندو. سو ٻڌندي ئي راجا پنهنجا سپاهي ماتنگ جي تلاش ۾ موڪليا. انهن ماتنگ کي هڪ درخت هيٺان ويهي پکيا وارو پوڄن کائيندو ڏٺو ۽ ڏسندي ئي ماري وڌائونس. تنهن تي ديوتائون ڪروڌ ۾ آيا ۽ انهيءَ ديس کي اُجاڙ ڪري ڇڏيائون.

ته ماتنگ جي هتيا ڪري ميجهه ديس ناس ٿي ويو. تنهن جو بيان ڪيئين جاتڪن ۾ ڪيل آهي. جيئي ٿو سگهجي ته هن ڏند ڪٿا ۾ سچ ڪيترو ۽ ڪوڙ ڪيترو

ماٽڊويہ (माण्डव्य) ڪمارڪي ودیا ڏيڻ لاءِ پاٽليپُترا وڏا وڏا ويد پڙهيل پنڊت اچي سهڙيا۔ هو اُنهي وِدِيا ۾ هوشيار ٿيو ۽ براهمڻن جي ڏاڍي مدد ڪرڻ لڳو۔ هڪ ڏينهن ماتنگ رشي پاڻ سندس دروازي تي وڃي ڀڪيا وٺڻ لڳو۔ تڏهن ماٽڊويہ ڪانئس پڇيو تہ، "ڦاٽل ڪپڙا پائي، پشاچ جي مهانڊي سان، ڙي تون ڪير آهين؟"

ماتنگ چيس تہ، "تو وٽ کاڌو پيتو گهڻو آهي۔ انهيءَ ڪري هت آيو آهيان تہ مونکي ڪجھ جوٺي ڀور ملي ويندي۔"

ماٽڊويہ چيس تہ، "هي کاڌو پيتو تہ براهمڻن لاءِ آهي۔ تو جهڙن نيچن واسطي نہ آهي۔"

هن سَر ۾ ٻنهي وچ ۾ خوب واد وواد هليو۔ نيٺ ماٽڊويہ پنهنجا ٻي دوارپال سڏي ماتنگ کي ڌڪا ڏيئي گهر مان ڪڍائي ڇڏيو۔ تنهن تي ماٽڊويہ جو ساهہ گهٽجي ويو، اکيون اُڀيون ٿي ويون، ۽ هو بيحال ٿي اونڌو ڪري پيو۔ ساڻس جيڪي براهمڻ هوا تن جي بہ ڪجھ اهڙي ئي دردشا ٿي۔ واڇ ڦري وين ۽ اونڌي منهن زمين تي ليٽڙيون پائڻ لڳا۔ اها رو‌ءِداد ڏسي ڪري درشٽ منگلڪا ٻني جڏهن خبر پيس تہ هڪ ڪنگال تپسويءَ جي پرڀاو ڪري سندس پٽر ۽ ٻين براهمڻن جو هي حال ٿيو آهي تڏهن هوءَ تپسويءَ جي ڳولا ۾ نڪتي۔ هيڏانهن ماتنگ رشي هڪ هنڌ ويهي ڪري ڀڪيا ۾ جيڪا چانورن جي ٻيجي ملي هيس سا پيئي رهيو هو۔

۾ وڏي وستار سان ڪيل آهي. پوءِ پُٺي ڪوي هن ڪٿا کي ٿورو منوهر روپ ڏيئي "اُتر رامچرت" ۾ ورڻن ڪيو آهي. پر اهڙو واقع ٻڌ ڀڳوان کان اڳ ٿيو هجي يا ٻڌ ڌرم ڀارت ديس ۾ هو تڏهن ٿيو هجي، تنهن جي ثابتي ڪٿي به نٿي ملي. ڪهاڻي رچيندڙ جو مطلب شايد اهو ئي هو ته راجا کي هن ريت هاڻ گهرجي.

## شرمڻ

جهنگل ۾ رهندڙ انهن رشين مُنين کي تپسوي يا پروراجڪ سڏ يندا هوا. کهڙيون تپسيائون ڪندا هوا تنهن جي به ڪا خاص خبر نٿي پوي. انهن تپسوين جي ٽولن منجهان ڌار ڌار شرمڻ سنگهه نڪتا، جي ماڻهن جي آبادين ۾ وڃي ڪري ڪين اُپديش ڪندا هوا. شرمڻ "شرم" مول ڌاتوءَ مان نڪتو آهي. شبد جو اَرٿ آهي - پر شرم يعني محنت ڪرڻ وارو. جنهن نموني هن زماني ۾ سرير جي محنت ڪندڙ مزدورن جو مانُ وڌندو وڃي ٿو، انهيءَ نموني ٻُڌ جي سمي ۾ شرمڻن جو مان وڌندو رهندو هو. پر مزدورن ۽ شرمڻن وچ ۾ ايترو فرق آهي جو مزدور سماج لاءِ ضروري شيون پيدا ڪرڻ لاءِ محنت ڪن ٿا ۽ شرمڻ سماج جي آڌياتمڪ جاگرتي آڻڻ ڪرڻ لاءِ ڀاڱکي ڪشت ڏيندا هوا. شايد ڪين شرمڻ هن ڪري چوندا هوا جو هي شخص تپسيا ڪري پنهنجي سرير کي "شرم" يعني ڪشت ڏيندا هوا. ليڪن جهنگان ۾ رهندڙ رشي مني به تپسيائون ڪري پنهنجي سرير کي ڪشت

آهي. ماتنگ رشي چنڊال هوندي به براهمڻ ۽ کتري سندس پوڄا ڪندا هوا. اها ڳالهه "وَسل ست" جي هينئين پد ۾ چٽيءَ طرح لکيل آهي:-

तदमिना पि जानाथ यथा मेदं निदस्सनं।
चण्डालपुत्तो सोपाको मातंगो इति विस्सुतो॥
सो यसं परमं पत्तो मातंगो यं सुदुल्लभं।
आगच्छुं तस्सुपट्ठानं खतिया ब्राह्मणा बहू॥
देवयानं अभिरूय्ह विरजं सो महापथं।
कामरागं विराजेत्वा ब्रह्मलोकूपगो अहु।
न नं जाति निवारेसि ब्रह्मलोकूपपत्तिया॥

اَرٿات: انهيءَ لاءِ هڪ مثال ڏيان ٿو. ڪتي جو گوشت کائيندڙ چنڊال جو هڪ پٽ ماتنگ نالي پرسڌ هو.

٢- اِن ماتنگ کي نهايت سريشٽ ۽ دُرلڀ جس پراپت ٿيو. ڪيئين براهمڻ ۽ کتري سندس شيوا ۾ حاضر رهندا هوا.

٣- وشيه واسنائن کي ڪيٽ ڪري وارو مها مارگ وٺي ديويان (سماڌي) ۾ ويهي، هو برهم لوڪ پڌاريو. برهم لوڪ ۾ جنم وٺڻ لاءِ سندس اڳيون جنم آڏو نه آيو.

## شنبوڪ جي (शंबूक) خيالي ڪٿا

شنبوڪ نالي هڪ شودر تپسوي بن ۾ تپ ڪري رهيو هو. هن جي هٿان هڪ براهمڻ جو ڇوڪرو مري پيو. جڏهن شري رامچندر کي اها خبر ملي ته بن ۾ وڃي ڪري هن شنبوڪ جي سسي لاهي ڇڏي ۽ براهمڻ جي ٻار کي وري جيئرو ڪيائين. اها ڪٿا رامايڻ

اُداسي وغيره ناليرا پنٿ ڪي ڳاڻ ڳڻيا ملندا.

## تپسيا جا نمونا

ٻُڌ جي سمي ۾ ڇهه سَنگهه سيني کان وڏا سمجها ويندا هوا ۽ انهن ۾ به ”نرگرنٿ (ڳنڍين يا ٻنڌڻن بنا) شرمڻ پنٿ“ سيني کان وڌيڪ ناميارو هو. انهيءَ پنٿ جو اتهاسڪ پايو وجهندڙ پارشو (पार्श्व) مني هو. سندس پرنرواڻ ٻڌ جي جنم کان شايد ١٩٣ سال اڳ ٿيو هو. تنهن کان اڳ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه يا پنجاهه سال پارشو مني پنهنجي ڌرم جو اُپديش ڏنو هوندو. سندس ۽ ٻين پنٿن جي وڏن جي کهڙي مت هئي تنهن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو. هت فقط ايترو ئي ڏيکاربو ته هي ماڻهو کهڙي قسم جون تپسيائون ڪندا هوا. تنهن مان تپسوين جي تپسيا جي به ڪجهه ڄاڻ پئجي ويندي. شرمڻن جي تپسيائن جا نمونا ڪئين سُتن ۾ ڏنا ويا آهن. پر ٽن سيني مان ”مجهم نڪايه“ جي مهاسيهناد (महासीहनाद) سُت ۾ جو ورنن ڪيل آهي سو سيني کان وڌيڪ وزنائتو آهي. هيٺ انهيءَ جو تات پرج ڏنو وڃي ٿو.

ٻڌ ڀڳوان ساريپت کي چوي ٿو ته، ”هي ساريپت مونکي ياد ٻوي ٿو ته مون چئن پرڪارن جا تپ ڪيا هوا. مان تپسوي هوس، گدلو هوس، اُهنسڪ هوس، ايڪانت ۾ رهندو هوس.“

## تپسيائون

هي ساريپت مان توکي ٻڌايان ٿو ته منهنجون تپسيائون

ڏيندا هوا. پر انهن کي ”شرمڻ“ جي ٽاليءَ نه سڏيندا
هوا. انهيءَ مان اِئين سمجهجي ٿو ته هي شخص عام جي
پلي کاتر پاڻ ولوڙيندا هوا، جنهنکري کين شرمڻ
کري سڏيندا هوا.

## شرمڻن جا ٽيهٺ پنٿ

ٻڌ جي سمي ۾ هن قسم جا ننڍا وڏا مڙيوئي ٦٣ پنٿ
هوا. انهيءَ جملي ۾ جي –यानि च तीण यानि च सट्ठि ٦٣ پنٿ
ٻڌايل آهن تن ۾ ٻؤڌ مت به اچي ويٺي يا نه سو چٽي
نٿو سگهجي. جي اچي وڃي ٿي ته پالي ساهتيه ۾ ڪٿين
هنڌن جو ٦٢ پنٿن جو ورنن ڪيل آهي (द्वासट्ठि दिट्ठिगतानि)
سو سولائي سان سمجهه ۾ اچي وڃي ٿو. آرٿات انهيءَ
مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ٻڌ جي شرمڻ پنٿ ڪانسواءِ ٻنهن
سمي ٻيا به ٻاهٺ شرمڻ پنٿ هوندا هوا. انهن ٻاهٺ
پنٿن جو تفصيلوار بيان ”ديگهه نڪايه“ جي پهرئين
”برهم جال ست“ ۾ ڪيو ويو آهي، پر اهو ٻڌايو احوال
پيو لڳي. جڏهن اهو سُت لکيو ويو هو تڏهن انهن ٻاهٺ
ڪانسواءِ ٻين پنٿن جي ڪا ڄاڻ ڪانه هئي. پر ست جي
ليکڪ ٦٢ جي سنکيا پوري ڪرڻ لاءِ هڪ نئين يادداشت
ٺاهي ڪري ست ۾ ڳنڍي ڇڏي. انهن پراچين ٦٢ شرمڻ
پنٿن جي ڄاڻ شايد هن ڪري نه رهي هئي جو انهن ۾
پرسڌ پنٿ ٿورڙا هوا ۽ ننڍڙا پنٿ وڏن سان ملي
جُهلي ويا هوا. هن زماني جي باوا ۽ بيراڳي پنٿن جي
ڳڻپ ڪجهه نه ليکو نه لهي. پر انهن ۾ ڪبير، دادو،

هوس. يا ته ٻن گهرن مان ٻڪيا وٺي ڪري ٻن گرهن تي رهندو هوس ۽ انهيءَ ريت سٺن ڏينهن ۾ روز هڪ گهر وڌائيندي سٺن گرهن تي رهندو هوس. مان هڪ چاٽي اَن جي پري وٺندو هوس ۽ ساڳيءَ ريت سٺن ڏينهن ۾ وڌائيندي سٺن چاٽين تي نرواهه ڪندو هوس. هڪو نه ٻئي ڏينهن پوڄن ڪندو هوس، ٻوء ٻه ڏينهن ڇڏي هرايڪ چوٿين ڏينهن پوڄن ڪندو هوس. انهيءَ ريت اُپواسن جي سنکيا وڌائيندي هفتي اندر هڪ ڀيرو يا ٻن هفتن اندر هڪ ويلو پوڄن ڪندو هوس.

(ह्र) سبزي، سانوا (سادو اَن)، نِيوار (سادا چانور)، چمار جا ڦتا ڪيل چمڙي جا ٽڪر، پاڻيءَ مٿان سينور، ٻهه، جليل اَن، گاهه يا ڳئون جو ڇيڻو کائي گذر ڪندو هوس يا ٻن ۾ سڻيءَ جا ڪپڙا پهريندو هوس. لاشن مٿان پيل ڪفڻيون ڍڪيندو هوس، مرگ چرم پهريندو هوس. سڻي يا ٽاٽ جو ڪپڙو پهريندو هوس. منش يا گهوڙي جي وارن مان ٺهيل ڪمبل، يا اُلو پکيءَ جي کنڀن مان ٺهيل ڪپڙو ڍڪيندو هوس.

(ति) مان ڏاڙهي، مڇون ۽ مٿي جا وار پٽي ڪڍندو هوس. مان ڪڙو بيهي ڪري تپسيا ڪندو هوس، اوڪڙو ويهي ڪري تپسيا ڪندو هوس.

(ह्र) مان ڪنڊن جي بستري تي سمهندو هوس. ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا سنان ڪندو هوس. ان ريت انيڪ

ڪهڙيون هيون :-

(٩) آءُ ننگو رهندو هوس، دنيوي وهنوار جو پالن نہ ڪندو هوس. هٿن جي ٻڪ ۾ ڀکيا وٺي کائيندو هوس، ڪو ڪٺي چوندو هوم تہ "هي پد نت (پدبدس) هيڏانهن اچو" تہ نہ ٻڌندو هوس. ڪو ڪٺي چوندو هوم تہ "هي پدنت، بيهي رهو." تہ ڪيس بہ نہ ٻڌندو هوس. ڪو گهر وڃي اَن ڏيڻ وڃي، ڪو پنهنجي کاتر ڀوڄن تيار ڪري ۽ ڪو مهماني ڏئي، تہ قبول نہ ڪندو هوس. جنهن برتن ۾ اَن رڌيل هو انهيءَ برتن ۾ ڪو مونکي اچي اَن ڏيندو هو تہ نہ وٺندو هوس. اُکريءَ مان ڪو ڪاڍي جي شيءِ آڻي ڏيندو هوم تہ اُها نہ وٺندو هوس. چائنٽ يا چائنٽ جي ڏنڊي جي هن پر بيهي ڪو ڀکيا ڏيندو هو تہ نہ وٺندو هوس. ٻہ ڄڻا ويٺا ڀوڄن ڪن ۽ انهن مان فقط هڪ ڄڻو اُٿي ڀکيا ڏيندو هوم تہ نہ وٺندو هوس. گرڀڻي يا ڌائڪ ٻار واري، يا ٻرش سان اڪيلي سر رهندڙ استريءَ کان ڀکيا نہ وٺندو هوس. ميلي يا تيرٿ جاترا ۾ تيار ڪيل اَن جي ڀکيا نہ وٺندو هوس. جتي ڪُتا بيٺا هجن يا مکين جو ميڙ يا پُون هجي اُتان ڀکيا نہ وٺندو هوس. مڇي، ماس، دارون وغيرہ ڀکيا ۾ نہ وٺندو هوس.* هڪ ئي گهر کان ڀکيا وٺي ڪري ۽ هڪ ئي گرهہ تي گذر ڪندو

*جيئن ساڌو مڇي يا ماس وٺندا هوا، پر دارون وٺڻ جو مثال ڪٿي بہ نٿو ملي. گوشت کائڻ جو سوال ڀارهين اَڌياءَ ۾ ڪنيو ويو آهي.

ٻوڙون پائڻ ۾ اهوئي مطلب هو ته نه هو مونکي ڏسي وٺي ۽ نه آءٌ کيس ڏسان. جيئن ڪو هرڻ ٻن ۾ ماڻهوءَ کي ڏسندي ئي ٻوڙ ٻڪ پائيندو آهي تيئن آءٌ ٻـ ٻوڙي پچندو هوس. منهنجو ايڪانتپڻو اهڙو هو.

## اڻ وڻندڙ پوڄن

جتي ڳئون ٻڌل رهنديون هيون ۽ جتان ڳئون تنهن وقت چرڻ وينديون هيون، اُتي مان هٿن پيرن تي هلي وڇڙن جو ڇيڻو کائيندو هوس. جيسين منهنجو مل-موتر خشڪ تي نه ويندو هو تيسين اُئين پيٽ پارڻيندو هوس. اَهڙو منهنجو اَڻ آئڙندڙ پوڄن هوندو هو.

## اُداسينتا

(ﷲ) مان ڪنهن پيانڪ ٻن ۾ رهندو هوس. دنيا جو ڪو ماڻهو انهيءَ بـن ۾ پير پائيندو هو ته ٻپ ۾ سندس روم ڪڙا تي بيهندا هوا. سرديءَ جي موسم ۾ برف پوڻ جي وقت مان کليءَ جڳهه ۾ رهندو هوس ۽ ڏينهن جو جهنگ ۾ هليو ويندو هوس. گرميءَ جي موسم جي سخت مهني ۾ کلئي ميدان ۾ رهندو هوس ۽ رات جو جهنگ ۾ گهري ويندو هوس. مساڻي ۾ ماڻهن جا هڏا وهاڻو ڪري سمهندو هوس. جـڏهن ڪي گنوار ماڻهو مون تي تڪون اُڇلائيندا هوا، يا منهنجي ڪنن ۾ ڪک وجهندا هوا ته به منهنجي من ۾ ڏانهن پاپ جو خيال نه ايندو هو.

پرڪارن جا ديهہ کي ڪشت ڏيندو هوس. اِهي هيون منهنجون تپسيائون.

## گدلائي

مان توکي ٻڌايان ٿو تہ مان ڪهڙو گدلو هوندو هوس-

(ٺ) ڪيئين سالن جي ڌوڙ سان منهنجي سر پر مٿان مٽيءَ جا تهہ چڙهي ويا هوا. جيئن تندڪ وڻ جو ٿر ڪيئين سالن جي ڌوڙ سان لٽجي وڃي تيئن منهنجي ديهہ ڌور سان پرجي ويئي هئي. پر ائين نہ پائيندو هوس تہ هي ڌوڙ جا پردا مان پاڻ چنبڙي چڏيان يا ٻيو ڪو پنهنجن هٿن سان چنبڙي وٺي. منهنجي اهڙي گدلائي هئي.

## هنسا کان پري

(ٺ) مان بلڪل ساوڌانيءَ سان ايندو ويندو هوس. پاڻيءَ جي بوندن تي مونکي ڏايڍي ديا ايندي هئي. اهڙي ڏکي حالت ۾ ڪو سوکيمہ پراڻي مٿان منهنجي هٿان مري پوي، تنهنڪري ڏاڍو خبردار تي رهندو هوس. ايتري قدر مونکي هنسا اڻوڻندڙ هئي.

## ايڪانتپڻو

هي سارپيت هاڻي مان توکي ٻڌايان ٿو تہ منهنجو ايڪانتپڻو ڪهڙو هو.

(ڙ) جڏهن مان ڪنهن بن ۾ رهندو هوس تہ ڪنهن ڌنار يا گاهہ واري ڪانير يا ٻيلائي کي ڏسي گهاٽو جهنگ چڏي پٽ ۽ ميدان ڏي ڊوڙون پائي ويندو هوس.

هوس ته هنن کي پيٽ واري چمڙي وچ ڇهندي هئي.
انهيءَ طرح منهنجي پنيءَ ۽ پيٽ جي چمڙي بئي جڻ
هڪ ٿي ويئون هيون. مان پيشاب يا پائخانو ڪرڻ لاءِ
وهندو هوس ته اٿي ئي ڪري پوندو هوس. مٿي مٿان
هٿ گهمائيندو هوس ته سر ير جا وار ڇڻي پوندا هوا.
گهٽ کاڌي ڪري منهنجي اهڙي دشا وڃي ٿي هئي."

ڪئين شرمڻ ۽ براهمڻ مگ کائي، يا تر کائي يا چانور
کائي گذر ڪن ٿا. سندن خيال موجب اهي شيون کائڻ
ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي. هي سارپيٽ، مان هڪ ئي
مُگ جو ڪڻو، يا تر يا چانور کائي رهندو هوس. تون
ائين نه سمجهج ته انهن جا داڻا ڪڻا تن ڏينهن ۾ وڏا
ٿيندا هوا. جهڙا اڄ آهن اهڙائي تڏهن بہ هوندا هوا.
اهڙي گهٽ کاڌي کائڻ ڪري منهنجي اهڙي دشا
وڃي ٿي هئي."

بڌ گهوش آچاريہ جو چوڻ آهي ته ٻگوان بُڌ اهي
تپسيائون هڪ اڳئين جنم ۾ ڪيون هيون. تنهن سمي
پيڙ وغيره شيون، جيڪڏهن اڄوڪي وقت جهڙيون
ٿينديون هيون، ته بڌ گهوش آچاريہ جو اهو انومان
ڪيڻ ٺيڪ لڳي ٿو ته انهي چوڻ جي ضرورت ڪانهي
ته انهي سمي ۾ قسمين قسمين جون کهڙيون اجايون
تپسيائون ٿينديون هيون سو ئي ڏيکارڻ لاءِ ست جي
ليکڪ مٿي لکيل ڳالهيون ڀڳوان بڌ جي مک ۾ وڌيون آهن.

يادداشت ۾ ڏنل نراهين تپسيائن کانسواءِ 'ٿ' باڳه ۾

## ڀوڄن بابت ورت

(۳) ڪيترن براهمڻن ۽ شرامڻن جي مڃتا آهي تہ
ڪاڏي ڪري آتم شڌي ٿئي ٿي. اهڙا براهمڻ فقط ٻيڙ
کائي پيٽ پاليندا آهن يا ٻيڙن جو چُورو ڪائيندا آهن،
يا ٻيڙن جو ڪاڙهو پيئندا آهن، يا ٻيڙن مان ٻيو ڪجھ
ٺاهي کائيندا آهن. ياد اٿم تہ آءٌ هڪ ٻي ٻيڙ تي گذر
ڪندو هوس. هي ساريپٽ، تون ائين نہ سمجھہ تہ انهي
سمي ۾ ٻيڙ ڪي وڏا ٿيندا هوا. جهڙا اڄ ڪالھہ ٻيڙ آهن
اهڙائي تڏهن بہ هوندا هوا. سو هڪ ٻي ٻيڙ کائڻ ڪري
منهنجو سرير نهايت پتلو ٿي ويندو هو. آسيتڪ وَلِ يا
ڪال وَل جي ڳنڍين وانگر منهنجي سرير جا ڳنڍ ڏسڻ
۾ پيا ايندا هوا. منهنجو ڪمربند اُٺ جي پير جهڙو ڏسڻ
۾ ايندو هو. منهنجي پٺيءَ جو ڪنڊو سٽ ڪتڻ وارين
ٽڪلين جي مالها وانگر ڏسڻ ۾ ايندو هو. جيئن ٽٽل
ڀڳل مڪان جي ڇت جون ڀليون هيٺ مٿي پيئون
لٽڪنديون آهن، تيئن منهنجي پاسريءَ جا هڏا بہ پيا
لٽڪندا هوا. جيئن ڪنهن اونهي کوھہ منجھہ آسمان جا
تارا نظر اچن تيئن منهنجون اکيون کوپڙيءَ جي اندر
پيٺل نظر اينديون هيون. جيئن ڪچو ۽ ڪوڙو ڪدو
ڪپي اُس ۾ رکڻ سان سڪي وڃي تو تيئن منهنجي
مٿي جي چمڙي سڪي ٻوٽ تي ويئي هئي. پيٽ مٿان
هٿ گھمائيندو هوس تہ فقط پٺيءَ جو ڪنڊو هٿن ۾
ايندو هوم ۽ جڏهن پٺيءَ جي ڪنڊي تي هٿ گھمائيندو

آهي، پر تنهنجي من ۾ ته پيڊ پاؤ آچا ڏائين آهي. تنهنڪري توکي ڏنگو نه گهرڻ گهرجي." انهيءَ طرح ڪيترن ڏنگن پابن کي لنگوٽي پائي گهمڻ لاءِ مجبور ڪيائين.

هڪڙي پيري اهڙوئي پرسنگ تيلنگ سوامي لاءِ اچي بڻيو. جڏهن اها ڳالهه ڦهلجي ويئي ته پوليس وارا سوامي جيءَ کي صاحب جي بنگلي تي وٺي ويا آهن ته سندس شش، هلنديءَ وارا ماڻهو ۽ سندس پيارا پنڊت صاحب جي بنگلي ڏي ويا. صاحب سڀني کي وهاريو ۽ تيلنگ سواميءَ کان پڇيائين ته "تون پرم هنس آهين؟" جڏهن سوامي جيءَ "هائو" ڪئي ته صاحب اُمالڪ ٻيو سوال پڇيس ته، "پلا توهين منهنجي گهر جو اَن کائيندا؟" تنهن تي سواميءَ جيءَ پڇيس ته، "پلا توهين منهنجو اَن کائيندا؟" صاحب جواب ڏنس ته، "جيتوڻيڪ آءٌ ڪو پرم هنس نه آهيان، تڏهن به آءٌ ڪنهن جو به اَن کائيندو آهيان."

سوامي جيءَ اُتي جو اُتي پنهنجي هٿ تي پائخانو ڪيو ۽ هٿ وڌائي گوونڊ صاحب کي چيائين ته، "هي وٺو، منهنجو هي اَن آهي. اهو وٺي کائي ڏيکاريو." صاحب کي ته نهايت نفرت آئي ۽ ڏاڍي غصي ۾ چيائينس ته، "هي ڪو اِنسان جي کائڻ جو اَن آهي؟" تنهن تي سوامي جي پنهنجي وشٽا کائي ويو ۽ هٿ اُگهي صفا ڪيائين. سو ڏسي صاحب کيس ڇڏي ڏنو ۽ وري ڪڏهن سندس ڳالهه به نه ڪيائين.

ڦُري تپسيائون ترڳرنت (جيئن ساڌو) ڪندا هوا. هن وقت به وار پٽي ڪڍڻ، اپواس ڪرڻ وغيره تپسيائون منجهن چالو آهن.

'ڇ' پاڳه ۾ ورتن ڪيل تپسيائون ٻين پنٿن جا شرمڻ ۽ براهمڻ ڪندا هوا. انهن جا نمونا گهڻي قدر هن وقت جا باٻا، بيراڳي وغيره هلائيندا تا اچن.

## مل-مُوتر ڪائڻ جي ريت

پنهنجو مل-مُوتر کائڻ جي ريت اڄ به اگهورين جهڙن پنٿن ۾ چالو آهي. ڪاشيءَ ۾ تيلنگ سواميءَ نالي هڪ پرسد سنياسي هو. ٻنهي ننگو رهندو هو. ڪاشيءَ ۾ ٻيا به سندس وانگر ننگا ڪيترا پرم هنس رهندا هوا. تنهن وقت گاڊون (Godwin) نالي هڪ لوڪ پريه ڪليڪٽر هو، جنهنکي ڪاشي واسي 'گووند' صاحب ڪري سڏيندا هوا. ڏاڍي سمجهداريءَ سان هندن جي ريت رواج مان هو واقف ٿي ويو هو. هي ننگو ٻاٻا لنگوٽي لڳائي گهمي ڦري تنهن لاءِ هن هيٺئين رمز هلائي.

رستي تي جڏهن اهو ننگو ٻاٻا گڏجي ويندو هون ته پوليس وارا کيس صاحب وٽ وٺي ويندا هوا. صاحب پڇندو هوس، "تون پرم هنس آهين؟" جي "هائو" چوندو هو ته صاحب چوندو هوس ته پيلا منهنجو اَن تون کاءُ. پيلا ننگو ٻاٻا صاحب جو اَن ڪيئن کائي؟ تڏهن گووند صاحب چوندو هوس ته، "شاسترن ۾ چيل آهي ته پرم هنس پرش ڪنهن به پرڪار جو ڀيد ڀاؤ نه رکندو

جين ساڌن جو پنٿ ڏاڍو زور هو. انهن ڪانسواءِ هنن هيٺين پنجن وڏن - پورڻ ڪاشيپ، مڪل گوسال، اَجت ڪيس ڪمبل، پڪڌ ڪاتياين ۽ سنجيه بيلٽپت - جا شرمڻ پنٿ ڏاڍا مشهور هوا. انهن جا تتو گيان درسن بابت کهڙا ويچار هوا تن جو مختصر بيان ستين اَڌياءَ ۾ ڏنو ويندو. تنهن مان معلوم ٿيندو ته تتو گيان بابت پاڻ ۾ وڏو مت ڀيد هوندي به ٻن ڳالهين بابت سڀني ساڳيو ويچار هو:-

(١) انهن سڀني کي يگيه وغيره پسند نه هوا.

(٢) تپسيائن بابت، ٿورو ڪي گهٽ، سڀني جي من اندر مان هو.

## شرمڻن جو پرچار

مٿي چئي آيا آهيون ته انهن ۽ ٻين شرمڻن جو ماڻهن مٿان ڏاڍو پرڀاو هو. اهي شرمڻ پورب ۾ چمپا (ڀاڳلپور)، پڇم ۾ ڪرن جو ديس، اُتر ۾ هماليه ۽ ڏکڻ ۾ وندڌيا - انهيءَ پرديس اندر، رڳا چوماسي جا چار مهنا ڇڏي، باقي اَٺ مهنا لڳاتار گهمندا رهندا هوا ۽ ماڻهن کي پنهنجن پنهنجن ويچارن بابت اُپديش ڏيندا رهندا هوا. انهيءَ ڪري عام ۾ يگيه وغيره واسطي اَنادر ۽ تپسيائن بابت آدر پيدا ٿيندو هو.

## يگين جي حد

پر پڌ ۾ راجائن جي جيت ٿئي، تنهن مراد سان يگيه وغيره ڪرڻ ضروري لڳندو هو. يگيه وغيره چالو رکڻ

سنه ١٩٠٢ ۾ جڏهن آءٌ ڪاشيءَ ۾ هوس تڏهن اُتي
جي پنڊتن هي قصو ڏاڍي آدر سان مونکي ٻڌايو ۽ تنهن
کان اڳ ساڳئي آدر ساط "ڪاشي ياترا" نالي ڪتاب ۾
اها ڳالهه ڇپي پڌري به ڪئي هئي.

## هاڻوڪيون تپسيائون

اهوئي تيلنگ سوامي سخت سرديءَ جي موسم ۾ رڳو
مٿو ٻاهر رکي گنگا جيءَ ۾ وڃي وهندو هو ۽ سخت
گرميءَ جي موسم ۾ جتان هلندي پيرن ۾ ڇاليون پئجي
وڃن اُتي گنگا جي ٻرندڙ واريءَ تي وڃي وهندو هو.
لوهه جي ميخن واري کٽ ناراهي تنهن تي ليٽڻ
وارا بيراڳي ڪيترن اکئين ڏٺا هوندا. سنه ١٩٠٢ ۾ اُهڙو
هڪ بيراڳي ڪاشيءَ جي بندوُ ماڌوُ نالي مندر جي
پرسان رهندو هو. لڪڙيءَ جي لنگوٽي پائي گهمندڙ
بابا بيراڳي به مون ڏٺا آهن.

## شرمڻن جي من ۾ تپسيائن لاءِ مان

مٿي چيل تپسيا جي نمونن مان سبزي، ساٿوي جو
اَن ۽ جهنگ جا ڪند-موُل ڦل کائي نرواهه ڪرڻ
بن واسي رشين منين کي پسند هوندو هو. هو ولڪل
وڻ جا ڇوڏا پهريندا هوا ۽ ڪيترا اگني هوتر به ڪندا
هوا. پر انهن نون پنٿن جي شرمڻن اگني هوتر ڪرڻ ڇڏي
ڏنو ۽ بن ۾ رشين منين جون تپسيائون سئيڪار ڪري،
تنهنءِ چم جا ٽڪرا ڪائڻ جي تپسيا به گڏيائون.
مٿي ڄاڻائي آيا آهيون ته ٻڌ جي سمي ۾ نرگرنٿ

ڪو خاص طرح نہ مڃيندا هوا.

## ديوتائن جي پوڄا

جنهن نموني اڄ ڪالهہ جا هندو ديوين، ديوتائن يڪشن، پشاچن وغيره کي مڃن ٿا ۽ انهن کي پرسن ڪرڻ لاءِ بل چاڙهين ٿا، ساڳئي نموني پڻ جي زماني ۾ هندو لوڪ بہ ديوتائن کي مڃيندا ۽ بل چاڙهيندا هوا. فرق فقط ايترو آهي جو اڄ ڪالهہ جي ڪيترن ديوتائن لاءِ پوڄارين جي ضرورت پوي ٿي ۽ اهي پوڄاري اڪثري براهمڻ هوندا آهن. تنهن ڪانسواءِ اڄ ڪالهہ جا ديوتا پڻ جي زماني جي ديوتائن وانگر، خواب خيالي هوندي بہ، منجهائن ڪيترن جا پراڻ نہ جڙي ويا آهن. سا ڳالهہ پڻ جي سمي ۾ نہ هئي. ماڻهن جي مڃتا هئي تہ ٻڙ جي درخت ۾ يا ڪنهن پهاڙ تي، يا ڪنهن ٻن ۾ مهاشڪتيوان ديوتائون رهن ٿا ۽ سندن گهرون پوريون ڪرڻ سان هو خوش ٿين ٿا. سو ٻڪرن، مرغن وغيره پراڻين جي بل چاڙهي ڪري هو پنهنجون گهرون پوريون ڪندا هوا. ”پلاس“ جاتڪ جي ڪٿا مان (نمبر ۳۷) لئين معلوم ٿئي ٿو تہ براهمڻ بہ ديوتائن جي پوڄا ڪندا هوا، پر هن ڳالهہ جو ثبوت ڪٿي بہ نٿو ملي تہ ڪو پنهنجي آجيوڪا پوري ڪرڻ لاءِ هنن پوڄاريءَ جو پيشو قبول ڪيو هو. جهڙيءَ طرح اڄ ڀلتي ڀيل جاتين يا آديواسين جي ديوتائن لاءِ ڪو براهمڻ پروهت نٿو ٿئي، اهڙيءَ طرح تنهن زماني ۾ اهي براهمڻ ڪنهن بہ ديوتا لاءِ پروهت

لاءِ ڪوسل جي راجا پسينڊ اڳنا ناليءِ ڳوٺ پوڳرساٿ (پوشڪرساد) نالي براهمڻ کي ۽ سالوتڪا ڳوٺ لوهچ (لوهتيه) براهمڻ کي انعام طور ڏنا هوا. ساڳيءَ طرح مڳڌ جي بمبسار چمپا نالي ڳوٺ سوڻ ڊنڊ براهمڻ کي ۽ کاڻمن ڳوٺ ڪُٽ دنت براهمڻ کي انعام ۾ ڏنا هوا. انهن انعامن جو ورنن "ديگهنڪايه" ۾ ملي ٿو. انهيءَ کانسواءِ "ڪوسل سَنيُت"، جي نائين ست مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ پسينڊ راجا هٿن سان يگيه وغيره ڪندو هو. پر اهي يگيه وغيره ڪوسل جي پسينڊ راجا ۽ مڳڌ جي بمبسار راج جي راڄن اندر ئي محدود هوا. سبب جو وڏا يگيه ڪرڻ راجائن ۽ پيتائن وٽندڙ براهمڻن لاءِ ئي ممڪن هو.

جيئن ته وڏا يگيه ڪرڻ رواجي ماڻهن جي طاقت کان ٻاهر هوا تنهن ڪري يگين جا ننڍا نمونا به نڪتا هوا. "ديگهه نڪايه" جي ورنن مان معلوم ٿئي ٿو ته براهمڻ لوڪ ساڌارڻ جنتا کي ائين چئي يگيه هوم ڪرائيندا هوا ته، فلاڻي قسم جي لڪري يا فلاڻي قسم جو چمچو يا ڪاٺ جا چوڏا يا ٻهه يا چانور يا گيهه يا تيل يا پراڻين جو رت هوندو ته فلاڻو ڪارج سڌ ٿيندو. تنهن ۾ ڪي شرمڻ به ڀاڱه وٺندا هوا.* جيتوڻيڪ ڪارج پوري ٿيڻ لاءِ لوڪ هوم ڪندا هوا، پر ائين لڳي ٿو ته اهي ڌارمڪ سنسڪار سمجهي نه ڪندا هوا. سبب جو انهن هوم ڪندڙ براهمڻن ۽ شرمڻن کي عام ماڻهو

*ديگهه نڪايه، برهم جال، سامنيڦل ست وغيره.

هوا. هوڏانهن انهيءَ جي اُلٽو رواجي ماڻهو شرمڻن جو
آدرسنڪار ڪندا هوا، چوماسي ۾ سنڌن نواس لاءِ
ڪنيائون ناهي ڏيندا هوا ۽ سنڌن اُپديش ٻڌڻ لاءِ اُتسڪ
رهندا هوا. مطلب ته شرمڻن جي سنگهن ۽ ٽولين جي
روز بروز مهما وڌندي رهي.

## اُپنشدن جي زماني جا رشي

اَج ڪالهه اهو ويچار آهي ته ويدن مان اُپنشد نڪتا
۽ اُنهن مان ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وغيره نڪتا، جنهنڪري
اهي سڀ ڌرم ويدڪ ڌرم ئي آهن. اسانکي وشواس
آهي ته مٿئين ڄاڃ ڪانپوءِ اها ڳالهه صاف چٽي ٿي آهي
ته ٻڌن ۽ جينين جي پرمپرا ويدن يا اُپنشدن مان نه
نڪتي هئي. اها ته ويدن جي سمي کان اڳ وچ هندوستان
۾ رهندڙ رشين منين جي پرمپرا مان نڪتي هئي. تنهن
هوندي به مختصر طور هن ڳالهه تي هت ويچار ڪرڻ
بي جاءِ نه ٿيندو، ته اُپنشدن ۾ ورتن ڪيل براهمڻن جي،
ٻڌ جي سمي ۾ ڪهڙي حالت هئي.

مون پنهنجي پستڪ ”هندي سنسڪرتي آڻي اهنسا“*
۾ ڏيکاريو آهي ته آرڻيڪ ۽ اُپنشد ٻڌ ڀڳوان جي سمي
کان گهڻو پوءِ رچيا ويا. پوءِ به اسين قبول ڪري سگهون
ٿا ته ٻڌ جي وقت ۾ اُپنشدن ۾ ورتن ڪيل براهمڻن جهڙا
ڪي براهمڻ ۽ ڪنري هوندا هوا. پر جاتڪن جي اُنيڪ
ڪهاڻين مان معلوم ٿو ٿئي ته منجهائن ڪيترائي هوم-هوَن

* صفحو ۴۸-۵۰

نہ ٿيندا هوا. عام ماڻهو ديوتائن سان باس باسي ايندا هوا ۽ ڪنهن بہ وچ واري بنا هو پنهنجي هٿين ٻليون چاڙهيندا هوا. سڄاتا اِستريءَ ٻر جي وڻ جي ديوتا کي کير جي کيرڻي باسي هئي ۽ آخر انهيءَ وڻ هيٺان وينديل گولر ٻوڏيسٽو کي ٿي هن اها کيرڻي ڏني. اها ڪٿا ٻڌن جي بدل ڪٿائن ۾ پرسڌ آهي ۽ ٻوڌن جي چترڪلا ۾ هن ڪٿا جو وڏو اٿر پيل هو. مطلب تہ انهن ديوتائن جي پوڄا ڪاڻ براهمڻ پوڄارين جي ڪا بہ ضرورت نہ پوندي هئي.

## شرمڻن جو پرڀاءُ

جيئن تہ انهن ديوتائن جي پشتيءَ ۾ پُراڻ ۽ براهمڻ نہ هوندا هوا، تيئن انهن تي اَج ڪالهہ وارو ڌارمڪ رنگ نہ چڙهيو هو. سيني درجن جا ماڻهو پنهنجون مصيبتون ٽارڻ لاءِ يا من جون باسون پوريون ڪرڻ لاءِ ديوتائن لاءِ ٻليون چاڙهيندا هوا. پر اهو ڪارج ڌرمي نہ سمجهو ويندو هو. اَلبت براهمڻن جي يگيہ وغيره کي ويدن ۽ ويدن جي ٻُڌل وچنن جي پشتي هئي ۽ انهيءَ ڪري اهي ڪارج ڌارمڪ سمجها ويندا هوا. پر وڏي خرچ اَچڻ ڪري اهي يگيہ رواجي ماڻهن جي وس کان ٻاهر هوندا هوا. انهيءَ ۾ سوين گائيون ۽ ٻڪا ماريا ويندا هوا. اهي ٻور ڪيتيءَ لاءِ ڪمائتا هئڻ ڪري، راجائن ۽ ٻينل ڪار ماڻهن کي زوريءَ ٻين کان کسڻا پوندا هوا. انهيءَ ڪري يگيہ وغيره رواجي ماڻهن کي ٻنهہ نہ آئڙندا

ڇپائين ته، ”هي اڳني ڀڳوان جي پنهنجي ٻل جي رکيا
نٿو ڪري سگهي ته منهنجي ڪهڙي رکيا ڪندو؟“
ائين چوندي ٻي هڻ اڳني هوتر وارو پاتر پاڻيءَ ۾ ڪڍي
اڇليو ۽ گهومو سنياسي وڃي ٿيو.
ته ٻڌ ڀڳوان جو اُپديش ٻڌي ڪري اُروُويلا ڪاشيپ،
ندي ڪاشيپ ۽ گيا ڪاشيپ، انهن ٽنهي براهمڻن پنهنجو
اڳني هوتر نديءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيو، اهي ڪٿا ٻڌن جي
ڇيل ڪٿائن ۾ پڻ آهي.

## اُپنشدن جا رشي

ڪن براهمڻن ۾ هڻ ريت ڪليءَ طرح شرمڻ ڌرم سنڀيڪار
ڪرڻ جو ساهس نه هو. هو هڪ پاسي وئدڪ يگيه ڌرم
۽ ٻئي طرف شرمڻن جي ڌرم وچ ۾ لٽڪندا رهيا. اَشوميڌ
وغيره يگين تي ڪوتا رچي ڪري منجهانئس آتم تٽو
ڳولڻي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيائون. مثلا ”وِرهَد آرڻيه
اُپنشد“ جي پهرئين اَڌيائه جي ٻئي براهمڻ جي شروعات
جي ڪٿا وٺو. ڪٿا ۾ رشي چوي ٿو ته ”هن جڳت ۾
اُتپتيءَ کان اڳ ڪي ڪين هو. هي سڀ مرتيو ڍڪي
ڇڏيو هو. سو ڀلا ڪيئن؟ سو کائڻ جي اِڇا سان ڇو جو
کاڌي جي اِڇا کي ئي مرتيو چون ٿا. انکي لڳو ته آءُ
آتموان ٿيان...... اُن مرتيوءَ اَهڙي ڪامنا ڪئي ته وڏي
يگيه ۾ مان وري هوم ڪريان، اَهڙي ڪامنا ڪري هو
اِندريون روڪي ڪري تپ ڪرڻ لڳو. ان تپسيا ڪري
تنال مرتيوءَ مان يگيه ۽ ويريه اُتپن ٿيا. پراڻ ئي يش ۽

جو ڏرم چڙهي ڪري شڌ شرڻ ٿيندا هوا. مثلاً اسين
هت "ننگٽ جاتڪ" (نمبر ۱۴۴) جو ترجمو ڏيون ٿا.

وارانسي (بنارس) ۾ جڏهن برهمدت راڄ ڪندو هو
تڏهن بوڌيستو اُچي اُوديچيه براهمڻ جي ڪُل ۾ جنم
ورتو. سندس جنم جي ڏينهن سندس ماتا پتا جاتا اگني
رکي. جڏهن هو سورهن ورهين جو ٿيو تڏهن
کيس چيائون ته، "پٽ ڏس، تنهنجي جنم ڏينهن تي
اسان جاتا اگنيءَ جي آستاپنا ڪئي. جي تون گرهستي
ٿي رهڻ چاهين ٿو ته تنهي ويدن جو اڀياس ڪر. پر
جي برهملوڪ ۾ وڃڻ جي تنهنجي اِڇا آهي ته هيءَ
اگني ساڻ کڻي بن ڏي وڃ ۽ انهيءَ جي شيوا ڪري
برهمديو جي آراڌنا ڪري تون برهملوڪ ۾ پراپت ٿي."

بوڌيستو کي گرهست آشرم پسند نه هو. سو هو
جاتا اگني ساڻ کڻي بن ڏي روانو ٿيو ۽ اُتي آشرم ٺاهي
اگنيءَ جي شيوا ڪندو رهيو. هڪڙي ڏينهن هڪ
ڪسان بوڌيستو کي هڪ ڏڳو ڏکڻا طور ڏنو. بوڌيستو
جي اِڇا ٿي ته ڏڳي جي بل چاڙهي اگني ڀڳوان جي
پوڄا ڪريان، پر آشرم ۾ لوڻ ڪين هو. جڏهن لوڻ
وٺڻ لاءِ هو ڳوٺ ڏي ويو ته هيڏانهن ڪن اوٺڙين ڏڳي
کي ماري، اگني هوتر تي ضروري ماس پچائي کاڌو ۽
باقي بچيل ماس ساڻ کڻي رمندا رهيا.

بوڌيستو جڏهن لوڻ وٺي موٽيو ته ڇا ڏسي ته ڏڳي
جا فقط چمڙو، پڇ ۽ هڏا باقي رهيا آهن. تڏهن پاڻ کي

اَرٿات “۽ انهيءَ ڪري سودر کي برهم گيان جو
اڌڪار نہ آهي. ڇو جو ويد ٻڌڻ ۽ اڀياس ڪرڻ کان
سمرتين کيس منع ڪئي آهي. ويد ٻُڌڻ جي منع، ويد
اڀياس جي منع ۽ ويدن جو اَرٿ جاڻڻ ۽ انهيءَ موجب
هلڻ جي منع سمرتين کيس ڪئي آهي. ٻُڌڻ کان منع
هن ريت ڪيل آهي تہ، ”هو ويد جو واڪيہ ڪٿي ٻڌي
تہ سندس ڪَنن ۾ لاک يا شيهو پرڻ گهرجي.“ سودر
سمجهو تہ گهومو مساڻ آهي، جنهن ڪري سندس پرسان
ويدن جو اڀياس نہ ڪرڻ گهرجي.“ انهيءَ ڪري اڀياس ۾
وگهن ٻوي ٿو، ڇو جو جنهن جي پرسان اڀياس نہ ڪرڻ
گهرجي سو پاڻ ويدن جو ڪهڙو اڀياس ڪندو؟ ائين
بہ چيو ويو آهي تہ سودر جي ويدن جا منتر اُچاري تہ
سندس زبان ڪپي ڇڏڻ گهرجي ۽ جي ويدن جا منتر
ڪنٺ ڪري تہ کيس ماري وجهڻ گهرجي. سو اها ڳالهہ
پڌري آهي تہ سودر نہ ويدن جو اَرٿ سمجهي ۽ نہ
انهن موجب هلي، سودر کي ٻڌي نہ ڏيڻ گهرجي.“

سودرن کي ستائڻ جو شنڪر آچاريہ جيڪو آڌار ورتو
سو گپتا راجائن جي سمي ۾ لکيل هڪ ”گوتم ڌرم سوتر“
گرنٿ ۽ ٻين اهڙن گرنٿن مان اُپي ورتائين. ائين لڳي ٿو
تہ سمدرگپت جي راڄ (عيسوي سنہ چوٿين صدي) کان
وٺي شنڪر آچاريہ (عيسوي سنہ نائين صديءَ جي شروعات)
تائين اهي اسان جا اڳيان براهمڻ هڪ پاسي سودرن کي
دٻائڻ ۽ ٻئي پاسي پنهنجو وَڏِپڻو قائم رکڻ ۾ لڳا رهيا.

ستيڪام چيس ته، ”سا مونکي خبر ڪانهي. ماتا کان پڇيم ته چيائين ته جوانيءَ ۾ ڪيترن پرشن سان ناتي رکڻ ڪري مونکي تنهنجي گوتر جي خبر ڪانهي. سو تون پنهنجو نالو ”ستيڪام-جبالا“ ڪري ٻڌائج.

گوتم چيس ته، ”تون ستيہ کان ومک نہ ٿيو آهين، جو براهمڻ ناهي تنهن لاءِ ائين رهڻ ڏکيو آهي. وڃ ۽ اگني ڪٺي اچ. مان تنهنجو يگيو پويت (جڻيوپائڻ) ڪندس.“

اِترو چئي ڪري هن رشيءَ کيس جڻيو پاتو.*

## گپتا ڪلَ جي راڄ کان وٺي جاتي ڀيد وڌي ويو.

جيتوڻيڪ اُپنشدن جا رشي جاتي ڀيد رکندا هوا، تنهن هوندي بہ جاتيءَ کان سچ کي وڌيڪ مان ڏيندا هوا. ستيڪام جي ڪهاڻيءَ مان اها ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي. پر انهن اُپنشدن جو نچوڙ ڪيندڙ بادرايڻ (बादरायण) وياس ۽ ٽيڪاڪار شنڪرآچاريہ جاتي ڀيد لاءِ ڪهڙو نہ ڪري ڏونڪو وڄايو هو.

श्रवणाध्ययनार्थं प्रतिषेधात्स्मृतेश्च । २

इतश्च न शूद्रस्याधिकारः । यदस्य स्मृतेः श्रवणाध्ययार्थ प्रतिषेधो भवति । वेद श्रवण प्रतिषेधो वेदाध्ययन प्रतिषेधस्तदर्थ ज्ञानाउष्ठा नयोश्यच प्रतिषधः शूद्रस्य स्मर्यते । श्रवण प्रतिषेधास्तावत् 'अथास्य वेदमुपशण्वतस्त्रपुजतुमयां श्रोत्र प्रपूरणमं इति । 'पद्यु ह्वा एतत् श्मशान यच्छूद्रस्तस्माच्छूद्र समीपे नाध्येतव्यम्' । इति च। अत एवाध्ययन प्रतिषेधः । यस्यही समीपेऽपि नाध्येतव्य भवति, स कथमश्रुतमधीयति । भवति च वेदोच्यारणे जिह्वाच्छेदो धारणे शरीरभेद इति । अतएव चाथार्दथज्ञाना नुष्ठानयोः प्रतिषेधो 'न शूद्राय मतिं दद्यात् इति ।'

---

*ڇاندوگيہ اُپنشد ٤|٤

ڪو ورلي ڳوڻن ۾ بسنين ۾ ويندا هوا. انهيءَ ڪري استرين جا سنگهه ڦاهڻ سندن لاءِ ڏکيو ڪم هو. پر شرمڻ سنياسي سي جين سنستائن جي اوسي پاسي رهندا هوا ۽ تنهن وقت موافق حالتن هئڻ ڪري هو استرين جا سنگهه برپا ڪري سگهيا. ٻڌن جون ۽ جينين جون چيل وارتائون پڙهڻ مان هڪ خاص ڳالهه چٽي نظر اچي ٿي ته انهيءَ سمي ۾ پرشن وانگر استريون به ڌرمي ڳالهين ۾ اڳيڙ يون هيون. سبب هي هو ته پرجا راج واري سرشتي ۾ استرين کي پوري سؤتنترتا هئي. وَجي قوم جي واڌاري لاءِ جيڪي ست نيم ٻڌ ڀڳوان ڪين ٻڌايا هوا تن ۾ پنجون نيم هي هو ته ”استرين جو مان رکڻ گهرجي؛ ورواهه ڪيل يا نه ورواهه ڪيل استريءَ مٿان ڪا به زبردستي نه ٿيڻ گهرجي.“ پيو نه ته ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ هن نيم موجب وَجي قوم وارا نيڪ طرح هليا. اسين اهو به ڪٿي قبول ڪريون ٿا ته وَجي قوم وانگر مَلُ قوم جي راج ۾ استرين جي ايتري مرجاتا نه رکي ويندي هئي. جڏهن انگ، ڪاشي، شاڪيه، ڪوليه وغيره ديسن جي پرجا ستا وارن راڄن جي آزادي ڇٽ ٿي ويئي تڏهن اندريون انتظام سندن هٿ ۾ رهڻ ڪري استرين جي آزاديءَ کي ڪا خاص چوٽ نه لڳي.

ائين هو ته مگڌ ۽ ڪوشل ديسن ۾ مهاراجا راڄ جو سرشتو پڪو ٿي ويو هو. تنهن هوندي به انهن ديسن جا راجا پرجا راڄ وارو سرشتو بنهه پاڙن کان پٽي نه سگهيا.

ڌرم سوتر رچيندڙ بادراڻ وياس ۽ شنڪرآچاريه وچم فقط ايترو فرق آهي ته بادراڻ جي سمي ۾ اڃا مسلمان هن ديس اندر نه پينا هوا ۽ شنڪرآچاريه جي زماني ۾ سنڌ ديس مسلمانن جي قبضي ۾ وڃي چڪو هو ۽ اتي اسلامي ڌرم جو برابر پرچار ٿي رهيو هو. اسانجي آچاريه کي پيو نه ته سمانتا جو پاٺ ڪائن سکي وٺڻ کپندو هو. پر اسانجو آچاريه اُلٽو جاتي ڀيد جو ئي سرو راڳ آلاپڻ لڳو. انهي‌ءَ ڪري هن اياڳي ديس کي ڪهڙو نه ڇيهو رسيو تنهنجو اِتهاس ساکي آهي.

## ساڌو استرين جا سنگهه

ٻيسوي رشين منين يا وئدڪ رشين منجهه استريون نه داخل ٿيون هيون. گارگي واچڪنوي (गार्गि वाचक्नवी) جهڙيون استريون برهم گيان جي بحث مباحثي ۾ ڀهرو وٺنديون هيون.* پر سندن ڪي ڌار سَنگهه نه هوندا هوا. استرين جا جدا سنگهه ٻڌ کان هڪ ٻه صدي اڳ برپا ٿيڻ لڳا هوا. سمجهجي ٿو ته استرين جا پراڻي ۾ پراڻا سنگهه سي جين ساڌو استرين جا هوا. ته جين ساڌو استريون واد وواد ۾ ڌاڍيون چتر هيون، سا ڳالهه ڀدرا ڪنڊلڪيشا (भद्रा कुण्डलकेशा) جي ڪٿا ۽ ٻين ڪٿائن مان نيڪ طرح معلوم ٿي ٿئي.§

پراچين رشي مني اَڪثري جهنگلن ۾ رهندا هوا ۽

*ورهد آرڻيڪ اُپنشد ۳/۶/۱

§ڏسو: 'ٻوڌ سنگهاچا پرچيه' صفحو ۲۱۴-۲۱۷

ڏور ڪريو. ٻڌڻ ۾ ٿي راجا هوش ۾ اچي ويو ۽ چوائينس
ته "شو ڪُل جو اهو ڌرم ناهي. آءٌ شو ڪل جو وڏو
آهيان ۽ ڪُل ڌرم پالڻ ڪرڻ منهنجو فرض آهي. تنهن
ڪري پنهنجي چنچل چت جي وس اچڻ مون لاءِ واجب
نه آهي."

اها ڪٿا وڏي ۽ وڻندڙ آهي. لڳي ٿو ته ڪٿا رچيندڙ
جي سمي ۾ پرجا راج وارو سرشتو بلڪل ناس ٿي چڪو
هو. تڏهن به رچيندڙ کي ڄاڻ هئي ته شو ڪل جي
پرجا راج واري سرشتي ۾ استرين لاءِ مان هو ۽ سندس
مطلب هو ته مهاراجا سرشتي وارا راج به ساڳيءَ طرح
پنهنجا فرض ادا ڪن. شوڪمار جي ڀاشڻ جي آخر ۾
ڪيترا هيٺيان شبد سندس مُک ۾ وڌا آهن:-

नता पिता उमातो रहठपालो
धम्मं शिवीनं अपचायमानो
सो धम्ममेवानुविचिन्तयन्तो
तस्मा सकं चित्तवमं न वत्ते

ارٿات، "آءٌ شو ڪُل جو نيتا، پتا ۽ اڳوان آهيان.
تنهن ڪري ڪُل جو فرض اڳيان رکي ڪري ۽ شو ڪل
جي ڌرم جو نيڪ ويچار ڪري، آءٌ پنهنجي چنچل چت
جو اڌين نه ٿيندس."

## ٻال وواهه جي ريت

مٿين ڳالهه جو ٻڌ ڌرم جي راڄائن تي چڱو ٿي اثر
ٿيو هوندو. پر انهيءَ مان هڪ ٻي بري ريت پيدا ٿي.

ڪٿي ٻه اهڙو اشارو نٿو ملي ته ڪو بمبسار مهاراجا يا
پسينَدِ مهاراجا ڪنهن استريءَ کي زوريءَ ڪڍي وڃي
پنهنجي رڻواس ۾ داخل ڪيو هجي.

## ڪن مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين جو مان

جيئن جيئن پرجا راڄ وارو سرشٽو مٽبو ويو ۽ مهاراجا
راڄ وارو سرشٽو زور پريندو ويو تيئن استرين جي سؤتنترتا
به گهٽبي وئي. پوءِ به اُمدنتيءَ (उम्मदन्ती) (اُنمادينتي)
جي ڪٿا مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪي مهاراجائون استرين
کي مان ڏيندا هوا.*

بوڌيسٽو وڃي شو (शिव) راڄ ڪل ۾ جنم ورتو. ڪيس
شوڪمار ڪري سڏيندا هوا. شو راڄا جي سيناپتيءَ جو
پُٽر اَڀپارڪ (अभिपारक) ۽ شوڪمار ساڳيءَ وهيءَ جا هوا.
ٻنهي گڏجي وڃي تڪشس شلا ۾ ابياس ڪيو. پنا جي
مرڻبو ڪانپوءِ شوڪمار راڄا بڻيو ۽ سيناپتيءَ جي مرڻبو
ڪانپوءِ هن اَڀپارڪ کي سيناپتي ڪيو. اَڀپارڪ، هڪ
نهايت روپوتي ۽ سريشٽ ڪنيا اُنمادينتيءَ (उन्मादयन्ती)
سان وواهه ڪيو. جڏهن راڄا نگر جي چڪر تي نڪتو
تڏهن ڪڙڪيءَ ۾ کڙي اُنمادينتيءَ کي ڏسي سندس
اکيون منجهس وڃي ڪنيون. راڄا مٿس اکن چڪن ٿي
پاڳل وانگر راڄ محل ۾ اچي بستري تي ليٽي پيو. جڏهن
اَڀپارڪ کي اها بوجهه پيئي تڏهن راڄا وٽ ويو ۽ کيس
پرارٿنا ڪيائين ته منهنجي پتني وٺي ڪري پنهنجي چنتا

* ڄاتڪ نموني، نمبر ٥٢٧

اچي ويا هوا. تنهن بابت هڪ روُپڪ آهي، جنهن جي
چٽي معنيٰ مجهه نڪا ئي جي نِواپ سُت ۾ ڏنل آهي.
انهي جو تات پرج هي آهي.

جڏهن ڀڳ ڀڳوان شراوستيءَ ۾ اناٿپنڊڪ جي آشرم
۾ رهندو هو تڏهن ڀڪشن کي پرٻوڌ ڏيندي کين چيائين
ته ”هي ڀڪشوئو! جو انسان چراگاهه تيار ڪري سو
ڪو هرڻن جي ڀلي لاءِ تيار نٿو ڪري. سندس مطلب
ته اهو آهي ته انهي چراگاهه تي اچي گاهه کائي بي پرواهه
ٿين، جيئن هو کين پوري طرح هٿ ڪري سگهي.

(١) هي ڀڪشوئو! اهڙي هڪ چراگاهه ۾ هرڻ گهڙي
ويا ۽ پيٽ ڀري گاهه کائي بي پرواهه ٿي پيا، تان جو
چراگاهه واري انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٢) سو ڏسي ڪري ٻين هرڻن سوچيو ته هن چراگاهه
۾ گهڙڻ باڪل نيڪ نه آهي. سو اهو چراگاهه ڇڏي ڪري
هو هڪ وئران پٽ ڏي هليا ويا. جڏهن گرميءَ جا
ڏينهن آيا ته اُتي گاهه پاڻي نه ملي سگهين. تنهنڪري
بت ۾ ضعيف ٿي ويا. بک وگهي هو وري چراگاهه ڏي
ويا ۽ مست ٿي کائڻ پيئڻ لڳا، تان جو هو انسان جي
هٿ چڙهي ويا.

(٣) هرڻن جو ٽيون هڪ ٽولو هئو جو ٻئي رستا
ڇڏي، پاسي کان هڪ جهنگل هو تنهن ڏي ويو ۽
نهايت خبرداريءَ سان گاهه چرڻ لڳو. ڪجهه وقت تائين
چراگاهه جي مالڪ کي سندن ڪوبه پتو نه پيو. نيٺ هن

ٻرهم ديس جا راجا ٻرٽيل استرين کي پنهنجي رٺواس ۾ نه رکندا هوا. نه رڳو ايترو ٻر جي ٻرٽيل استريءَ جو پتيءَ پتنيءَ کي طلاق ڏيئي کيس راجا جي حوالي ڪٽي ڪري تڏهن ٻه اهو آدرم سمجهيو ويندو هو. ٻر اَڻ ٻرٽيل استريءَ کي پنا ماتا جي موڪل ٻنا ۽ روڪ ٽوڪ ٻنا پڃائي ڪٽي ويندا هوا. مٿان ڪو راجا سندس ڪنيا کي زوريءَ پڃائي نه وڃي، تنهن ڪري مائر پيئر ٻ ٻ وڇون کين ننڍڙيئي پرڻائي ڇڏيندا هوا ۽ ڪنٺ ۾ منگل سوٽر جي ڪٽنني نشانيءَ طور، پائي ڇڏيندا هوا. اهي شاديون ڪوڙيون سوريون هونديون هيون، اهي ڪنيائون پنهنجي پتيءَ جي گهر نه وينديون هيون. نه رڳو ايترو ٻر کيس ڇڏي ٻئي ڪنهن پرش سان وواهه ڪرڻ جي کين آزادي هئي. هي نه راجائن جي زور ظلم ڪان ٻاڻ ٻچائڻ جو هڪ نمونو هو. ائين چوڻ ڏکيو آهي ته هندوستان ۾ ٻال وواهه جي پڪي ريت هن ئي طرح پيدا ٿي يا ٻئي ڪنهن نموني، ٻر تنهنم ڪو ٻه شڪ ناهي نه ٻڌ جي سمي ۾ هيءَ ريت هرهنڌ چالو نه ٿي هئي ۽ مهاراجا راڄ جو سرشتو جڏهن پڪو ٿيو تڏهن هن ريت هڪ ڌارمڪ روپ ورتو. چوڻ جي ضرورت نه آهي ته جي هندوستان ۾ پرجا راڄ وارو سرشتو زور وٺي ها ته ٻال وواهه جي ريت پير ٻه نه ڪوري سگهي ها.

## چئن پرڪارن جا شرمڻ براهمڻ

ٻڌ جي سمي ۾ چئن پرڪارن جا براهمڻ هستيءَ ۾

ٺور ڪريو. ٻڌڻ تي راجا هوش ۾ اچي ويو ۽ چيائينس ته ”شو ڪُل جو اهو ڌرم ناهي. آءٌ شو ڪل جو وڏو آهيان ۽ ڪُل ڌرم پالڻ ڪرڻ منهنجو فرض آهي. تنهن ڪري پنهنجي چنچل چت جي وس اچڻ مون لاءِ واجب نه آهي.“

اها ڪٿا وڏي ۽ وڻندڙ آهي. لڳي ٿو ته ڪٿا رچيندڙ جي سمي ۾ پرجا راج وارو سرشتو بلڪل ناس ٿي چڪو هو. تڏهن به رچيندڙ کي ڄاڻ هئي ته شو ڪل جي پرجا راج واري سرشتي ۾ استرين لاءِ مان هو ۽ سندس مطلب هو ته مهاراجا سرشتي وارا راڄ به ساڳيءَ طرح پنهنجا فرض ادا ڪن. شوڪمار جي ڀاشڻ جي آخر ۾ ليکڪ هيٺيان شبد سندس مُک ۾ وڌا آهن:-

नता पिता उभतो रहठपालो
धम्मं शिवीनं अपचायमानो
सो धम्मंमेवानुविचिन्तयन्तो
तस्मा सकं चित्तवमं न वत्ते

ارٿات، ”آءٌ شو ڪُل جو نيتا، پتا ۽ اڳوان آهيان، تنهن ڪري ڪُل جو فرض اڳيان رکي ڪري ۽ شو ڪل جي ڌرم جو نيڪ ويچار ڪري، آءٌ پنهنجي چنچل چت جو اڌين نه ٿيندس.“

## ٻال وواهه جي ريت

متئين ڳالهه جو ٻڌ ڌرم جي راجائن تي چڱو ئي اثر ٿيو هوندو. پر انهيءَ مان هڪ ٻي بري ريت پيدا ٿي،

ڪٿي به اهڙو اشارو نٿو ملي ته ڪو بمبسار مهاراجا يا پسينڊ مهاراجا ڪنهن استريءَ کي زوريءَ ڪٽي وڃي پنهنجي رڻواس ۾ داخل ڪيو هجي.

## ڪن مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين جو مان

جيئن جيئن پرجا راڄ وارو سرشتو مٽبو ويو ۽ مهاراجا راڄ وارو سرشتو زور پريندو ويو تيئن استرين جي سوتنترتا به گهٽبي وئي. پوءِ به اُمد تنتيءَ (उन्मदन्ती) (اُنمادينتي) جي ڪٿا مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪي مهاراجائون استرين کي مان ڏيندا هوا.*

بوڌيستو وڃي شو (शिव) راڄ ڪل ۾ جنم ورتو. ڪيس شوڪمار ڪري سڏيندا هوا. شو راجا جي سيناپتيءَ جو پُٽر اَپيارڪ (अभिपारक) ۽ شوڪمار ساڳيءَ وهيءَ جا هوا. ٻنهي گڏجي وڃي تڪشس شلا ۾ ابياس ڪيو. پتا جي مرتيو کانپوءِ شوڪمار راجا بڻيو ۽ سيناپتيءَ جي مرتيو کانپوءِ هن اَپيارڪ کي سيناپتي ڪيو. اَپيارڪ، هڪ نهايت روپوتي ۽ سريشٽ ڪنيا اُنمادينتيءَ (उन्मादयन्ती) سان وواهه ڪيو. جڏهن راجا نگر جي چڪر تي نڪتو تڏهن ڪڙڪيءَ ۾ ڪڙي اُنماد ينتيءَ کي ڏسي سندس اکيون منجهس وڃي کتيون. راجا مٽس اکن چڪن تي پاڳل وانگر راڄ محل ۾ اچي بستري تي ليٽي پيو. جڏهن اَپيارڪ کي اها بوجهه پيئي تڏهن راجا وٽ ويو ۽ کيس پرارٿنا ڪيائين ته منهنجي پتني وٺي ڪري پنهنجي چننا

---

* انموتني جاتڪ، نمبر ۵۲۷

اڇي ويا هوا. تنهن بابت هڪ رُوپڪ آهي، جنهن جي ڇٽي معنيٰ مڄهرنڪايه جي نِواپ سُٽ ۾ ڏنل آهي. انهي جو تات پرج هي آهي.

جڏهن ڀڳ ڀڳوان شراوستيءَ ۾ اناٿپنڊڪ جي آشرم ۾ رهندو هو تڏهن ڀڪشن کي پرڀوڌ ڏيندي کين چيائين ته، ”هي ڀڪشوئو! جو انسان چراگاهه تيار ٿو ڪري سو ڪو هرڻن جي ڀلي لاءِ تيار نٿو ڪري. سندس مطلب ته اهو آهي ته انهي چراگاهه تي اڇي گاهه کائي بي پرواهه ٿين، جيئن هو کين پوري طرح هٿ ڪري سگهي.

(١) هي ڀڪشوئو! اهڙي هڪ چراگاهه ۾ هرڻ گهڙي ويا ۽ پيٽ ڀري گاهه کائي بي پرواهه ٿي پيا، تان جو چراگاهه واري انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٢) سو ڏسي ڪري ٻين هرڻن سوچيو ته هن چراگاهه ۾ گهڙڻ بالڪل نيڪ نه آهي. سو اهو چراگاهه ڇڏي ڪري هو هڪ وڻران پٽ ڏي هليا ويا. جڏهن گرميءَ جا ڏينهن آيا ته اُتي گاهه پاڻي نه ملي سگهين. تنهنڪري بت ۾ ضعيف ٿي ويا. بک وگهي هو وري چراگاهه ڏي ويا ۽ مست ٿي کائڻ پيئڻ لڳا، تان جو هن انسان جي هٿ چڙهي ويا.

(٣) هرڻن جو ٽيون هڪ ٽولو هئو جو ٻئي رستا ڇڏي، پاسي کان هڪ جهنگل هو تنهن ڏي ويو ۽ نهايت خبرداريءَ سان گاهه چرڻ لڳو. ڪجهه وقت تائين چراگاهه جي مالڪ کي سندن ڪوبه پتو نه پيو. نيٺ هن

برهم ديس جا راجا پرڻيل استرين کي پنهنجي رڻواس ۾
نه رکندا هوا. نه رڳو ايترو پر جي پرڻيل استريءَ جو
پتي، پتنيءَ کي طلاق ڏيئي کيس راجا جي حوالي ڪٽي
ڪري تڏهن به اهو آڌرم سمجهيو ويندو هو. پر اڻ پرڻيل
استريءَ کي پتا ماتا جي موڪل بنا، ۽ روڪ ٽوڪ بنا
پڇائي ڪٽي ويندا هوا. مثال ڪو راجا سندس ڪنيا
کي ژوريءَ پڇائي نه وڃي، تنهن ڪري مائر پيئر ٻ ٻ
وڃون ڪين ننڍڙ يئي پرڻائي ڇڏيندا هوا ۽ ڪنڌ ۾ منگل
سوتر جي ڪئنني نشانيءَ طور، پائي ڇڏيندا هوا. اهي
شاديون ڪوڙ يون سوريون هونديون هيون، اهي ڪنيائون
پنهنجي پتيءَ جي گهر نه وينديون هيون. نه رڳو ايترو
پر ڪيس ڇڏي ٻئي ڪنهن پرش سان وواهه ڪرڻ جي
ڪين آزادي هئي. هي نه راجائن جي ژور ظلم ڪان پاڻ
بچائڻ جو هڪ نمونو هو. ائين چوڻ ڏکيو آهي تہ
هندوستان ۾ بال وواهه جي پڪي ريت هن ئي طرح پيدا
ٿي يا ٻئي ڪنهن نموني، پر تنهنير ڪوبہ شڪ ناهي تہ
بڌ جي سمي ۾ هيءَ ريت هرهنڌ چالو نہ ٿي هئي ۽
مهاراجا راج جو سرشتو جڏهن پڪو ٿيو تڏهن هن ريت
هڪ ڌارمڪ روپ ورتو. چوڻ جي ضرورت نہ آهي
تہ جي هندوستان ۾ پرجا راج وارو سرشتو ژور وٺي ها
تہ بال وواهه جي ريت پير بہ نہ کوري سگهي ها.

## ڇئن پرڪارن جا شرمڻ براهمڻ

بڌ جي سمي ۾ ڇئن پرڪارن جا براهمڻ هستيءَ ۾

يا ته سوادي شيون کائڻ جي خواهش ٿيندي هين تـه اهي شخص آبادين ڏي ويندا هوا ۽ پوءِ گرهستين جي موهه ڄار ۾ به ڦاسي پوندا هوا. مٿي اهڙن شرمڻن جو هڪ مثال ڏنل آهي. رشين منين جو بن ۾ ڦل ڦول تي نرواهه ڪرڻ جو مارگ ڇڏي، جن ٻين قسمن جا پست شرمڻن لاءِ وچي برپا ڪيا، سي ٽيا ٽئين درجي جـا شرمڻ. اهي گهومو سنياسي گهاٽن جهنگان ۾ نـه وچي ڪري، ماڻهن جـي آبادين ۾ رهندا هوا ۽ جو ڪاڏو ڪپڙو ماڻهو کين ڏيندا هوا، سو ڏاڍي ساوڌانيءَ سان ماڻيندا هوا. پر اهي شرمڻ "آتما آهي يا نه آهي" اهڙن اجاين بحثن ۾ مست ٿي ويندا هوا، انهيڪري سندن آتم شڌي نه ٿيندي هئي ۽ هو مار جـي جار ۾ ڦاسي پوندا هوا. بـڌ ڀڳوان انهن سيني اجاين بحثن کي ڇڏنو ڪري، آتم شڌيءَ جو مارگ ڳولي لڌو. سندس ڀڪشو چوٿين درجي جا شرمڻ سمجهڻ کپن. ٻين قسمن جـي براهمڻن ۽ ٻڌ جي ڀڪشن جي مڃتائن ۾ ڪهڙو فرق هو تنهن جـو نبيرو سنين اَڌياءَ ۾ ڪيو ويندو. هت فقط ايترو ٻڌائڻ ڪافي آهي ته هنن چئن درجن جي شرمڻ براهمڻن اندر، اُپنشدن وارا رشي بلڪل نتا اچي وڃن، جنهنڪري اهو ويچار ته ٻڌ ڌرم اپنشدن مان نڪتو، سو بلڪل بي بنياد ثابت ٿئي ٿو.

هرڻن جو اُجهو ڳولي وڃي لڌو ۽ چارون طرف ڄار وجهي ڪري سيني کي ڦاسائي ورتائين.

(۴) پر چوٿين قسم جو ٻُولو نهايت هوشيار هو. چراگاهہ کان پري هڪ گهاٽي جهنگ ۾ وڃي رهيو ۽ اُتي چاري ڀاڙيءَ جو نهايت ساوڌانيءَ سان اُپيوگہ ڪندو رهيو. سندن اُجهي جو چراگاهہ جي مالڪ کي طور تائين پتو ڪونہ پيو.

”هي ڀڪشوئو، مون هيءَ هڪ رُوپڪ (*Allegory*) ٻڌايو آهي. (۱) جن شرامڻ براهمڻ اِندرين جو ڀوڳہ ولاس کي ئي سک سمجهيو، سي پهرئين نمبر جا هرڻ ڄاڻبا. (۲) جن وشيہ سکہ جي ڀوَ کان بنواس وڃي ڪيو ۽ ساري جڳت کان جدا ٿي رهيا، سي ٻئي نمبر جا هرڻ سمجهو. (۳) جي شرامڻ براهمڻ نهايت ساوڌانيءَ سان ڀوڳہ ولاس ڪندي، ”هي جڳت ناسونت آهي يا اناسونت، آتما ءِ آهي يا اُمر“ انهن سوالن جي واد وواد ۾ پنهنجو وقت وڃائين ٿا، سي ٽيا ٽئين قسم جا هرڻ (۴) جي انهي اجائي واد وواد ۾ نہ پئي ڪري، پنهنجو انتهڪرڻ شڌ رکڻ جو اونو ڪن ٿا، سي ٿيا چوٿين قسم جا هرڻ.“

هن ست ۾ جي ويدڪ شرمڻ براهمڻ يگيہ وغيره يا سومرس پيئڻ کي ئي ڌرم سمجهندا هوا سي پهرئين درجي وارا براهمڻ ٿيا. جي شرمڻ براهمڻ ويدن واري هنسا ۽ سومرس پيئڻ کان ڪنا ٿي بن اندر هليا وڃن ٿا ۽ اُتي ڦل ڦول تي گذران ڪن ٿا، سي ٻئي درجي جا براهمڻ سمجهڻ کپن. جڏهن بن ۾ ڦل ڦول نہ ملندو هون

پراڻي آهي. پالي ۾ ڇپيل وچنن ۾ "ست نپات" سيني کان پراچين ليکيو وڃي ٿو. انهيءَ ست ۾ چيو ويو آهي ته:

सो बोधिसत्तो रतनवरो अतुल्यो।
मनुस्सलोके हितसुखाय जातो
सक्कानं गामे जनपदे लुम्बिनेय्य।

اَرٿات، سريشٽ رتن جهڙي هن ٻوڌيستو، لُمبنيءِ پرجا راڄ ۾، شاڪيه قوم جي ڳوٺ ۾، منش جاتيءَ جي ڀلي ۽ سک کاتر جنم ورتو.

"ٻوڌي" جو اَرٿ آهي منش جي آڌار بابت گيان ۽ تنهن لاءِ جتن ڪندڙ پراڻي (ستوَ) سو ٿيو "ٻوڌيستو". پهرئين شايد گوتم جي جنم کان وٺي ٻڌپڻو پراپت ڪرڻ تائين سندس ٿالي سان اهو لقب لڳايو ويندو هو. پوءِ رفته رفته اهو ويچار عام ٿي ويو ته هن جنم کان اڳ ٻيا ڪئين جنم ورتا هوائين. پوءِ انهن اڳين جنمن سان اهو 'ٻوڌيستو' جو لقب لڳائڻ ۾ آيو. سندس اڳين جنمن جون ڪٿائون "جاتڪن" ۾ ڪنيون ڪيون ويون آهن. انهن ڪٿائن جي پردان پاتر کي "ٻوڌيستو" سڏي ڪري، ائين ٻڌايو ويو آهي ته اهو پورب جنم ۾ گوتم ئي هو.*

جنهن ڪٿا ۾ ڪو نيڪ پاتر نه مليو ته ٻوڌيستو کي ڪنهن بن ديويءَ يا ديو جو روپ ڏيئي، ڪنهن نه ڪنهن نموني ڪيس ڪٿا ۾ ڳنڍيو ويو. سو ٿيو سهين. پر هت ته گوتم کي جنم کان وٺي ٻڌپڻو حاصل ڪرڻ تائين

---

* ٻوڌ سنگهاچا پرچيه' صفحو ١٥٤

## اَڌياءُ (۴)

# گوتم ٻوڌيسٽو

## گوتم جو جنم ڏينهن

گوتم جي جنم تت بابت اَجوڪن ڄاڻن منجهه ڪافي متڀيد آهي. ديوان بهادر سوامي ڪنوپلي موجب ٻڌ جو پرنرواڻ عيسيٰ کان اڳ ۴۷۸ سال ۾ ٿيو هو. ڪن ٻين ڄاڻن جو رايو آهي ته عيسيٰ کان اڳ ۴۸۶-۸۷ سال ۾ ٿيو هو. پر اَجوڪين نين کوجنائن موجب، جا تِٿ "مهاونس" ۽ "ديپونس" ۾ ڏنل آهي، سائي ٺيڪ تِٿ آهي.* انهن گرنٿن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ٻڌ جو پرنرواڻ عيسيٰ کان اڳ ۵۴۳ سال ۾ ٿيو هو. جيڪڏهن ٻڌ-پرنرواڻ جي هيءَ تت سٺيڪار ڪئي وڃي، ته پوءِ چئبو ته ٻڌ جو جنم عيسيٰ کان اڳ ۶۲۳ سال ۾ ٿيو هو.

### ٻوڌيسٽو

جنم کان وٺي ويندي جيسين ٻُڌپڻو پراپت ڪيائين، تنهن عرصي ۾ کيس "ٻوڌيسٽو" سڏڻ جي ريت بلڪل

* *The Early History of India by V. A. Smith (Oxford 1924) P. 49–50*

چيو ويو آهي تہ -

“अमितोदनसक्कस गेहं पटिसन्धि गण्हि”، ارٿات امتودن جي شاڪيہ ڪل ۾ جنم ورتائين. ساڳئي ٻڌ گهوش آچاريہ جي ٻن ڌار انڪٿائن ۾ هن ريت ٻہ مختلف ڳالهيون لکيل آهن. پهرئين انڪٿا ۾ چاٽايل آهي تہ آنند سو امتودن جو پٽ هو. پر ٻيءَ انڪٿا ۾ چاٽايل آهي تہ انرڌ سو امتودن جو پٽ هو.

## ٻوڌيستو جو جنم استان

مٿي ڏنل سٽ نپاتہ ۾ چيو ويو آهي تہ ٻڌ جو جنم لمبني (लुंबनि) جي ٻن ۾ ٿيو هو. اڄ بہ انهيءَ استان کي لمبني ديوي ڪري سڏيو وڃي ٿو ۽ جيڪو پٿر جو اشوڪ تنهن زمين تي کڙو ڪيو آهي، تنهن تي هي واڪيہ اُڪريل آهي:- “लुंमिनि गामे उबालिके कते”، جنهن مان پڪيءَ طرح سڌ ٿئي ٿو تہ ٻوڌيستو جو جنم لمبني ڳوٺ ۾ ٿيو هو.

ٻين ڪيترن سٽن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مهانام شاڪيہ سو ڪپلوستوءَ جو رهاڪو هو. پر شڌودن بہ ڪپلوستوءَ جو هو، سو فقط “مهاوڳ” ۾ چيل آهي. لمبني ڳوٺ ۽ ڪپلوستوءَ وچ ۾ چوڏهن پندرهن ميلن جو مفاصلو آهي. سو چئجي ڪٿي تہ شڌودن وقتي پنهنجي لمبني زمينداريءَ ۾ ويو هوندو ۽ اُتي ئي ٻوڌيستو جو جنم ٿيو. پر هيٺ ڏنل “انگوتر نڪايہ” جي “تڪ نپات” جي ١٢٤ سٽ مان هن ڳالهہ بابت وڏي شنڪا پيدا ٿئي ٿي.

’ٻوڌيستو‘ جي ٽالي ڇاٽايو ويو آهي. سندس اڳين جنمن سان ٻه اهو لقب لاڳو هو يا نه، تنهن سان اسانجو ڪو مطلب ڪونهي.

## ٻوڌيستو جو ڪُلُ

ٻوڌ يستو جي ڪُلَ بابت يا ٻال اوستا بابت ترپٽڪن ۾ بلڪل ٿورڙي ڄاڻ ملي ٿي. سا ڄاڻ پرسنگ موجب سُتن ۾ اُپديش ڏيندي ڏني ويئي آهي. جا خبر انڪتائن ۾ ملي ٿي، سا خبر ترپٽڪن ۾ ڏنل خبر سان وقتي ميل ٿئي ڪانه. تنهن ڪري جي خبرون پاڻم نهڪن نٿيون تن جي پوريءَ طرح ڇنڊڇاڻ ڪري ڏسڻو پوندو ته نيت ڪهڙي ڳالهه ٺيڪ ڪانه ٿي.

”مجهم نڪايه“ جي ”چُلَ دُکند“ (चुल दुम्खक्खन्व) ست جي انڪتا ۾ گوتم جي ڪٽنب بابت هيءَ خبر ملي ٿي:

”شڌودن، شُڪلودن، شاڪيودن، ڌوتودن، ۽ امتودن - مڙيوئي پنج ڀائر هوا. امتا ديوي سندن ڀيڻ هئي. ٽشيستور (तिष्यस्थविर) سندس پُٽر هو. شڌودن کي ٻه پٽر هوا- ٽتاگت ۽ نند. شڪلودن کي ٻه پٽر هوا. مهانام ۽ اَنرڌ. اَمتودن کي هڪ پٽر هو- آنند استور. هو ٻڌ ڀڳوان کان ننڍو ۽ مهانام کان وڏو هو. مٿي ڏنل ياداشت موجب امتودن سيني کان ننڍو ڀاءُ هو. سو ٺيڪ لڳي ٿو ته سندس پٽر آنند، سو ٻڌ ڀڳوان کان عمر ۾ ننڍيرو هو. پر منورٿپرٽي انڪتا ۾ انرڌ بابت لکندي

مقصد ٻيو ڪهڙو آهي." ٻيو ۽ ٽيون پيرو به ڪپلا وستو جو هو، سو چوڻ لاءِ زور ڪيس ته هڪڙي مقصد آهي. پر ڀڳوان ڇهو ته چؤ ته انهن جو نرالو مقصد آهي. مهانام جهڙي پرياوشالي شاڪيه جي اڳيان شروع گؤتم سندس اهو اپمان ڪيو ائين سمجهي ڪري ڪپلا وستو ڪالام ڪپلاوستو ڇڏي ويو ۽ وري نه موٽيو.

## ڪپلاوستو ڪالام - ست مان مليل چاڙ

هن ست جو سارو ترجمو هت ڏنو وڃي ٿو. منجهائنس ٻڌ چرتر جون به ٽي ڳالهيون چڱيءَ طرح صاف ٿين ٿيون. تنهن ۾ پهرين ڳالهه هيءَ آهي ته ٻڌ ٿيڻ کانپوءِ ڀڳوان گؤتم ڀڪشن جو ڪو وڏو ٽولو ساڻ ڪري ڪپلاوستو نه ويو ۽ ٻيو ته شاڪيه قوم سندس پورو آدرسنڪار نه ڪيو. هو اڪيلي سر ويو ۽ سندس لاءِ نيڪ مڪان ڳولڻ ۾ به مهانام کي تڪليف محسوس ٿي. جي شُڌودن راجا ٻڌ ڀڳوان لاءِ ٽي محل اَڏايا هوا ته منجهائن هڪ خالي ڪرائي ڇو ڪين ڪيس ڏنو ويو؟ ته ڪپلوستوءَ ۾ شاڪين جو هڪ سنستاگار (*Town hall*) هو، انجو ذڪر ڪيترن هنڌن تي ڪيل آهي. ٻڌ جي پيدائش ۾ شاڪين اهو نگرمنڊپ وري ٺاراهيو. انهيءَ پهرياڻين ڀڪشو سنگهه سوڌو هڪ رات رهڻ لاءِ ٻڌ کي پرارٿنا ڪئي وئي ۽ ڪائنس ڌرم اُپديش به ڪرايو ويو.* پر ٻئي موقع تي ٻڌ کي انهي منڊپ ۾ رهڻ جي جڳهه نه ملي. انهي مان

---

* ڏسو سَلاَيَتن سَنيٽ، آسي وَس وَگ، سُت ٦

## ڪالام جي آشرم

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ ڪوشل ديس ۾ جاترا ڪندي ڪپلوستوءَ اچي پهتو. سندس پڌارڻ جو سماچار ملندي ئي مهانام شاڪيه ساڻس وڃي مليو، تڏهن هڪ رات اُتي گذارڻ لاءِ مهانام ڪان هن هڪ مڪان جي ڳولا ڪئي. پر ٻڌ ڀڳوان جي رهڻ لاءِ لائق مڪان هن کي ڪٿي به نظر نه آيو، موٽي ڪري ڀڳوان کي اچي چيائين ته، "ڀائي، توهان لاءِ اُچت استان مونکي ڪو به نظر ۾ نٿو اچي. توهين اها رات پنهنجي پراڻي برهمچاري پرٿبوُ ڪالام (भरण्डु कालाम) جي آشرم ۾ ڪاٽيو." ڀڳوان ٻڌ اُتي ئي رهڻ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ مهانام کي چيو ۽ آشرم ۾ رات گذاري.

ٻئي ڏينهن صبح ٿيندي مهانام ڀڳوان سان جڏهن ملڻ ويو ته چيائينس، "هي مهانام، هن لوڪ ۾ ٽن پرڪارن جا ڌرم گرو آهن. هڪڙا ڪام ۽ ڀوڳ جو تياڳ ٻڌائين ٿا، پر روپ ۽ ويدنا جو تياڳ نٿا ٻڌائين. ٻيا ڪام-ڀوگ جو ۽ روپ جو تياڳ ٻڌائين ٿا، پر ويدنائن (پيڙائن) جو تياڳ نٿا ٻڌائين. ٽيان اِنهن ٽنهي جو تياڳ ٻڌائين ٿا. هاڻي ٻڌاءِ ته انهن ٽنهي جو مقصد ساڳيو يا نرالو آهي؟"

سو ٻڌي ڀرٿبو ڪالام چيو ته، "هي مهانام، تون ائين چؤ ته انهن سڀني جو هڪ ئي مقصد آهي." پر ڀڳوان ٻڌ چيو ته، "هي مهانام، تون ائين چؤ ته انهن جو

## ڀَدِيَہ (भद्दिय) راجا جي ڪٿا

”مهاپدان ست“ ۾ شڌودن کي راجا ڪري سڏيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ سندس راڄڌاني ڪپلوستو هئي، پر ”ونيہ پٽڪ“ جي چُلَ وَگ ۾ ڀَدِيہ جي جيڪا ڪٿا آئي آهي تنهنم ٻنهہ اُلٽو چيو ويو آهي.

اَنرڌ جو وڏو ڀاءُ مهانام ٻنا جي مرتيوءَ کانپوءِ گهر جي سارسنڀال لهندو هو. اَنرڌ گرهست جي وهنوار مان بلڪل اَڻ ڄاڻ هو. جڏهن ٻڌ ڀڳوان جو هرهنڌ ناماچار پکڙجي ويو تڏهن شاڪين جا وڏ گهراڻا جوان ڀڪشو ٿي سندس سنگهہ ۾ وڃي داخل ٿيڻ لڳا. سو ڏسي مهانام پنهنجي ننڍي ڀاءُ اَنرڌ کي چيو تہ ”اساڻجي ڪُلَ مان هڪ بہ ڀڪشو نہ ٿيو آهي، هاڻي تون ڀڪشو ٿي يا تہ مان وڃي ٿيندس.“ اَنرڌ جواب ڏنس تہ ”مون کان اهو ڪم نہ ٿيندو. تو هين بيشڪ وڃي ڀڪشو ٿيو.“

مهانام سا ڳالهہ قبول ڪئي ۽ ننڍي ڀاءُ کي گرهست جو وهنوار سمجهائڻ لڳو. چياٸينس تہ ”ٻنيءَ کي پهرٸين هر، پوءِ ٻج ڪجي. پوءِ نهر جو پاڻي ڀيڙارڻو تو پوي. پوءِ گڏ ٿي ڪجي ۽ جڏهن فصل پچي تڏهن لاٻارو وجهبو آهي.“

تنهن تي اَنرڌ چيو تہ ”هي بہ تہ وڏي کٽ پٽ جو ڪم تو ڏسجي. ڀلا تو هين ٿي گهر جو ڪاروبار سنڀاليو ۽ مان وڃي تو ڀڪشو ٿيان.“

پر ماڻس موڪل نہ ڏنيس. جڏهن اَنرڌ ضد ڪري

لڳي، تہ ٻڌ شاڪيہ قوم ۾ هڪ ساڌارڻ نوجوان ٿئين
هو ۽ ڪپلوستوءَ ۾ سندس خاص مان نہ هو.

ٻي ڳالهہ هيءَ تہ گوتم پنهنجو گهر تياڳيو تنهن کان
اڳ ڪپلوستوءَ ۾ اهو ڪالام جو آشرم هو. ڪالام جو پنٿ
سمجهڻ لاءِ مگڌ جي راڄڌاني راڄگرهہ تائين وڃڻ جي
ڪيس ڪابہ ضرورت نہ هئي. هن سُت مان اهترو بہ ثابت
ٿئي ٿو تہ ڀڳوان ٻڌ ڪالام جي ڌرم ويچار جو ابياس
ڪپلوستوءَ ۾ ئي ڪري چڪو هو.

ٽين ڳالهہ هيءَ آهي تہ مهانام شاڪيہ جي ٻڌ جو سڀڳو
سؤٽ هو تہ ڀرڻڊوُ ڪالام جي آشرم ۾ هڪي رهائڻ بدران
پنهنجي گهر پرسان ٻيو ڪو سٺو بندوبست ڇو ڪين
ڪري سگهيو؟ شرمڻ لوڪ گرهستين جي گهرن ۾ ٽن
ڏهارن کان مٿي نہ رهندا هوا. پرهت تہ رڳو هڪ رات
لاءِ بندوبست ڪرڻو هوس ۽ مهانام اهو پنهنجي گهر يا
مهمان گهر ۾ ئي ڪري سگهي ها. سو مهانام جو گهر
ننڍڙو هو يا تہ ٻڌ کي هڪ رات رهائڻ جي بہ ضرورت
محسوس نہ ڪيائين.

انهن سڀني ڳالهين تي ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿئي
ٿو تہ ٻڌ ڀڳوان جو مهانام شاڪيہ سان ڪو خاص ناتو نہ
هو ۽ شڌودن شاڪيہ تہ ڪپلوستوءَ کان چوڏهان ميل
دور رهندو هو- ڪپلوستوءَ سان سندس شايد بلڪل
معمولي واسطو هو. جڏهن ڪڏهن شاڪيہ قوم جي ڪا
سڀا ٿيندي هوندي تڏهن ڪپلوستو ويندو هوندو.

راڄا ٻڌائيندو هو، جي شاڪيه پاڻ پنهنجو راڄا چونڊيندا هوا ته پڻ به ڪان وڏي مهاتما جهڙي وڏري کي سولائي سان هو چونڊي سگهيا ٿي. تنهن ڪانسواءِ ”انگوتر نڪايه“ جي ڀيرٿين نياسع ۾ هي ٻڌ جو وچن مليو ٿو ته ”اونچي ڪل ۾ جنم ورتل منهنجي يڪشن ۾ ڪاليگوتا جو پتر پڻ به سر پشت آهي.“ ائين نٿو لڳي ته شاڪين جي پرجاتنتري راڄ ۾ فقط اونچي ڪُل کي ڏسي ڪري پڻ کي راڄا بڻايو هوندائون. تنهنڪري اهو وڏ يڪ ممڪن لڳي ٿو ته ڪوسل جي راڄا پسينڊئي کيس راڄا بڻايو هوندو. جو ڪجھ هجي پر اسانکي مڃڻو ٿو پوي ته شڌودن ڪڏهن به شاڪين جو راڄا نه هو.

## شاڪين جو مکيه ڌندو کيتي

ترپنڪن ۾ چيل آهي تنهنجي چندچاڻ مان ۽ اشوڪ راڄا جي لِمبني ديوي واري شلا ليک مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته شڌودن شاڪين مان هڪ هو. هو لِمبني ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ انهي ڳوٺ ۾ ٻوڌيستو جو جنم ٿيو هو. مٿي ڏنل مهاتما ۽ آنرڌ جي سنواد مان ثابت ٿو ٿئي ته شاڪين جو مکيه ڌندو کيتي هو. مهاتما جهڙو شاڪيه جنهن نموني کيتي ڪندو هو ساڳي نموني شڌودن شاڪيه به ڪندو هو. جاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ شڌودن کي مهاراجا بنائي ڪري سندس کيتيءَ جو هن نموني ورنن ڪيو ويو آهي:-

”هڪ ڏينهن راڄا جي ٻج ڇٽڻ جو ڏينهن ملهايو ويندو

ٻيٺو ته ماڻس چيس، ”شاڪين جو راڄا پديه جڏهن ٻار پڪشو ٿيندو تڏهن آءٌ به توکي ڀڪشو ٿيڻ جي موڪل ڏيندس.“

پديه راڄا سو انرڌ جو دوست هو، ير ماڻس سمجهو ته راڄ ڀاڳ ڇڏي ڪير ڀڪشو ٿيندو. تنهنڪري اِهو شرط وڌائين. تڏهن پديه راڄا چيو ته ”تون ست سال تحمل ڪر، پوءِ آءٌ ڀڪشو ٿيندس.“ ير انرڌ ايستائين ترسڻ لاءِ تيار نه هو. پوءِ رهي رهي ٦ سال، پنج، چار، ٽي، ٻه، هڪ سال، ست مهنا، انهيءَ طرح گهٽائيندي گهٽائيندي نيٺ انرڌ ستن ڏينهن جي مدي تائين پديه کي قبول ڪرايو. ستن ڏينهن نبرندي پديه، انرڌ، آنند، ڀڳو، ڪمبل، ۽ ديودت اهي ڇهه شاڪيه ڪل جا ۽ اُپالي نائي هڪ حجام مڙيوئي ست ڄڻا چترنگي سينا سنيرائي ڪپلوستوءَ کان ٻري هلي ويا ۽ پوءِ سينا کي موٽائي شاڪيه ديس جي سرحد پار ويا. تنهن وقت ڀڳوان ٻڌ مَلَ قوم جي اَنُپيه ڳوٺ ۾ رهندو هو. اُتي وڃي انهن ستن ڄڻن سنگهه ۾ اُچهو ورتو.

## پديه جي ڪٿا جو نچوڙ

ٻڌ ڀڳوان جي ڪيرتي ٻڌي ڪري ڪئين شاڪيه ڪمار ڀڪشو وڃي بڻيا ۽ تنهن وقت شاڪين جي گديءَ تي پديه راڄا ويٺو هو. پوءِ پيلا شڌودن ڪڏهن راڄا هو؟ ڇٽي نٿو سگهجي ته شاڪيه قوم جي راڄا جي چونڊ سڀ شاڪيه ڪندا هوا يا ڪوسل جو مهاراڄا ڪيس

جي منظوري وٺڻي پوندي هئين. انهي ڳالهه جو چُلَ سَڇَڪَ
سُت جي هيٺ لکيل سنواد مان پتو پوي ٿو:-

ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي اگويسن (अग्गिवेसन)، جهڙيطرح
ڪوسل جي پسيند راجا کي ۽ مگڌ جي اجاتشترو راجا کي
گنهگار کي ڦاهيءَ تي چاڙهڻ جي، يا ڏنڊ ڪرڻ جي،
يا ديس نيڪالي ڏيڻ جي اختياري آهي، اهڙيطرح
مُورڌا ڀِشِڪت (मूर्द्धाभिषिक्त) راجا کي به اختياري آهي
يا نه؟“

سچڪ وراڻي ڏني ته، ”هي گوتم، جڏهين وَجي ۽
مَلَ قومن جي پرجا تنتر راجائن کي ڦاهي چاڙهڻ، ڏنڊ
وجهڻ ۽ ديس نيڪالي ڏيڻ جي اختياري آهي، ته انهيءَ
چوڻ جي ضرورت ئي ڪانهي ته ڪوسل جي پسيند راجا
۽ مگڌ جي اجاتشترو راجا کي به اختياري آهي.“

هن ڳالهه مان جاڻ پوي ٿي ته پرجاتنتر راڄن ۾ رڳو
وَجي ۽ مل راڄن کي پورڻ سواڌينتا هئي ۽ شاڪيه،
ڪوليه، ڪاشي، انگ وغيره پرجا تنتر راڄن وٽ ڦاسي
ڏيڻ، ڏنڊ وجهڻ ۽ ديس نيڪالي ڏيڻ جو اڌڪار نه
رهيو هو. تنهن لاءِ شاڪيه ڪوليه ۽ ڪاشي پرجا تنتر
راجائي کي ڪوسل راجا کان ۽ انگ راجا کي مگڌ راجا
کان آگيا وٺڻي پوندي هئي.

## مايا ديويءَ جي جاڻ

ٻوڌيستو جي ماتا بابت بلڪل ٿوري جاڻ پوي ٿي.
ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سندس نالو مايا ديوي هو.

هو. انهيءَ ڏينهن سڄو شهر ديون جي وماڻن وانگر سجايو
ويندو هو. سڀ داس ۽ مزدور نوان ڪپڙا پهريو، مالهائن
۽ سڳنڌين سان ڀاڙ سينگاري راڄ محل ۾ گڏ ٿيندا هوا
۽ راجا جي ڪيت ۾ هڪ هزار هر هلندا هوا. تنهن ڏينهن
۷۹۹ هرن جون رسيون، ٻيل ۽ سندن ناڪيليون چانديءَ
۾ مڙهيون ونديون هيون. راجا ڀاڙ سون مڙهيل هر
جهليندو هو ۽ چانديءَ سان مڙهيل ۷۹۹ هر سندس ساٿي
جهليندا هوا. باقي ٻه سؤ هر ٻيا ڪاهيندا هوا ۽ سڀ
ملي ڪري هر ڏيندا هوا. راجا هنان ڪان وٺي هوستائين
سڌو هر ڏيندو هو."

هن ڪٿا ۾ ٿورڙي ڳالهه کي وڌائي وڏو وڻ ڪيو
ويو آهي، پر منجهس ايترو سچ ضرور آهي ته شڌودن
ڀاڙ هر ڪاهيندو هو. هن زماني ۾ جيئن مهاراشٽر ۽
گجرات ۾ زميندار ۽ پٽيل ڀاڙ ٻه ڪيتي ڪن ۽ ٻين ڪان
ٻه ڪرائيندا آهن، تيئن شايد شاڪيه ٻه ڪندا هوندا.
فرق رڳو ايترو جو اڄ ڪالهه جي پٽيلن کي سرڪاري
اختياري بلڪل گهٽ آهي ۽ شاڪين کي خوب هوندي
هئي. پنهنجي زمينداريءَ ۾ ڪسانن ۽ مزورن جا نبيرا
ڀاڙ ڪندا هوا ۽ پنهنجي ديس جو اندريون انتظام هو
شهر جي منڊپ ۾ ويهي ڪندا هوا. ڪو جهڳڙو اچي
مچندو هون ته ٻه هو ڀاڙ ويهي انهي کي منهن ڏيندا
هوا. پر جي ڪنهنکي جلاوطن ڪرڻو هوندو هو يا ڦاسيءَ
جي سزا ڏيڻي هوندي هئي ته انهي لاءِ ڪوسل راجا

بوڌيستو جي جنم جي ستين ڏينهن مايا ديوي پرلوڪ پڌاري، سا ڳالهه ٻوڌن جي چيل وچنن ۾ پرسڌ آهي. ممڪن آهي ته ٻالڪ جو ڪشت خيال ۾ رکي ڪري شڌودن مايا ديويءَ جي ننڍي ڀيڻ گوتمي سان ٻهر وواهه ڪيو. اِيتري پڪ آهي ته گوتمي بوڌيستو جو لالن پالن سڀي ٻار وانگر ڏاڍي پيار سان ڪيو ۽ هن کي اها ٻوجهه به ڪانه پيئي ته مونکي سڳي ماءُ ڪانهي.

## بوڌيستو جو جنم

جاتڪ جي نِدان- ڪٿا ۾ جو ورنن ڪيل آهي تنهنجو تات پرج هيٺئن آهي.

'مايا ديوي جڏهن ڏهين مهني جي گرڀوتي هئي ته پيڪي وڃڻ جي اِڇا ٿيس. راجا شڌودن سندس اِڇا جاڻي ڪپلوستوءَ کان ويندي ديودهه نگر تائين رستو صاف ڪرائي، جهنڊن پتاڪن سان سجائي، سوني پالڪيءَ ۾ وهاري، ڏاڍي دٻدٻي سان کيس پيڪي گهر روانو ڪيو. اوڏانهن ويندي رستي تي لُمبني ٻن ۾ هڪ سال درخت جي هيٺان هن ٻار ڄڻيو. راجا شڌودن جي هڪ رواجي زميندار هجي ها ته ايڏو وڏو رستو هيٺئن نه سجائي سگهي ها. پيو ته ڏهون مهنو پوري ٿيڻ تي ڪو به شخص گرڀوتي اِستريءَ کي هوند پيڪي گهر نه اُماڻي. تنهنڪري هن ڪهاڻيءَ ۾ سچ جو ٿورڙو حصو آهي.

"مهاپَدان سُت" ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ماتا جي گرڀ

۾ شدودن جو وواهه ڪڏهن ٿيو ۽ ڪيڏي عمر ۾ مايا ديويءَ کيس جنم ڏنو. وغيره تن ڳالهين جو ڪٿي به پتو نٿو پوي. اَپدان گرنٿ ۾ مها پرجا پتي گوتميءَ جي هڪ اَپدان آهي. انهيءَ هوءَ چوي ٿي ته:-

पच्छिमे च भवे दानि जाता देवदह पुरे ।
पिता अन्जनसक्को मे माता मम सुलक्खणा ॥
ततो कपिलवत्थुस्मिं सुद्धोदनघरं गता ।

ارٿات- ”هن آخرين جنم ۾ مون ديودهه (देवदह) نگر ۾ جنم ورتو. منهنجو پتا انجن شاڪيه هو ۽ منهنجي ماتا سلڪشڻا هئي. جڏهن وڏي ٿي سامائيس تڏهن آءٌ ڪپلوستوءَ جي راجا شدودن جي گهر ويس. (يعني شدودن ساڻ منهنجو وواهه ٿيو.)

چوڻ ڏکيو آهي ته گوتميءَ جي هن ڳالهه ۾ ڪيتري سچائي آهي. ”ڪپلوستوءَ جي راجا شدودن جي گهر ويس“، ”سا ڳالهه مٿي بيان ڪيل ڪٿا سان نهڪي نٿي.* پر هوءَ انجن شاڪيه ۽ سلڪشڻا جي ڪنيا هئي تنهنجي برخلاف ڪٿي به اشارو نٿو ملي. انهيڪري اسين اهو انومان ڪري سگهون ٿا ته گوتمي ۽ سندس وڏي ڀيڻ مايا ديوي ٻئي انجن شاڪيه جون ڪنيائون هيون ۽ ٻنهي جو شدودن سان وواهه ٿيو هو. پر خبر نٿي پوي ته ٻنهي جو وواهه ساڳئي وقت ٿيو يا هڪ ٻئي ڪانپوءِ.

* جو جو پيرٽبڊُ جي ڪٿا مان ثابت ٿئي ٿو ته شدودن ڪپلوستوءَ ۾ نه رهندو هو

چڪرورتي راجا ٿيندو يا سچو ٻڌ ٿيندو." هن قسم جو وستار سان ڪيل ورنن 'جاتڪ' جي ندان ڪٿان " للت وستر" ۽ "ٻڌ چرت" ڪوتا ۾ ڪيل آهي. ڪو به شڪ ڪونهي ته انهن ڏينهن ۾ انهن نشانين ۾ عام ماڻهن کي ڏاڍو ايمان هو. ترپٽڪ جي ڇپيل وچنن ۾ ڪٿين هنڌن انهن نشانين جو وستار سان بيان اچي ٿو. پوکرسات (पोक्खरसाति) براهمڻ هڪ نوجوان امبشت (अम्बष्ठ) کي انهي لاءِ اماڻيو ته اهي نشانيون ڪهڙيءَ طرح آهن يا نه سوڌسي اچي پر ڪيس اهي نشانيون ڏسڻ نه آيون. پوءِ ٻڌ هن کي اهي اڌ يت نشانيون ٻڌايون.* انهيءَ ريت "ٻڌ چرت" سان انهن نشانين جو هتي هُتي لاڳاپو ڏيکاريو ويو آهي. جيڻ ته ڪهڙا وارا ماڻهو مهاپرش ٻڌ جي مهما ڏيکارڻ لاءِ اهڙي ڪوشش ڪندا رهيا، تنهنڪري اٿين سمجهڻ ته نشانيون سچ پچ هيون ڪو ضروري نه آهي. تنهن هوندي به اهڙا ڪٿا ته جنم بعد ٻڌ جي پِوشيه بابت اَست رشيءَ کان پڇيو ويو سا ڪٿا پراچين آهي. انهيءَ ڪٿا جو ورنن "ست نپات" جي نالڪ ست جي مهاڳ ۾ ڏنل آهي. انهيءَ جو تات پرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

"عمدا وستر پائي ۽ اندر جو ستڪار ڪري ديوتائون پنهنجا مٿيان هلڪا وستر آڪاس ۾ اڇلائي اتسو ملهائي رهيا هوا. اَست رشي کين ڏنو ۽ پڇيائين ته "هي ڇا

---

* 'ديگهه نڪايه' امبٽ ست

۾ گهرڻ کان وٺي جنم کان ست ڏينهن پوءِ، انهيءَ عرصي ۾ ڪل سورهان اَلوڪِڪ اچرج ٿيا. انهن مان ڏاڍو اچرج هيءُ آهي ته ڏهون مهنو پورو ٿيندي ئي ٻوڌيستو جي ماتا کيس جنم ڏنو. ڏهين اچرج ۾ لکيل آهي ته ٻيٺي ويهر ڪيائين ۽ انهن ۾ چاٽايل آهي ته جنم جي ستين ڏينهن گذرندي ٻوڌيستو جي ماتا جو ديهانت ٿي ٿو. اهي ئي اَلوڪِڪ اچرج شايد گوتم جي جيون مان ورتا ويا آهن. باقي ٻيا سڀ خيالي آهن، پر پوءِ آهستي آهستي اهي ٻه گوتم جي جيون چرتر ۾ اچي ويا. مطلب ته اسين اهو قبول ڪري سگهون ٿا ته ٻوڌيستو جي ماتا ٻيٺي ئي کيس جنم ڏنو ۽ ستن ڏينهن کانپوءِ پرلوڪ ڏي هلي. 'جاتڪ' جي ندان ڪٿا ۾ چيو ويو آهي ته 'سال' وڻ جي هيٺان ويهر ڪيائين ۽ "لِلت وستار" ۾ ائين چيو ويو آهي ته پلڪش (पलक्ष) وڻ جي هيٺان ويهر ڪيائين. 'لمبني ٻيوٽ ۾ شڌودن جي گهر جي ٻاهران باغ ۾ گهمندي ڦرندي هن ويهر ڪيو – پوءِ الائي سال وڻ يا پلڪش وڻ هيٺان. هن بيان ۾ اينرو ئي سچ چاٽڻ گهرجي ته ٻيٺي ٻيٺي هن ويهر ڪيو.

## ٻوڌيستو جو آئينده

جنم کانپوءِ کيس ماتا سوڌو گهر ڪٺي وڃي شڌودن وڏن براهمڻ پنڊتن کان سندس ڀوشيه بابت پڇيو. پنڊتن سندس ٻتيهه شڀ نشانيون ڏسي ڪري چيو ته "هي

سنڌس گوتر جو نالو آهي. هاڻي اِهو سوال اُٿي ٿو ته "سروارٿه سڌ" ۽ "گوتم" انهن ٻنهي مان سنڌس ڪهڙو نالو اصلي هو؟ يا ٻئي نالا هيس؟

تربتڪ جي چيل وچنن ۾ ڪٿي ڪونه چيل آهي ته ٻوڌيستو جو نالو 'سروارٿ سڌ' هو. فقط ٻدان ڪٿا ۾ 'سڌٿ' (سڌارٿ) نالو آيو آهي، پر سو به "للت وستار" مان ورتو ويو هوندو. انهيءَ گرنٿ ۾ چيل آهي ته:

अस्यहि जातमात्रेण मम सर्वार्थाः संसिद्धाः

यन्न्वहमस्य सर्वार्थ सिध्द इति कुर्याम । ततो राजा बोधिसत्वं महता

सत्कारेण सत्कृत्य सर्वार्थसिध्दो ऽ यं कुमारो नाम्ना भवतु इति नामास्याकर्षीत्

سروارٿ سڌ نالوئي "امر ڪوش" ۾ ڏنو ويو آهي. پر "للت وستر" ۾ ٻوڌيستو کي بار بار سڌارٿ ڪمار ڪري سڏيو ويو آهي. هن شبد جو پالي روپ ٿري "سڌارٿ" ٿيو آهي. سروارٿ سڌ جو پالي روپ "سبٿ سڌ" ٿئي ٿو. پر شايد اهو عجيب نالو ٿي لڳو. جنهنڪري شايد جاتڪ انڪٿاڪار انهيءَ بدران "سڌٿ" نالو ڪم ۾ آندو آهي. مطلب ته سرو ارٿ سِڌ يا سِڌارٿ، اهي ٻئي نالا للت وستر ڪار يا ٻئي ڪنهن اهڙي ٻڌ ڀڪشوءَ پنهنجي ڪلپنا مان ناهيا هوندا.

انهيءَ ۾ ذرو به شڪ ڪونهي ته ٻوڌيستو جو سچو نالو گؤتم هو. "ٿيري گاٿا" ۾ مها پرجا پتي گؤتم جون جيڪي گاٿائون يعني ڪوتائون آهن تن مان هڪ هن ريت آهي:

جو انسو آهي.“ ديوتائن وراڻيس تہ، ”لمبني ڳرام جي شاڪيہ ڪل ۾ ٻوڌيستو جو جنم ٿيو آهي. انهي لاءِ هي انسو ملهائي رهيا آهيون،“ سو ٻڌي ڪري اَست رشي شڌودن جي گهر ڏي ٻڌاريوءِ ٻالڪ کي ڏسڻ جي اِڇا ڪيائين. جڏهن شاڪيہ ڪل جي ٻوڌيستو ٻالڪ کي اَست رشيءَ جي اڳيان ڪڍي آيا تہ سندس سورنهن لڇڻيون نشانيون ڏسي ڪري، رشيءَ جي مک مان هي واڪيہ نڪري ويو تہ ”هي منش ۾ سروَ سريشٽ آهي.“ پر اهو ڏيان ۾ آڻي ڪري .تہ منهنجي آيُو باقي ٿورڙي وڃي رهي آهي، رشيءَ جي اکين مان آنسوُ ڪرڻ لڳا. سو ڏسي شاڪين پڇو تہ، ”ٻالڪ جي حياتيءَ بابت ڪو ڀؤ آهي ڇا؟“ تہ اَست هي وچن چئي سندن مِن ٺاريو تہ، ”وڏندي ويجهندي هي ٻالڪ هڪ ڏينهن سَمبڌ ٿيندو پر منهنجي عمر باقي ٿورڙي بچي آهي. سو سندس ڌرم اُپديش ٻڌڻ جو مونکي سؤڀاڳہ نصيب نہ ٿيندو. تنهن تي دک ٿئيم ٿو.“ هن ريت شاڪين کي پرسن ڪري اَست رشي اتان هليو ويو.“

ٻوڌيستو جو نالو

स शाक्यसिंहः सर्वार्थसिद्ध शौद्धोदनिश्च सः ।

गौतमश्चार्कबंधुश्च मायादेवीसुतश्च सः ॥

”اَمرڪوش“ ۾ ٻوڌيستو جا هي ڇهہ نالا ڏنا ويا آهن. انهن مان ٻي نالا شاڪيہ سنهہ، شڌودني ۽ مايا ديوي سُت اهي ٻيئي صفتي نالا آهن. اَرڪ بندوُ

ٿيس، سو ڪنهن ڪام پوڳہ ڪري نہ."

هنن ڳالهين يعنيٰ گيتن ۾ شاڪين جو گوتر "آد تيہ" ڏيکاريو ويو آهي. ساڳئي وقت ۾ آد تيہ ۽ گوتم ٻہ گوتر ٿي نہ ٿا سگهن. جيئن تہ ست نہايت وڏ يڪ پراچين پستڪ آهي، تنهنڪري آد تيہ ئي شاڪين جو سچو گوتر هوندو. "امرڪوش" جي مٿي آيل سلوڪن ۾ ٻڌ جو "آرڪ بندو" نالو آيو آهي، سو سندس گوتر نالو سمجهڻ گهرجي. ڇو جو اهو "आदिच्चा नाम गोत्तेन" واڪيہ سان ٺهڪي اچي ٿو. ٻوڌيستو جو اصلي نالو گوتم هو ۽ ٻڌ پد پراپت ڪرڻ کانپوءِ انهي نالي سان پرسڌ ٿيو.

'समणो खलु भो गोतमो स्क्यकुला पब्बजितो'

هن طرح ست پٽڪ ۾ ڪئين ڀيرا لکيل آيو آهي.

## ٻوڌيستو جو سماڌيءَ سان پريم

جاتڪ جي ڏنل ڪٿا جو سار هي آهي تہ شُڌودن راجا جي مٿي ٻڌايل کيتيءَ جي اُتسو جي وقت، ٻوڌيستو کي سندس ٻالڪپڻ ۾، سندس دايون ڪٺي وڃي جمبوءَ وڻ هيٺان بستري تي سمهاريو. سڌارٿ ڪمار کي ستل ڏسي سنڌس دايون اُتسو ڏسڻ لاءِ هليون ويون. اينترپر ٻوڌيستو اُٿي ويهي پلٿي ماري ڌيان ڪرڻ لڳو. ٿوري وقت کانپوءِ دايون اچي ڏسن تہ ٻين وڻن جا پاڇا دور هليا ويا آهن، پر مٿئين جمبو وڻ جو پاڇو انهين جو انهين بيٺو آهي. اهو اڌڀت چمتڪار ڏسي ڪري شڌودن

बहूनं वत अत्थाय माया जनयि गोतमं ।
ब्यधिमरणतुन्नानं दुक्खक्खन्धं ब्यपानुदि ॥

ارٿات، ”گهڻن ماڻهن جي ڪلياڻ واسطي مايا ديويءَ گوتم کي جنم ڏنو. بيماري ۽ موت ڪري دکين جي دک جو بار هن ناس ڪيو.

پر ”مها پدان سُت“ ۾ ٻڌ کي (گوتمو گوتين) गोतमो 'गोतेन' چيو ويو آهي. ساڳيءَ ريت اُپدان گرنٿن ۾ ڪيترن هنڌ گوتمو نام ناميِن ۽ گوتمو نام گوتين 'गोतमो नाम नामेन' 'गोतमो नाम गोत्तन' اِهي ٻئي ڏنل آهن. انهن مان شڪ پيدا ٿئي ٿو ته ڇا ٻوڌيستو جو نالو ۽ گوتر ٻئي ساڳيا هوا ڇا؟ پر اهو شڪ ”ست نپات“ جي هيٺئين گاٿا مان دور ٿي وڃي ٿو.

उजुं जानपदो राजा हिमवन्तस्स पस्सतो ।
धनिविरियेन सम्पन्नो कोसलेसु निकेतिनो ॥
आदिच्चा नाम गोतेन साकिया नाम जातिया ।
तम्हा कुल्ला पब्बजितोऽम्हि राज न कामे अभिपत्थयं ॥*

ارٿات، (ٻوڌيستو بمبسار راجا کي چوي ٿو ته) ”هي راجا، هتان ڪان سڌو هماليه جي ترائيءَ ۾ ڌن ۽ ويرتا ۾ سکي هڪ ديس آهي. ڪوسل راشٽر ۾ اهو ديس اچي وڃي ٿو. اتي جي ماڻهن جو گوتر آديه آهي ۽ کين شاڪيه ڪري سڏائندا آهن. انهيءَ ڪل ۾ آءٌ سنياسي

* پبجا ست، گاٿا ١٨-١٩

پهريون ڌيان لڳائڻ اچانڪ ياد آيو ۽ اهوئي مارگ سچي گيان جو هئڻ گهرجي، ائين سمجهي ڪري هن ديهه کي ڏنڊ ڏيڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڪانو ڪائڻ شروع ڪيو.

پر ٻوڌيستو ٻالڪپڻ ۾ ئي ڌيان ڪرڻ ڪنهن ڪان سکيو، يا اهو ڪيس پاڻ مرادو سُجهي آيو؟ جاتڪ أنڪتاڪار، ڪلِت وستر ڪار، ٻا ٻڌ چرتڪار ائين ٻڌايو آهي ته اهو ڌيان ٻڌ کي ٻلڪل ٻالڪپڻ ۾ پراپت ٿيو هو. سو اسانکي به قبول ڪرڻو ٿو پوي ته اهو ڪيس پاڻمرادو حاصل ٿيو هو ۽ سو هڪ أديت چمتڪار هو. پر مٿي ڏنل ”پرٽڊ و ڪالام ست“ تي ويچار ڪرڻ مان هن أديت چمتڪار تي روشني پوي ٿي. ڪالام جو آشرم ڪپاوستوءَ ۾ هو، يعني ته شاڪيه لوڪن ۾ سندس پنٿ مان ڪئين واقف هوا. اڳتي هلي ڪالام جو قصو ايندو تنهن مان معلوم ٿيندو ته ڪالام ڌيان – مارگي هو ۽ سماڌيءَ جون ست منزلون هو سيکاريندو هو. تن ۾ پهرين منزل هئي پرٿم ڌيان. سو ڌيان جي ٻوڌيستو کي گهر ۾ ئي حاصل ٿيو ته انهيم ڪهڙو أشچرج؟ پر جي ان ۾ ڪجهه عجب جهڙو هو ته اهوئي ته ٻالڪپڻ ۾ ٻني کيڙيندي به ٻوڌيستو جي ورتي ڌرمي هئي ۽ هو وقت به وقت ڌيان سماڌيءَ جو ابياس ڪندو هو.

## ٻوڌيستو جو ڌيان ڇا تي؟

اهو ڇوڻ سولو نه آهي ته ٻوڌيستو ڇا تي ڌيان ڪندو

راجا ٻوڌيستوکي نمسڪار ڪيو. ٻوڌيستو جي جيون ۾ هن مهل واري ڳالهه کي هن نموني عجائب طلسم جو روپ ڏيڻ سان اُن مان ڪجهه به مطلب نٿو سري. سچ پچ شايد هيئن هجي ته ٻوڌيستو پنا ساڻ روز ٻنيءَ تي وڃي ڪري هر جو تيندو هوءَ فرصت مهل جمبو وڻ جي هينان ويهي ڌيان لڳائيندو هو.

”مڇهم نڪايه“ جي مها سَچَڪ ست ۾ ٻڌ پيگوان سچڪ کي چوي ٿو ته، ”مونکي ياد اچي ٿو ته پنا ساڻ جڏهن مان ٻنيءَ تي ويندو هوس تڏهن جمبو وڻ جي ٿڌي ڇانوَ ۾ ويهي ڪري ڪام ڀوڳ جا يا ٻيا اهڙا ٻُڇڙا ويچار تياڳ ڪري، سد ويچارءَ وويڪ مان اُتپن ٿيندڙ پريتي سک جنهن ۾ تِئي اهڙو ڌيان لڳائيندو هوس. ڇيم ته متان اهوئي گيان جو سچو مارگ هجي؟ مون سمرن ڪيوءَ مونکي لڳو ته اهوئي گيان جو مارگ هوندو. هي اڳني ويسن، مون پاڻکي چيو ته ”جو سک ڪام ڀوڳءَ ٻڇڙن ويچارن کان پري آهي، تنهن سک کان آءٌ ڇو ٿو ڊڄان؟“ وري مون ويچار ڪيو ته انهي سک کان مونکي ڊڄڻ نه کپي، پر اهو سک ديهه کي ڪشٽ ڏيئي نبل سرير دوارا پراپت ڪرڻ ممڪن نه آهي. تنهنڪري پورو اَن کائڻ نيڪ آهي.“

ٻوڌيستو سچا سارا ست سال ديهه کي دک ڏئو تڏهن هنکي پنهنجي پتا جي کيت ۾ جمبو وڻ هينان ويهي

پرپور ڪندا، دیا واري چت سان ... پرسنتا واري چت سان ... اُداسينتا واري چت سان ... تمتار ڪندا. شرمڻ گؤتم ٻہ اهوئي اپديش ڪري ٿو. پوءِ هُنَ ۽ اسانجي اُپديش وچم ڪهڙو فرق آهي؟"*

"جاتڪ انڪتا ۾ ۽ ٻين انڪتائن ۾ ڪيترن هنڌن تي ائين آيو آهي تہ شاڪيہ ۽ ڪوليہ ٻاڙ يسري هوا. انهن جو پاڻم ويجهو ناتو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن روهني نديءَ مان پاڻي وٺڻ تي منجهن جهيڙا ٿيندا هوا. ڪولين جي راج ۾ ٻين پنٿن جا سنياسي ٻڌ سنگهہ جي ڀڪشن کان مٿي چيل سوال پڇن ٿا. اُهي سنياسي ڪئين سالن کان اُتي رهندا هوندا. اينري خاطري آهي تہ سندن آشرم ٻڌ ديو جي اُپديش ڏيڻ کان پوءِ نہ ٻرپا ٿيو هئو. اهو آشرم اڳہ کان اتي هئو ۽ هي سنياسي متر تا، ديا، پرسنتا ۽ اُداسينتا انهن چئن برهم وِهارن يا گهرن سان پريم ڪرڻ جو اُپديش ڪندا هوا.§ تہ اهي ڪالام جي پنت جا هوا سو مڃڻ ۾ ڪهڙي اَٽڪ پوي ٿي؟ ٻيو نہ تہ انهن "برهم وِهارن" جي ٻوڌيستو کي جوانيءَ ۾ ئي جاڻ ٿي ۽ اهي ڌيان ۾ رکي هو انهن وشين تي ڌيان ڪندو هو.

---

* بوجهنگ سنيت، وگ ٦، ست ۴

§ انهن برهم وِهارن جي سمجهاڻي "سماڌي مارگ" جي پنجين اَڌيائہ ۾ چيل آهي

هو. پهرين منزل ۾ جن وِشَيُن تي ڌيان لڳائبو آهي سي
چوويهه آهن.* انهن سيني مان بوڌيسٽو ڪهڙين وشين تي
ڌيان ڪندو هو سو پڪيءَ طرح سان چوڻ ڏکيو آهي.
ته به مترتا، ديا، پرسنتا، اُداسينتا، انهن چئن وشين تي
ڌيان ڪندو هوندو، اهڙو انومان ڪڍڻ ڪو اڻ واجب
نه ٿيندو. سو ڇو جو اهي سڀ سندس پريمي سڀاو موجب
هوا. هن انومان کي هڪ ٻيو آڌار به ملي ٿو.

"بڌ يگوان جڏهن ڪوليه ديس ۾ هردروسن (हरिद्रवसन)
تالي ڪولين جي شهر جي آس پاس رهندو هو تڏهن ڪي
ڀڪشو پرڀاتء ويل ڀڪشا جي چڪر لاءِ نڪرڻ کان
اڳ ٻين سنياسين جي آرام جي هنڌ ويا. تڏهن انهن
سنياسين کين چيو ته "اسين پنهنجن پريمين کي اُپديش
ڏيندا آهيون ته هي مترو، چت جي دکائيندڙ ۽ ڪمزور
ڪندڙ نِيوَرڻن§ کي ڇڏي ڪري توهين مترتا سان
اوتپروت ٿي چت سان هڪ ڏسا کي پرپور ڪريو.
ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين ڏسا کي پرپور ڪريو. انهيءَ طرح
مٿي، هيٺ ۽ چارون طرف ساري جڳت کي جهجهي،
سني، بي حد، وير بنا، دئيش بنا مترتا واري چت سان

* بڌ گهوش آچاريه ۽ آيڏرم موجب پنجويهه اِسم آهن. پر
اُداسينتا تي به پرتمر ڌيان ڪبو آهي، تنهن ڪري چوويهه
وشيه ٿين ٿا. ڏسو سماڌي مارگ صفحه ٦٨-٦٩

§ ڏسو سماڌي مارگ، صفحه ٣١-٣٥

سندس ڪٽن جي ڄاڻ نہ هئي، تہ بہ ديوتائن جي پرياو ساڻ سارٿيءَ جواب ڏنو تہ، ”هي پرورجڪ آهي“ ۽ سندس گڻ ٻڌايا. پر جي ڪپلوستوءَ ۾ ۽ شاڪين جي پروارن راڄن ۾ گهومو سنياسين جا آشرم هئا تہ انهين ڪيئن هوندو جو ٻوڌيستو يا سندس سارٿيءَ کي پرورجڪن جي بنهہ ڄاڻ سڃاڻ نہ هجي؟

”انگوتر نڪاي“ جي چتڪ نپاٽ* ۾ وپ (वप्प) شاڪيہ جي ڳالهہ اچي ٿي. هو هڪ نرگرنٿ (جين) ساڌو هو. هڪ ڀيري مهاموگلان ساڻ سندس گيان گوشٽ هلي رهيو هئو، تہ ٻڌ ڀڳوان اچي پڌاريو ۽ کيس اپديش ڏنائين. تڏهن وپ چيس تہ ”نرگرنٿ يعني جين ساڌن جي اپاسنا مان موکي ڪجهہ بہ لاڀ نہ ٿيو آهي. هاڻي آءٌ ڀڳوان ٻڌ جو اپاسڪ ٿيان ٿو.“ انگتاڪار چوي ٿو تہ وپ ڀڳوان جو چاچو هو، پر اها ڳالهہ ”مها دُکند ست“ جي انگتا سان نهڪي نٿي اچي. ڪيئن بہ هجي، پر انهي ۾ شڪ ڪونهي تہ وپ نالي هڪ وڏي عمر جو شاڪيہ جين هو. مطلب تہ ٻوڌيستو جي جنم کان اڳ ئي شاڪيہ ديس ۾ جين ڌرم ڦهلجي چڪو هو. تنهنڪري اهو ناممڪن آهي تہ ٻوڌيستو کي پرورجڪن يعني گهومو سنياسين جي ڄاڻ ڪانہ هئي.

تڏهن پهلا اهي سڀ آديت ڪٿائون ٻوڌيستو جي

---

*ستہ نمبر ١٩٥

# ٻوڌيسٽو جي گهر تياڳڻ جو ڪهڙو سبب؟

هن ڪانپوءِ جو مکيه واقعو اهو آهي جو ٻوڌيسٽو
پنهنجي محل مان باغيچي طرف وڃي ٿو. شدوڌن مهاراجا
اهڙو انتظام ڪري ڇڏيو هو جو ٻوڌيسٽو جي مارگ ۾
ڪوبه ٻڍو، بيمار، يا مڙهه سامهون نه اچي، پوءِ به ديوتا
ڪنهن ٻڍڙي کي آڻي سندس سامهون کڙو ڪن ٿا ۽
ٻوڌيسٽو وئراڳ ۾ اچي محل ڏي موٽي وڃي ٿو. تنهن
ڪانپوءِ ٻيهر ديوتا هڪ بيمار کي ۽ ٽيهر هڪ مڙهه کي
۽ چوٿون ڀيرو هڪ سنياسيءَ کي سندس سامهون ڪن
ٿا. سو ڏسي هو وئراڳ ۾ اچي گهر تياڳ ڪري ٿو ۽
تتوگيان جو مارگ ڳولڻ لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو. الغرض وستار
۽ ٻين گرنٿن ۾ هن پرسنگ جا نهايت سٺا ورنن ملن ٿا.
پر پوءِ به چوڻو پوي ٿو ته اهي پنهه قبول ڪرڻ جهڙا نه
آهن. جيڪڏهن ٻوڌيسٽو پتا ساڻ يا اڪيلو وڃي ٻني
ڪمائيندو هو ۽ ڪالام جي آشرم ۾ وڃي ڪري ڪانئس
تتوگيان جو مارگ سکندو هو، ته پوءِ اهو ڪيئن ممڪن
ٿي سگهي ٿو ته هن ڪوبه ٻڍو، بيمار يا مڙهه نه ڏٺو هو؟

پوئين ڏينهن ۾ جڏهن ٻوڌيسٽو باغ ڏي ويو تڏهن
ديوتائن هڪ آتم پرورجڪ (گهومو سنياسي) آڻي سندس
سامهون ڪيو. تڏهن ٻوڌيسٽو پنهنجي سارٿيءَ کان پڇيو
ته، ”هي ڪير آهي؟“ جيتوڻيڪ تنهن وقت ٻوڌيسٽو
پاڻ پرورجڪ يعني گهومو سنياسي نه هو، ۽ سارٿيءَ کي

پنهنجي ساٿيءَ کان ڪهڙا سوال پڇيا، تنهن بابت جاتڪ
انڪٿاڪار چوي ٿو تہ 'महापदाने आगतनयेन पुच्छित्वा' (يعني
تہ مهاپدان سُت ۾ ڪيل ڪٿا آڌوسار سوال پڇيائين). تنهن
ڪري اٿين چوڻو پوي ٿو تہ هي سڀ آديت ڪرامتن
جون ڪٿائون "مهاپدان سُت" مان ورتيون ويون آهن.

تہ پلا ٻوڌيستو جي گهر تياڳ جو ڪهڙو سبب هو؟
انهي جو جواب پاڻ ٻڌ ڀڳوان اَتدنڊ سُت ۾ هن ريت
ڏئي ٿو:-

अतदण्डा भयं जातं, जनं पस्सथ मेधकं ।
संवेगं कितयिस्सामि यथा संविजितं मया ॥१॥
फन्दमानं पजं दिस्वामच्छे अप्पोदके यथा ।
अञ्ञमञ्ञेहि व्यारुद्धे दिस्वा मं भयमाविसि ॥२॥
समन्तसरो लोको, दिसा सब्बा समेरिता ।
इच्छं भवनमतनो नाद्दसासिं अनोसितं ।
ओसाने त्वेव व्यारुद्धे दिस्वा मे अरती अह ॥३॥

ارٿات (١) هٿيار ڪڻڻ خوفناڪ لڳم. (انهن ڪري)
هيءَ جنتا ڪيئن پاڻ ۾ وڙهي ٿي سو ڏسو. مون ۾ ويراڳ
ڪيئن اُٿيو تيو سو ٻڌو. (٢) جيئن ٿوري پاڻيءَ ۾
مڇليون ڦٿڪنديون آهن، تئن ويروڌي پرجا کي ڦٿڪندو
ڏسي ڪري منهنجي انتهڪرڻ ۾ ڀؤ پيدا ٿيو. (٣) چارئون
طرف هي جڳت اَسار نظر آيم. سڀ ڏسائون ڦٿڪي
رهيون آهن ائين نظر آيو. پر جڳت ۾ ڀؤ بنا اَجهي جو
اَستان ڳولڻ سان نہ لڌو. جنتا کي هڪ ٻئي سان اَنت
تائين ويروروڌ ڪندو ڏسي منهنجو جيءَ ڏاڍو بيزار ٿيو.

جيون چوتو ۾ ڪتان آيون؟ سي سڀ مهاپدان ست مان آيون.* هڪ ٻئي منش ڪي ڏسي ڪوئي ٻوڌ پستو

*اَپدان جو اَرٿ آهي چرتر بابت. مهاپرشن جي چرتن جوسنگرهه جن ستن ۾ آهي سي ٿيا ”مهاپدان ست.“ هن ۾ اڳين جڳن جا ڇهه ۽ هن جڳ جي ستين گوتم ٻڌ جا چرتر گڏي ڪري ڏنا ويا آهن. اڳين جي مختصر طور ۽ ستين ”وپسي ٻُڌ“ جو وستار سان، چرتر ڏنل آهن. اَنڪتاڪار چون ٿا ته اهو هڪ نموني وار آهي ۽ ساڳئي نموني ٻين ٻڌن جي جيوت جو ورنن ڪرڻ کپي. هن ورنن جو گهڻو ڀاڱو هن ست جي رچڻ کان اڳ يا پوء گوتم ٻڌ جي جيونيءَ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ اهو ويندي ”ترپٽڪ“ ۾ ڪيترن هنڌ مليو ٿو. مگر باغيچي وارا واقعا ترپٽڪ ۾ ڪٿي ملن. سي وري جاتڪ اَنڪتاڪار ڪٺي ورتا. تنهن کان اڳ ٻڌ وستر ۾ ۽ ٻڌ ”چرتَ“ ڪوتا ۾ اهي ڪتا ڪٺي ويئي آهي.

گوتم ٻڌ لاءِ ٽي محل بنايا ويا هوا، سا ڳالهه مان اتهاسڪ سمجهندو هوس، پر شايد اها ڳالهه به خيالي هئي. اتهيءَ ڳالهه جو ڪوڙو ٿي نئو لڳي ته شُدودن جهڙو، ڀاڻ هتن سان هر ڪاهيندڙ زميندار، سو پٽ لاءِ ڪي محل اڏيندو.

”ديگهه نڪايه“ ڀاڱو پهريون، اَنوادڪ سوامي چنتامڻي راجواڙي (پرڪاشڪ، گرنٿ - سمپادڪ ۽ پرڪاشڪ منڊلي؛ نمبر ٣٨٠ ٺاڪردوار روڊ، بمبئي نمبر ٢) هن گرنٿ جي شروعات ۾ مهاپدان ست جو مرهٽي ترجمو ڏنل آهي. وڌيڪ ڄاڻڻ جي اڀياس لاءِ هي گرنٿ ضرور پڙهڻ گهرجي.

رهڻ. انهيءَ ڪري هٿيارن کڻڻ کان ٻوڌيستو بيزار ٿي ۽ هٿيارن کان مڪت ٿيڻ جو مارگ هن اختيار ڪيو.

"ست نپات" جي پبجيا (पब्बज्जया) ست جي شروعات ۾ هيٺيون گيت اچي ٿو:-

पब्बजं कितथिस्सामि यथा पब्बजि चक्खुमा ।
यथा वीमंसमानो सो पब्बजं समरोचयि ॥१॥
संबाधोऽयं घरावासो रजस्सायतनं इति ।
अब्भोकासो च पब्बज्जा इति दिस्वान पब्बजि ॥२॥

ارٿات: (١) گيان جي نيترن واري (سڌارٿي) پرورجيا (سنياس) جو انگيڪار ڪئي ۽ ڪهڙي ويچار ڪري اها ڪيس پياري لڳي، سو ٻڌائي ڪري سندس پرورجيا يعني سنياس جو ورڻن ڪريان ٿو.

(٢) جيئن گرهست آشرم تڪليفن ۽ گندگيءَ جي جڳهه آهي، تيئن پرورجيا کليل هوا مثل آهي. سو ڄاڻي ڪري هو پرورجڪ ٿيو.

هن قصي جو آڌار "مجهم نڪايه" جي مهاسچڪ سُت ۾ به ملي ٿو. اتي ٻڌايو ويو آهي ته "هي اڳ ويس، سمبُڌ (پورن ٻڌ) جو گيان پراپت ڪرڻ کان اڳ، ٻوڌيستو جي اسٿتيءَ ۾ مونکي لڳو ته گرهست آشرم تڪليفن جو ۽ گندگيءَ جو استان آهي ۽ پرورجيا کليل هوا وانگر آهي. گرهست آشرم ۾ رهي ڪري ٻنهي پورڻ ۽ شڌ برهمچريه پالن ڪرڻ ممڪن نه آهي. تنهنڪري وار

روهڻي نديءَ جي پاڻيءَ ڪاڻ شاڪين ۽ ڪولين لوڪ پاڻ ۾ جهڳڙا ڪندا هوا. هڪ ڀيري ٻنهي پاسا پنهنجون سينائون سنڀرائي روهڻي نديءَ جي ڪناري تي وٺي ويا. اُن وقت ٻڌ ڀڳوان ٻنهي سينائن جي وچ ۾ وڃي هن ست وارو اُپديس ڪيو. اها ڳالهه جاتڪ اُنڪتا ۾ ڪيئين بار آئي آهي، پر نيڪ نتي نظر اچي. ائين سمجهجي ٿو ته شاڪين ۽ ڪولين، ٻنهي کي ڀڳوان ٻڌ اُپديش ڏنا هوندا ۽ سندن جهڳڙا به ٽيءَ ڪيا هوندا. پر اهڙن موقعن تي هن ست جو اُپديش ڏيڻ بي سبب پيو لڳي. هن ست ۾ ته ڀڳوان ائين چئي رهيو آهي ته ڪيس وئراڳه ڪيئن لڳو ۽ هو گهر ڇڏي نڪتو؟ روهڻي نديءَ جي پاڻيءَ بابت يا ٻين اهڙن تورڙن سببن ڪري شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ ۾ جهڳڙا البت ٿيندا رهندا هوندا. اهڙن موقعن تي ٻوڌ پنٿ جي اڳيان اهو سوال ڪڙو ٿيندو هوندو ته هي ماڻهو هٿيار کڻن يا نه. پر هٿيارن سان هي جهڳڙا مٿائڻ ممڪن نه هوا. شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ ۾ جهڳڙا، هٿيارن سان فيصل ٿين ها ته به ختم نه ٿين ها. سبب جو ڪٽنڌڙ کي پوءِ وري ٻئي پاڙيسري راڄا سان لڙڻو پوي ها؛ جي انهي ڪان به ڪٽي ها، ته انهي جي پاڙيسريءَ سان لڙڻو پويس ها يعني ته هٿيارن سان ڪٽڻ معني هرهنڌ ڪٽڻ ۽ پوءِ به سانت ۾ نه رهڻ. ڪوسل جو پسيند چا پر بمبسار جو پنهنجو پٽر به سندس شترو ٿي پيو. سو هٿيارن مان کي ڪين وريو، بلڪ هٿيار کڻڻ معني وڙهندو

تنهي ڪارڻ جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو ڏيکاري سگهجي ٿو.
ٻوڌيستو جي جاتڪ پاڻي شاڪين ۽ ڪولين وچ ۾ ڪو جهيڙو ٿيندو هو ته سندس اڳيان اهو سوال ڪڙو ٿيندو هو ته هن ۾ آءٌ ڇا ڪريان؟ سمجهي ورتو هوائين ته مار ڪٽ مان هي جهيڙا بند نه ٿيندا. پر جي شريڪ نٿو ٿيان ته لوڪ ڪاتر سڏين ٿا ۽ سمجهن ٿا ته گرهست ڌرم جو پالن نٿو ڪريان. انهيءَ ڪري گرهست آشرم ڪيس ڪنڊپٽي نظر آيو. تنهن ڪان ته سنياسي ٿي ڪري، سڀ آسون ڇڏي ڪري بن ۾ رڻن ڪرڻ وڏيڪ چڱو لڳس. پر پتر ۽ پتنيءَ سان گهڻو پريم رکڻ ڪري گهر ڇڏڻ ٻه ڪيس ڏاڍو ڏکيو ٿي لڳو. سو وڌيڪ گهرو سوچڻ لڳو. پوءِ لڳس ته آءٌ پاڻ جنم، جرا، مرض، مرڻ ۾ ڦاٿل آهيان. ساڳي طرح سپاويڪ طور پتر، استري وغيره به بڌل آهن ۽ انهن تي موهه رکي ڪري گرهست آشرم جي ڪننداين ۽ بنڌن اندر رهڻ نيڪ نه آهي. انهيءَ ڪري هو پرواجڪ وڃي ٻٽيو. پر انهن تنهي ڪارڻن ۾ مکيه ڪارڻ هو شاڪين ۽ ڪولين جا پاڻ ۾ جهيڙا. سا ڳالهه پوري طرح ڌيان ۾ رکڻ ڪري، پهرئين ٻوڌيستو ٿي ڪري ۽ پوءِ ٻڌ ٿي ڪري، جو هن مڌيم (وچون) مارگ کولي ڪڍيو، تنهنجو راز سمجهڻ ۾ ايندو.

## راهُل ڪمار (राहुल कुमार)

ٻوڌيستو جو وواهه جوانيءَ ۾ ٿيو هو ۽ ترپنڪ ۾ ڪيترن هنڌن تي اها ڳالهه اچي ٿي ته گهر تياڳ ڪرڻ کان اڳ

مُنڊائي ۽ ڪکن جا وستر پهري، گهر ڇڏي ٻروراجڪ (بي گهر) بڻجڻ مناسب آهي."

۽ "آريپريسن ست" (अरियपरियेसन सुत्त) ۾ هن ڪان ڪجهه ڦريل سبب ڏنل آهي. ڀڳوان چوي ٿو ته "هي ڀڪشوئو، سمبوڌي (پورڻ) گيان ملڻ کان اڳ جڏهن آءٌ ٻوڌيستو هوس تڏهن آءٌ جنم ۾ قائل هوندي جنم جي چڪر ۾ ڦاسي ڪري پٽر، استري، داسي وغيره وستن پٺيان پيو هوس. (اُرثات مان پائيندو هوس ته منهنجو سک انهن وستن تي منحصر آهي.) پاڻ ٻڍاپي، بيماريءَ، موت ۽ شوڪ ۾ بدل هوندي، ٻڍاپي، بيماريءَ، موت ۽ شوڪ جي چڪر ۾ قائل وستن جي پٺيان پوندو هوس. تڏهن من ۾ آيم ته آءٌ پاڻ جنم، جرا، مرڻ، بيماريءَ ۽ شوڪ ۾ بدل آهيان. پوءِ ٻه پٽر، دارا وغيره جي انهن ۾ بدل آهن، تن جي پٺيان پوان ٿو، سا ڳالهه نيڪ ته نه آهي. بلڪ لائين نيڪ آهي ته جنم، جرا وغيره ڪري هاڃي ڏسي ڪري اَجُوَن، اَجرا، اَمر ۽ اَشوڪ واري پرم سريشٽ نرواڻ پد جي کوج ڪريان."

هن ريت ٻوڌيستو جو ٻرورجيا ورتي تنهنجا رواجي طور تي سبب ڏنا ويا آهن:-

(۱) هڪ ٻئي سان لڙڻ لاءِ شستر کڻڻ ۾ کيس خطرو نظر آيو. (۲) گهر هڪ تڪليفن ۽ گندگيءَ جو هنڌ نظر آيس. (۳) کيس لڳو ته جنم، جرا، مرض، موت ۽ شوڪ ۾ جيڪي وستو قائل آهن تن ۾ موهه نه رکڻ گهرجي. انهن

راهل ماتا، ڇن ۽ ڪالاأدايه ساڳئي وقت جنم ورتو، نه
ڇنبو نه چارئي هڪ عمر جا هوا. راهل ماتا جو ديهانت
۷۸ سال ۾ يعني ٻڌ جي پرنرواڻ کان ٻه سال اڳ ٿيو هو.
اَپدان (۸۵۴) ۾ هوءَ چوي ٿي ته:-

अट्ठसत्ततिवस्साहं पच्छिमो वत्तत्तिभवो ।
पहाय वो गमिस्सामि कतम्मे सरणमत्तनो ॥

اَرٿات: آءٌ اُچ اُنهتر ورهين جي ٿي آهيان. هي منهنجو
پويون جنم آهي. توهانکي ڇڏي ڪري آءٌ هلي وڃان
ٿي. مون پنهنجي مڪتي پراپت ڪئي آهي."

هن آخرين جنم ۾ پنهنجي شاڪيه ڪُل ۾ جنم وٺڻ
جي ڳالهه ٻه ڪئي اَٿس. پر انهيءَ ڪُل جي ڄاڻ ڪٿي
ٻه نٿي ملي. اَپدانڪار جو شايد اِئين چوڻ آهي ته هوءَ
يڪشٽي ٿي رهي ۽ ۷۸ سال ۾ ٻڌ وٽ وڃي ڪري
هن مٿيان لفظ چيا. پر يڪشٽي ٿيڻ ڪانهوءَ هن ڪوبه
اَپديش ڏنو هجي يا ڪنهن ٻه نموني ٻوڌ-سنگهه سان
سندس ڪو ناتو رهيو هجي سو ڪٿي ٻه چيل ڪونهي.
"اَپدان گرنٿ" ۾ سندس نالو يشوڌرا ۽ "لَلِيت وستر"
۾ گوپا ڏنل آهي. انهيءَ ڪري سمجهه ۾ نٿو اچي نه
ٻنهي مان سندس اصلي نالو ڪهڙو هو يا ٻئي نالا
سندس هوا.

## گهر تياڳڻ جو پرسنگ

ٻوڌيستو جڏهن گهر ڇڏيو تڏهن راحت جو هو محل
۾ وينو هو. سندس ڪٽنب جي اِسترين راڳ ۽ ساز سان

ڪيس **راهل** نالي پٽر ڄائو هو. ڄاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ چيل آهي تہ پٽر جنم هئڻ جي ساڳئي ڏينهن ٻوڌيسٽو پنهنجو گهر ڇڏيو. پر ٻين اُنڪتائن جي اها راءِ نظر اچي ٿي تہ راهُل ڪمار جي جنم کانپوءِ ستين ڏهاڙي هن گهر ڇڏيو. پر ٻنهي ڳالهين جو پراچين چيل وچنن ۾ آڌار نٿو ملي. ايتري خاطري آهي تہ گهر ڇڏڻ کان اڳ راهل نالي هڪ پٽر هوس. گولم ٻوڌيسٽو پوءِ ٻڌ ٿي ڪري ڪپلوستو موٽي آيو ۽ تنهن وقت هن راهُل کي ديڪشا ڏني. اها ڳالهہ ”مهاوڳ“ ۾ ۽ ٻين هنڌ ملي ٿي. اُنڪتائن ۾ اُنيڪ جڳهين تي چيو ويو آهي تہ اُن وقت راهل ستن سالن جو هو. راهل کي ڀڳوان شرامڻ بنايو يا نہ ۽ اُن وقت ڪيڏو هو، سو ڇهين اَڌياءَ ۾ ويچاريو ويندو.

## راهُل ماتا ديوي

راهل جي ماءُ کي ”مهاوڳ“ ۾ ۽ ڄاتڪ اُنڪتائن ۾ جتي ڪٿي ”راهل ماتا ديوي“ ڪري سڏيو ويو آهي. سندس يسوڌرا (يشوڌرا) نالو فقط اَپدان گرنٿ ۾ ملي ٿو. ”ڄاتڪ“ جي ندان ڪٿا ۾ چيو ويو آهي تہ ”جنهن گهڙيءَ لمبني بن ۾ ٻوڌيسٽو جو جنم ٿيو، اُنهيءَ گهڙيءَ راهل ماتا ديوي، ڇن منتري، ڪالو دايہ (ڪالا اُدايہ) منتري، ڪنٿڪ اَشو راڄا، ٻڌ گيا جو مهابوڌي وڻ ۽ ڌن سان ڀريل چار مَٽ بہ ساڳئي وقت اُتپن ٿيا. انهن ۾ بہ يعني بوڌي وڻ ۽ ڌن جا چار مَٽ بہ ساڳئي وقت اُتپن ٿيا، سا هڪ ڏند ڪٿا سمجهڻ گهرجي. پر ٻوڌيسٽو،

सो खो अहं भिक्खवे अपरेन समयेन दहरो व समानो सुसु कालकेसो भद्रेन यो बबनेन समन्तागतो पठमेन वयसा अकामकान मातापितुन्नं अस्सुमुखानं रुदन्तान केसमस्सुं आहारेत्वा कासावानि वत्थानि अच्छादेतवा अगारस्मा अनगारियं पब्बजं !

اَرٿات: ”هي ڀڪشوئو، اهڙو ويچار ڪندي ٿوري وقت کانپوءِ، جيتوڻيڪ تن ڏينهين مان جوان هوس، منهنجو هڪ وار به اَڇو نه ٿيو هو، مان قوهه جوانيءَ ۾ هوس ۽ منهنجا ماتا پتا موڪلي آگيا نه ڏيئي رهيا هوا، اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي سندن منهن آلو ٿي ويو هو، تڏهن به آءٌ انهن ڳالهين جي ڪا به پرواهه نه ڪري، مٿي جا وار لاراهي، ڪکن جا وستر ڀيڪي ڪري ٻاهر نڪتس. (يعني ته آءٌ وڃي سنياسي ٿيس.)“

اهڙوئي ورنن اهڙن ئي شبدن ۾ ”مهاسچڪ سٽ“ ۾ ماي ٿو. انهيءَ ڪري ائين چوڻ غلط ٿيندو ته ٻوڌيسٽو گهر جي ياتين وغيره کي خبر ڏيڻ بنا، چپ ساني، ڪنٿڪ تي سوار ٿي ڀڄي نڪتو. ٻوڌيسٽو جي سڳي ماتا مايا ديويءَ جو ديهانت گوتم جي جنم کان ستين ڏهاڙي ٿيو. ته به سندس پالن لالن مهاپرجاپتي گوتمي پنهنجي پيٽ جي پٽن وانگر ڪيو. سوئي ٻڌ ڀڳوان متئين واڪيه ۾ کيس ماتا ڪري سڏيو آهي. انهيءَ واڪيه مان اها ڳالهه چٽي ثابت ٿئي ٿي ته ٻوڌيسٽو پرورجڪ ٿيڻ وارو آهي. سا ڳالهه شڌوڌن ۽ گوتمي ماتا کي ڪيترن ڏينهن کان معلوم هئي ۽ سندن اڇا جي خلاف يا سندن اکين اڳيان هن وڃي سنياس گرهن ڪيو هو.

سندس دل بھلائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي؛ پر ٻوڌيستو جو من انھن ۾ نہ لڳو. نيٺ ھو تڪجي سمھي پيو. تنھن ۾ ڪا وقفي رھي ھئي، تہ ڪنھن جي وات مان ڳگ وھي رھي ھئي. سو نظارو ڏسي ڪري ٻوڌيستو جي من ۾ نفرت پيدا ٿي ۽ ھيٺ وڃي ڪري ڇن سارٿيءَ کي جاڳايائين. ڇن اُتي ڪنٿڪ نالي گھوڙي کي سجائي وٺي آيو. ٻوڌيستو مٿس سوار ٿيو ۽ ڇن گھوڙي کي پڇ کان جھليو. ديوتائن تنھن مھل نگر جا دروازا کٽي کوليا. تن مان لنگھي ٻئي ڄڻا انومو نديءَ جي ڪناري وڃي پھتا. اُتي ٻوڌيستو پنھنجا ڏگھا وار پنھنجي تلوار سان ڪپي وڌا ۽ سڀ زيور وغيره ڇن کي ڏيئي ڪري راجگرھ ڏي روانو ٿيو. ٻوڌيستو جي ويوڳ ڪري ڪنٿڪ گھوڙي نديءَ جي ڪناري تي پراڻ ڏنا ۽ ڇن سارٿي ڳھٽا کٽي ڪري اڪيلو ڪپلوستو ڏي موٽي آيو.

اھو آھي "نِدان ڪٿا" جي ڪھاڻيءَ جو تاتپرج. "ندان ڪٿا"، "للت وستر" ۽ "ٻڌچرت" ڪوتا، ٽنھي ۾ ھن پرسنگ جو ڏاڍو سنو ورنن ڪيل آھي ۽ ٻڌن جي چترڪلا تي بہ ڏاڍو سھڻو اثر پيو آھي. پر اِئين ڀانئجي ٿو انھن ۾ بلڪل سچ ڪونھي يا آھي تہ ٿر جيترو. سبب جو بلڪل پراچين سُتن ۾ ھن نامڪن ڏند ڪٿا لاءِ ڪو بہ آذار نٿو ملي.

"آريپريسن ست" ۾ ٻڌ ڀڳوان پاڻ گھر تياڳڻ جي واقع بابت ھن ريت ورنن ڪيو آھي:

سان، سريشت، اُتم، شانت تتو جي کوڄنا کندي، آءَ آلار ڪالام وٽ هليو ويس."

هن واکيه مان پتو پوي ٿو ته بوڌيستو پهرئين راجگرهه نه، پر آلار ڪالام وٽ ويو. آلار ڪالام کوشل ديس جو رهندڙ هو. "آنگوترنکايه آکنپاٽ" (سٽ نمبر ٦٥) ۾ ڪالام نالي کترين جي هڪ کيسپُت شهر ڏي اشارو آهي. تنهن مان سمجهجي ٿو ته آلار ڪالام انهن کترين منجهان هو. شاکيه ۽ کوليه راڄن ۾ سندس ڏايو ناماچار هو. اسين مٿي ڄاڻائي آيا آهيون ته آلار ڪالام جي هڪ شش ڀڳو ڪالام جو آشرم ڪپلو ستوءَ ۾ هئو. سندس ٻيا شش يا ته شايد اُدڪ رامپت جا شش، کوليه ديس ۾ رهندا هوا. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته انهن پنٿن جو شاکيه ۽ کوليه ٻنهي ديسن ۾ مان هو. بوڌيستو به پرٿم ڏيان ۽ مارگ انهن سنياسن کان ورتو هوندو ۽ انهن ئي کيس سنياس جي ديکشا ڏني هوندي.

پر شاکيه يا کوليه ديس جي ڪنهن آشرم ۾ رهڻ سو بوڌيستو کي نيڪ نه لڳو هوندو. ٻلي جو مارگ لهڻ ۽ سريشت، اُتم، شانتي تتو جو بوڌ ڪرڻ لاءِ هن خود آلار ڪالام سان وڃي ملاقات ڪئي. تنهن وقت آلار ڪالام کوشل ديس جي اندر ڪنهن هنڌ رهندو هوندو. هن بوڌيستو کي چار ڌيان ۽ انهن جون ٽي منزلون سيکاريون. پر سکٺي سماڌيءَ جي انهن ستن منزلن مان کيس سنتوش نه ٿيو. اهو بيشڪ هن کي سنجم ۾ رکڻ جو مارگ هو،

آڌ ياءُ (٥)

# ٻپسبا ۽ ٻڌو ٻوڌ (ٻڌپڙو)

## آلار ڪالام سان ملاقات

گهر ڇڏي ٻوڌيستو سڌو راجگرهه ڏي ويو. اُتي ٻمبسار راجا سان سندس ملاقات ٿي ۽ پوءِ آلار ڪالام وٽ وڃي ڪري ڪانئس تتو گيان سکيو. ائين "جاتڪ" جي ٻدان ڪٿا ۾ ورڻن ڪيل آهي. اشوگهوش جي "ٻڌ چرت" ڪوٿا ۾ ٻدان ڪٿا وارو ورڻن سٽيڪار ڪيل آهي. "للت وستر" ۾ اهو سڀ وستار سان ورڻن ڪيل آهي ته "ٻوڌيستو ٻهرئين وئشالي ويو ۽ اُتي آلار ڪالام جو شش ٿيو. پوءِ هو راجگرهه ڏي ويو." پر اهي ٻئي ورڻن ٻراچين سٽن سان نهڪن نٿا. "آريہ پر ييسن سٽ مان مٿي ڏنل واڪيہ ۾ چيو ويو آهي ته ٻوڌيستو گهر ۾ ئي ماءُ جي اکين اڳيان سنياس ورتو. انهيءَ ڪانپوءِ هڪدم هي واڪيہ ملي ٿو:

सो एवं पब्बजितो समानों किंकुसलगवेसी अनुतरं सन्तिवरपद परयेसमानों येन आलारो कालामो तेनुपसंकमिं ।

اَرٿ: پڳوان چوي ٿو ته "هن ريت سنياس وٺڻ ڪانپوءِ ڪهڙو لاڀڪاري مارگ ٿيندو سو ڳولڻ جي مراد

ڪيا ۽ مڪ جا ٻرا ٻول تياڳ ڪيا ۽ پنهنجي آجيوڪا شڌ مارگ تي هلائي.

(۴) ٻڌ مگڌ جي گِروِرَج (راجگرهه) ۾ آيو. سڀني سرير تي اتم لڪشڻ ۽ نشانين واري هن ٻڌ ڀکيا وٺڻ لاءِ راجگرهه ۾ پير پاتو.

(۵) پنهنجي محل جي مٿان راجا بمبسار کيس ڏٺو. سندس لڪشڻ ڏسي ڪري بمبسار چيو-

(٦) اڙي، منهنجي ڳالهه ٻڌو. هي ته ڪو سندر، هوشيار، شڌ ۽ چرتروان پرش آهي. پيرن ۽ هٿن جي وچ ۾ اکيون ڪري هلي ٿو. (युगमत्तं च पेक्खति)

(٧) پيرن ڏي اکيون رکي هلندڙ هي سڄاڳ ڀڪشو ڪنهن نيچ ڪل جو نٿو لڳي. پر هي ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي سو راجدُوت (قاصد) وڃي ڏسي پڇي اچن.

(٨) سو ڀڪشو [بوڌيستو] ڪيڏانهن ٿو وڃي ۽ ڪٿي ٿو رهي سا خبر لهڻ لاءِ [اهي بمبسار راجا جا موڪليل] دُوت سندس پٺ وٺي هليا.

(٩) اِندرين جو سنجم ڪندي، گهر گهر ڀکيا وٺندي، وويڪ واري ۽ سڄاڳ بوڌيستو ٿوري ئي وقت ۾ گهرج سارو ڀکيا حاصل ڪئي.

(١٠) ڀکيا جو چڪر پورو ڪري هي مني نگر کان ٻاهر اُجهي لاءِ پانڊو پهاڙ ڏي ويو.

(١١) هن کي اُتي نواس ڪندو ڏسي اهي دُوت وٽس وڃي ويٺا ۽ منجهائن هڪ وڃي ڪري راجا کي

پر منش جاتيءَ کي تنهن مان ڪهڙو لاڀ؟ انهيءَ ڪري
ٻوڌيستو لايڪاري مارگ جي کوج ۾ اڳتي وڌيو.

## اُدڪ راموُتَ سان ملاقات

آلار ڪالام ۽ اُدڪ راموت ٻئي چٽا هڪ ئي سماڌيءَ
جو مارگ سيکاريندا هوا. منجهن فرق فقط ايترو ئي هو
جو آلار ڪالام سماڌيءَ جون ست منزلون ۽ اُدڪ راموت
اٺ منزلون ٻڌائيندو هو. ممڪن آهي ته ٻنهي جو ساڳيو
گرُو هو ۽ پوءِ هنن وچي ۾ پنٿ ٺاهيا. آلار ڪالام کي
ڇڏي ٻوڌيستو اُدڪ وٽ ويو. پر سندس مارگ ۾ به
کيس ڪو خاص سچ نظر نه آيو. سو راجگرهه وڃي ڪري
اُتي جي پرسڌ شرمڻ پنٿن جو تتو گيان حاصل ڪرڻ
جو ارادو ڪيائين.

## بمبسار راجا سان ملاقات

راجگرهه ۾ ٻوڌيستو جي اچڻ جو ورنن هڪ اڻ چاتل
ڪويءَ 'ست نپاٽ' جي پبجا ست ۾ ڪيو آهي. انهيءَ
جو ترجمو هي آهي.

(۱) (ٻوڌيستو) پروَرجيا (سنياس) جو ورتي ۽
ڪهڙي ويچار ڪري هن کي اها پياري لڳي سو
ٻڌائي ڪري سندس سنياس جو آءٌ ورنن ڪريان ٿو.

(۲) گرهست آشرم بندن ۾ ٻڌل آهي ۽ گندگيءَ جي
جڳهه آهي ۽ پروَرجيا کلي هوا وانگر آهي. ائين ڄاڻي
ڪري هن سنياس ورتو.

(۳) سنياس وٺي ڪري هن سرير جا پاپ ڪرم تياڳي

جاتي شاڪيه سڏجي ٿي. انهيءَ ڪل مان، هي راجا، آءٌ پرِوراجڪ (سنياسي) ٿيو آهيان، سو ڪامنائون ماڻڻ ڪري نه ٿيو آهيان.

(٢٠) ڪامنائن جي ڀوڳ ۾ مونکي دوش ڏسڻ ۾ آيو ۽ ايڪانت واس مونکي سک داڻڪ نظر آيو. هاڻي آءٌ تپشيا لاءِ وڃان ٿو. انهي مارگ ۾ منهنجو من رتل آهي.

هن سٽ جي ٽنهين گاٿا (گيت) ۾ لکيل آهي ته بوڌيستو پنهنجي ڪايا، واچا ۽ گذران جو سڌارو ڪيو، سو ڪم گهر مان نڪرندي ئي، وات ويندي، هو نه ڪري سگهيو هوندو. آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت وٽ رهي ڪري، سندن آچار ويچار جو نيڪ طرح پالن ڪري، بوڌيستو اهو ڪم ڪيو هوندو. پر جيڪي حاصل ٿيس تنهن تي سنتوش نه ٿيس ۽ پرسڌ شرمڻ نيتائن جو تتوگيان حاصل ڪرڻ لاءِ هو راجگرهه ويو. انهن سڀني سمپردائن (پنٿن) ۾ ٿوري ڪي گهڻي تپسيا ڏسي ڪري کيس ائين لڳو ته مونکي به اهڙي ئي تپسيا ڪرڻ گهرجي. انهيڪري سٽ جي آخرين گاٿا ۾ چوي ٿو ته، ”هاڻي آءٌ تپسيا لاءِ وڃان ٿو.“ سو چوڻ جي ضرورت ئي ڪانهي ته سک ڀوڳ ماڻڻ ڪان سندس من ڦهرئين مري ويو هو. انهيڪري مگڌ جي راجا کيس عهدو ٿي ڏنو سو کيس پسند نه آيو.

## اُرُوويلا ۾ وڃڻ (उरुवेला)

راجگرهه کان بوڌيستو اُرُوويلا ويو ۽ تپسيا ڪرڻ

خبر ڏني تہ:-

(۱۲) ”هي مهاراج، اِهو يڪشو پانڊو پربت جي پورب پاسي، چيتي وانگر، شير وانگر، سانَ وانگر آسن تي وينو آهي.“

(۱۳) دُوت جا اهي وچن ٻڌي ڌي ٿي اهو کتري [راجا] هڪ عمدي واهن ۾ ويهي ڪري جلد ٿي پانڊو پهاڙ ڏي روانو ٿيو.

(۱۴) جيسين واهن هلي سگهيو تيسين وڃي ڪري هي کتري واهن مان لهي، ڪري پيرين پنڌ [بوڌيستو وٽ] وڃي سندس پاسي کان وينو.

(۱۵) وٽس ويهي ڪري راجا کانئس چڱيلائي وغيره بابت پڇا ڪئي. سو پڇي ڪري کيس هن ريت چيائين.

(۱٦) تون جوان ۽ تازو توانو آهين. منش جي پهرين منزل تي آهين. تنهنجي سوڀيا، ڪلين کتريءَ جهڙي، بي حد موهيندڙ آهي.

(۱۷) ”تون تہ هاٿين جي ٽولي ساط وٺي ڪري منهنجي سينا جو شان وڌاء. اچ تہ توکي آءٌ ڌن ڏيان، سو تون ماڻ. هاڻي مونکي ٻڌاء تہ تنهنجي جاتي ڪهڙي آهي؟“

(۱۸) ”هي راجا، هتان سڌو وينديءَ، هماليہ پربت جي ترائي ۾ ڌن ۽ ويرتا سان ڀرپور هڪ ديس آهي، جو هاڻي ڪوشل راڄ ۾ مليل ويو آهي.

(۱۹) انهن (مهاجنن) جو گوتر آديہ آهي ۽ سندن

سچڪ ـ ”ھي گؤتم، انھيءَ ڪانيءَ مان آگ جون
چڻگون نڪرن سو محال آھي، ڇو جو اھا ڪاني آلي
آھي. انھيءَ شخص جو ٻو رھيو برباد ٿيندو ۽ رڳو پنھنجو
ٻگھر ڪيندو.“

ڀڳوان ـ ”اھڙيءَ طرح، ھي اگويسن، جو شرامڻ ۽
براھمڻ، سريرَ يا من ۾ ڪام ڀوڳه کان نرليپ نہ ٿيو آھي
۽ جنھن جون ڪامنائون شانت نہ ٿيون آھن سو ڀلي ڪٺي
ڪيترا بہ ڪشٽ سھي تڏھن بہ ھن کي گيان جي درشٽي
۽ اتم پرڪار جو ٻوڌ پراپت نہ ٿيندو. ھي اگويسن، مونکي
ھڪ ٻي بہ مشابھت سجھي ٿي، تہ آلي ڪاني پاڻيءَ
کان پري پيٺي آھي ۽ ڪو شخص ڪانيءَ جو ٻيو ٽڪر
گھي ڪري ان مان آگ پيدا ڪرڻ چاھي، تہ ڀائين تو
انھن مان آگ نڪرندي؟“

سچڪ ـ ”ھي گؤتم نہ نڪرندي، سندس ٻو رھيو
اجايو ٿيندو. رڳو تڪليف نصيب ٿينديس، ڇو جو ڪاني
آلي آھي.“

ڀڳوان ـ انھيءَ پرڪار، ھي اگويسن، جو شرمڻ ۽
براھمڻ ڪام ڀوڳه ڇڏي ڪري، سريرَ ۽ من سان نرليپ
رھي ٿو، پر جنھن جي من جون ڪامنائون شانت نہ
ٿيون آھن، سو چاھي ڪيترا بہ ڪشٽ سھي تہ بہ ھن
کي گيان جي درشٽي ۽ اتم پرڪار جو ٻوڌ پراپت نہ ٿيندو.
ھي اگويسن مونکي ھڪ ٽئين اپما (مشابھت) بہ سجھي
ٿي. ڪا سڪل ڪاني پاڻيءَ کان پري پيٺي آھي ۽ ڪو

لاءِ اهو استان پسند ڪيائين. انهيءَ جو ورنن آريپريسن ست (अरियमरियेसन सुत्र) ۾ ملي ٿو.

ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو، جڳهه ۾ منگلڪاري ڇا آهي، سا ڄاڻڻ لاءِ هڪ نهايت عمدو، شانتيءَ وارو، سنو استان ڳوليندي ڳوليندي جاترا ڪندي آرووبلا ۾ سينانيگم (सेनानीगम) اچي پهتس. اُتي هڪ سندر استان ڏٺم. منجهس سهڻو ٻن هو ۽ ندي به ڏيمي وهي ٿي. نديءَ جي ٻنهي پاسي اچي رهڻيءَ جو ميدان هو. ميدان جي ليٽ به سرل ۽ بلڪل وڻندڙ هئي. ٻن جي چارو طرف ٻکيا وٺڻ لاءِ ڳوٺڙا هوا. اها سندر ڀومي، هڪ ڪُلين منش جي تپسيا لاءِ، مونکي نيڪ لڳي. سو مون هت رهي تپسيا ڪئي.“

ڪيترن هنڌ لکيل آهي ته راجگرهه جي چارون طرف پهاڙن ۾ نرگرنٿ (جين) ۽ ٻيا شرمڻ تپسيائون ڪندا هوا. پر ٻوڌيستو کي تپسيا لاءِ هي سڀ پهاڙ پسند نه آيا. آرووبلا جا سندر پٽ وڻيا. تنهن مان ڏسجي ٿو ته قدرت جي سونهن ڪيس ڪيتري نه پياري هئي.

## ٽي مشابهتون

تپسيا ڪرڻ کان اڳ ٻوڌيستو کي ٽي مشابهتون سجهي آيون. انهن جو بيان ”مهاسچڪ ست“ ۾ ڪيل آهي. ٻڌ چوي ٿو ته، ”هي اگويسن، آلي ڪاٺيءَ جو ٽڪر پاڻيءَ ۾ پيو هجي ۽ ڪو شخص اها ٻاهر ڪڍي ٻي ڪاٺيءَ سان گهي ته تون سمجهين ٿو ته انهيءَ مان آگ جا اُلا نڪرندا؟“

## هٺ يوگ (हठ योग)

جيتوڻيڪ بوڌيستو کي اهي مشابهتون تنهن وقت سمجهي آيون، تڏهن ٻه انهيءَ سمي جي ريت موجب سخت تپسيائون ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. شروع ۾ هن هٺ يوگ تي زور ڏنو. ٻڌ ڀڳوان سچڪ کي چوي ٿو ته، ”هي اگويسن، جڏهن ڏند ڏندن تي جمائي ۽ جڀ تارونءَ ۾ لڳائي، پنهنجي چت کي قابو رکندو هوس، تڏهن منهنجي ڪڇن مان پگهر جون لاٽون وهنديون هيون. جنهن نموني ڪو ٻلوان پرش هڪ نربل منش جي مستڪ يا ڪنڌ کي جهلي ڪري دٻائي ٿو، تنهن نموني آءٌ پنهنجو چت دٻائيندو هوس. هي اگويسن ساهه کڻڻ (پراڻ) ۽ ساهه ڪيڻ (اپان) کي روڪي آءٌ ڌيان ڪرڻ لڳس. تڏهن پنهنجي ڪنن مان ساهه نڪرڻ جا آواز ٻڌڻ لڳس. جيئن لوهر جي ڌمڻي ڌوُن ڌوُن ڪندي آهي، تيئن منهنجي ڪنن مان ڌوُن ڌوُن جا آواز نڪرڻ لڳا. پوءِ ٻه هي اگويسن، پراڻ اپان ۽ ڪن دٻائي ڪري، آءٌ ڌيان ڪرڻ لڳس. تڏهن مونکي ائين لڳو يانءِ ڪو تيز تلوار سان منهنجو مستڪ ڪپي ڪوري رهيو آهي. تڏهن ٻه ڌيان کي ٻه قدم اڳتي وڌايم ۽ لڳم ته جڻ مستڪ کي ڪو چمڙي جي پٽي سان ڪشي ٻڌي رهيو آهي. پوءِ ٻه ڌيان کي اڳيرو ڪيم، جنهن ڪري پيٽ ۾ پيچ ۽ سور پوڻ لڳا. يانيم ته جنهن طرح ڪاسائي هڪ ڪاتيءَ سان گانءِ جو پيٽ ڪپيندو ۽ ڪوريندو آهي، انهيءَ طرح

شخص ٻي ڪاٺي گهي ڪري آگ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ته هو آگ پيدا ڪري سگهندو يا نه؟"

سچڪ - "هائو، هي گوتم، سو آگ پيدا ڪري سگهندو، ڇو جو اها ڪاٺي ٻنهي سڪل آهي ۽ پاڻيءَ ۾ پيل نه آهي."

ڀڳوان - "انهيءَ طرح، هي اگويسن، جو براهمڻ ۽ شرمڻ ڪايا ۽ چت سان ڪام ڀوڳ کان پري رهي ٿو ۽ جنهن جي من جا ڪام وڪار ٻنهي ناس ٿي چڪا آهن، سو پنهنجي سرير کي ڪشٽ ڏي يا نه ڏي، ته اُن لاءِ گيان جي درشٽي ۽ اتم ٻوڌ جي پراپتي ٿيڻ ممڪن آهي."

اهي ٽي اُپمائون (مشابهتون) ٻوڌيستو کي تپسيائون آرنڀ ڪرڻ وقت سجهي آيون. جيڪي شرمڻ ۽ براهمڻ يگيه وغيره ۾ سنتوش پائيندا، سي اهڙن موقعن تي تپسيائون ڪري سرير کي ڪاشٽائون ڏين، تڏهن به کين تتو - ٻوڌ نصيب نٿو ٿئي. ٻيا شرامڻ براهمڻ يگيه وغيره جو مارگ ڇڏي ڪري جهنگلن ۾ وڃي وينا، پر جيڪڏهن سندن انتهڪرڻ مان ڪام وڪار ناس نه ٿيا آهن، ته به سندن تپسيائن جو ڪو قل نه نڪرڻ وارو آهي. آلي ڪاٺيءَ تي ٻي ڪاٺي گهي ڪري آگ پيدا ڪرڻ وانگر، سندن سڀ جتن اجايا ٿيندا. پر جو شخص ڪام ڀوگ کان دور رهي ڪري، من جي ڪام وڪارن کي پوريءَ طرح چت ڪري ٿو ته هو ديهه کي تڪليف ڏيڻ بنا تتو ٻوڌ پراپت ڪري سگهندو.

ٽڪلين جـي مالها وانگر منهنجي پٺيءَ جو ڪنڊو ڏسڻ ۾ ايندو هو. پيگل پانڊي جي ڇت جي ٻلين وانگر، منهنجي پاسريءَ جا ڪنڊا هيٺ مٿي ٿي ويا. اونهي کوهه اندر جيئن تارن جو پاڇو ڏسڻ ۾ اچي تيئن منهنجون اکيون کڏن اندر ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون. ڪچي ڪدوءَ کي ڪپي سج ۾ رکڻ سان جيئن هو سڪي وڃي ٿو، تيئن منهنجي مٿي جي چمڙي سڪي ويئي. مان پيٽ تي هٿ گهمائيندو هوس ته پٺيءَ جو ڪنڊو هٿ کي لڳندو هو ۽ پٺيءَ جي ڪنڊي تي هٿ گهمائيندو هوس ته پيٽ جي چمڙي هٿ ۾ ايندي هئي، پٺيءَ جي ڪنڊي جي اها دشا ٿي هئي. پائخاني يا پيشاب لاءِ ويندو هوس ته اتي ئي پئجي رهندو هوس. مٿي تي هٿ گهمائڻ سان مـٿـي جا ڪمزور وار پاڙمرادو پٽ ٿـي ڇڻي پوندا هوا.“

## دليل بازيءَ ۾ چتراڻي

ڪيترن هنڌ لکيل آهي ته ٻوڌيستو سچا سارا ست سال تپسيا ڪئي. انهن ستن سالن اندر خاص طور ديهه کي سختيون ڏنائين، پر سندس من ۾ ٻيا ويچار نه ايندا هوا، سو نه هو. مٿي ڏنـل ٽن اپمائن (مشابهتن) مان پڌرو آهي ته هو سمجهي ويو هو ته ڪامنائون پوريءَ طرح ناس ڪرڻ بنا نانا پرڪارن جون ديهه کي سختيون ڏيڻ مان ڪوبه ڪڙ تيل نـه نڪرڻ وارو آهي. پر ٻيا به ڪيترا سنا ويچار سندس من ۾ پيا ايندا هوا. سو ڪيترن

منهنجو پيٽ ٻه کو ڪبي ڪوري رهيو آهي. سو سڀ ٽيندي منهنجو اتساهه قائم رهيو، سمرتي قائم رهي، پر سرير ڪمزور ٿيندو ويو. پر پوءِ اهي ڪشٽ ۽ سور منهنجي چت کي چوري موڙي نه سگهيا."

ٽئين اَڌياءِ ۾، جي نانا پرڪارن جون تپسيائون شروع ڪندا هوا، سي اسين ڏيئي چڪا آهيون. تنهن هوندي به اسانکي قبول ڪرڻو ٿو پوي ته مٿي ڏيکاريل هٺ يوگ جو اڀياس ڪندڙ تپسوي هوندا هوا. جي نه هجن ها ته ٻوڌيسٽو ٻه اهڙين تپسيائن جو اڀياس شروع نه ڪري ها.

## گهٽ کاڌو (اُپوشڻ)

انهيءَ طرح هٺ يوگ جو اڀياس ڪندي جڏهن سمجهيائين ته هن ۾ ڪجھ سار نه آهي تڏهن هن ٿورو کائڻ شروع ڪيو. اَن-جل بنهه ڇڏي ڏيڻ سو ڪيس ٺيڪ نه لڳو، پر بلڪل اَلپ (ٿورڙو) ڀوڄن ڪرڻ لڳو. پيگوان سچ کي چوي ٿو ته، "هي اَگويسن، مان ٿورو ٿورو کائڻ لڳس. آءٌ مگن جو ڪاڙهو (سوُپ)، ڪلٿيءَ (هڪ قسم جو سادو اَن) جو ڪاڙهو، مٽرن جو ڪاڙهو، چڻن جو ڪاڙهو پيئي ڪري گذران ڪندو هوس. سو ٻه بلڪل ٿورڙو هئڻ ڪري منهنجو بدن نهايت پتلو ٿي ويو. آسيتڪ ولي يا ڪال وَلي (ٻوٽن) جي ڳنڍين ڳوڙهن وانگر منهنجي عضون جا سنڌ پيا ڏسڻ ۾ ايندا هوا. اُٺ جي پير وانگر منهنجي ڪمر ٿي ويئي. سٽ ڪتڻ جي

ٻڌندا ۽ ڪيس ڏنڻ پيڙو پوندو، انهي نموني مون سمجهي ورتو ته ڪام، دويش، وهنسا (ايذاءَ رسائڻ) وغيره من جا ٻڇڙا ويچار پيدا ٿيا آهن.

”تنهن وقت مان نهايت ساوڌاني ۽ آتساهه سان رهندو هوس. جڏهن نشڪام، متريا، اهنسا، انهن ٽن دليلن مان ڪو دليل منهنجي من ۾ اٿيو تيندو هو ته سوچيندو هوس ته اهو عمدو دليل من ۾ پيدا ٿيو آهي. اهو دليل ٺونڪي، يا ٻين کي يا سيني کي ڏک ڏيڻ وارو نه آهي، اهو ته گيان (प्रज्ञा) وڌائڻ وارو آهي ۽ نرواڻ تائين پهچائڻ وارو آهي. سڄي ساري رات يا ڏينهن انهي جو ويچار ڪجي ته به انهي مان ڪو ڀؤ نه آهي. پر وڏي وقت ويچار ڪرڻ سان منهنجي ديهه ٿڪجي پوندي، جنهن ڪري منهنجو چت ٿر نه پائي سگهندو ۽ جو چت استر نه آهي سو سماڌي ڪيئن پراپت ڪري سگهندو؟ انهي ڪري (ٿوري دير تائين) مان پنهنجو چت اندر ۾ ئي ٽائينڪو ڪندو هوس...... گرم موسم جي پوين ڏينهن ۾، جڏهن ماڻهو پنهنجا فصل لاهي پنهنجي گهر کڻي ويندا آهن، تڏهن ڪو چرواهو (ڌنار) ڍورن کي کولي ڇڏيندي به، وڻ هيٺان يا ميدان ۾ هوندي، ڍورن کي پنهنجي نظر مان نٿو ڪڍي؛ انهيطرح نشڪام وغيره عمدن ويچارن ۽ دليلن جي اٿڻ تيڻ تي مان اينترو ياد رکندو هوس ته اهو عمدو ڌرم آهي (يعني ته دليلن کي روڪڻ جي نه ڪندو هوس).

شڪتيءَ ۾ آيل آهي. انهن ويچارن مان ڪجهه اسين هت مختصر طور ڏيون ٿا.

”مجهم نڪاءِ“ جي دويڌاوتڪ سُت द्वेधावितक्क सुत्त ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته ”هي ڀڪشوئو، ٻڌپڻو پراپت ڪرڻ کان اڳ، جڏهن آءٌ ٻوڌيستو هوس تڏهن منهنجي مَن ۾ اهو ويچار آيو ته وترڪن (دليلن) جا ٻه حصا ڪيا وڃن. انهي موجب ڪام جا دليل (ڪام وترڪ)، دئيش ڀاو جا دليل (وياپاد وترڪ)، پاڻ يا ٻين کي ايذاءُ پهچائڻ جا دليل (وهنسا وترڪ)، انهن ٽن دليلن جو مون هڪ ڌار حصو ڪيو. ايڪانتواس جا دليل، متر تا جا دليل ايذاءُ نه ڏيڻ جا دليل- انهن ٽن دليلن جو ٻيو حصو بنايم. انهي ڪانپوءِ نهايت ساوڌاني ۽ هوشياريءَ سان رهندي به پهرين ٽن دليلن مان ڪو دليل مَن ۾ اُٿڻ ٿيندو هو، تنهن وقت سوچيندو هوس ته ٻيڙو دليل منهنجي مَن ۾ پيدا ٿيو آهي، اهو منهنجي ڏک، يا ٻئي جي ڏک، يا اسان ٻنهي جي ڏک جو ڪارڻ ٿيندو، گيان جي آڏو ايندو، ۽ نرواڻ تائين نه پهچائيندو. اهو ويچار ڪندي اهڙو دليل منهنجي مَن مان هٽي ويندو هو.

”هي ڀڪشوئو، شرد موسم ۾ جڏهن جتي ڪٿي فصل پچي تيار ٿي ويندو آهي، تڏهن چرواهو ڏاڍي خبرداريءَ سان پنهنجن جانورن جي سنڀال ڪندو آهي ۽ لٺ سان ماري به انهن کي ٻنيءَ کان دور وٺي ويندو آهي. ڇو جو ڄاڻي ٿو ته ائين نه ڪندس ته ٻين ٻنيءَ ۾ گهڙي

مان انهن سڀڻن مان هڪ آهيان جن جا ڪرم ۽ آجيوڪا
شڌ هوا، تڏهن بہ واس ۾ مونکي بي حد بي ڊپائي
محسوس ٿي.

”هي براهمڻ، جو شرمڻ لوڀي، ٻيڙي چت جو،
آلسي، شڪ ۽ ڀرم سان ڀريل بہ ۾ رهي ٿو، سو انهن
دوشن ڪري ڇڻ ڀو ڀولي کي نيند ڏئي ٿو. پر منهنجو
چت ڪام وڪارن کان نرليپ هو، دويش ڀاو کان
مڪت هو (آرتاءت سڀني پراڻين لاءِ من ۾ متر ٿا هيم)،
منهنجو من اتساهہ سان ڀريل ٿائينڪو ۽ شڪن بنا هو.
جڏهن ڏٺم تہ اهڙن گڻن سان گڏوان جي سڀڻ بن ۾ رهن ٿا
تن مان آءٌ هڪ هوس، تہ بنواس ۾ مونکي بي حد بي ڊپائي
محسوس ٿي.

”هي براهمڻ، جي شرمڻ پنهنجي ساک ۽ ٻين جي
نندا ڪن ٿا، ڊرپوڪ ٿين ٿا، مان شان جي اڇا رکي
ڪري بن ۾ وسن ٿا... مطلب تہ مند ٻڌيءَ جا ٿين ٿا،
سي انهن دوشن ڪري ڀو ڀولي کي نيند ڏين ٿا پر مون
۾ اهي درگڻ نہ هوا، مان نہ پنهنجي ساک يا ٻئي جي
نندا چاهيندو هوس، مان ڪانئر نہ هوس، مونکي مان شان
جو چاهہ نہ هو... مان گيان وان هوس. جڏهن مون ڏٺو
تہ جي سڀڻ انهن گڻن سان ڀرپور ٿي ڪري بن ۾ واسو
ڪن ٿا تن مان آءٌ بہ هڪ آهيان، تہ بن ۾ مونکي بي حد
بي ڊپائي محسوس ٿي.

# بي ڊپائي

عمدن ويچارن جي سهائتا سان ٻيٽن ويچارن تي ضابطو رکجي تڏهن به ڏرمي پرش جي من ۾ جيئين تائين نرڀيتا (بي ڊپائي) اچن نه ٿي آهي تيسين گيان پراپت ٿيڻ ناشدن آهي. ڏاڙيل يا جوڌا پنهنجن دشمنن تي همت سان ڪاهي پوندا آهن، پر انهن ۾ بي ڊپائي توري هوندي آهي. هو شسترن (هٿيارن) سان ڪٽجي ڪيترو به جهنجهيل هجن، پر دل ۾ ڊپ ڪندا آهن. ڪين اونو رهندو آهي نه ڪير جاٽي ڪڏهن اسانجو دشمن اسان مٿان اچي ڪڙڪندو. انهيڪري سندن بي ڊپائي سورتهن آنا سچي نه هوندي آهي. پر ٻوڌ ڀستواها نرڀيتا ڪيئن پراپت ڪئي سو هيئنئين مثال مان پڌرو ٿيندو.

ٻڌ ڀڳوان جانو شروٽي (जानु श्रोणी) براهمڻ کي چوي ٿو ته، ”هي براهمڻ، جڏهن اڃا ٻڌپڻو پراپت نه ڪيوهوم ۽ آءٌ فقط ٻوڌ ڀستو هوس، تڏهن مونکي ائين لڳو ته شرمڻ يا براهمڻ شڌ ڪرم نه ڪري ٻن ۾ رهي ٿو سو انهي دوش ڪري جڻ ڀؤ کي نينڊ ڏئي ٿو. پر منهنجا ڪرم شڌ هوا ۽ جڏهن ڏنر ته شڌ ڪرم ڪندڙ سجڻ (آريه) جي ٻن ۾ رهن ٿا تن ۾ مان به هڪ هوس تڏهن ٻنواس ۾ مونکي بي انت نرڀيتا جو انڀؤ ٿيو. ٻيا ڪئين شرمڻ يا براهمڻ واچا جا اشڌ ڪرم ڪن ٿا، من جا اشڌ ڪرم ڪن ٿا، اشڌ آجيوڪا ڪري ٻن ۾ رهن ٿا. پر منهنجي من، واچا ۽ ڪايا جا ڪرم شڌ هو. جڏهن مون ڏٺو ته

اهو پڙهو من ۾ ايندو هو ته آءٌ نه اُٿي وهندو هوس، نه ڪڙو تيندو يا هلندو هوس. بستري تي ليٽي ئي ڪيس ناس ڪندو هوس.

## راج يوگ

اٿين نه آهي ته بوڌيستو پنهنجو سارو وقت فقط هٺ يوگ ۽ تپسيائن ۾ گذاريندو هو. اٿين ڪرڻ ته ڪنهن به تپسوي‌ءَ لاءِ ممڪن نه هو. وچ وچ ۾ هن کي سنو اَن به کائڻو پوندو هو. پر سرير ۾ جان ٿيي سگهه ايندي هيس ته وري ڪاڏو گهٽ ڪري ديهه کي سختيون ڏيندو هو. سچا سارا ست سال بوڌيستو خاص ڪري تپسيائن ۾ لڳو رهيو، پر تڏهن به شڪ نه آهي ته وچ وچ ۾ سنو پوڄن ڪائيندو هو ۽ شانت سماڌيءَ جو به اڀيؤ ڪندو هو. هٺ چڏي ڪري هو "آناپان سمرتي سماڌيءَ" (هڪ پرڪار جي سماڌي) جي ياونا ڪيڻ ڪندو هو، تنهن بابت پڳوان ٻڌ "آناپان سنيمت" جي ڀڙئين وَگ جي اٿين ست ۾ ٻڌائي ٿو.

پڳوان چوي ٿو ته، "هي ڀڪشوئو، آناپان سمرتي سماڌيءَ جي ياونا ڪرڻ سان ڏاڍو لاڀ ٿئي ٿو. ڪهڙي نموني اُن جي ياونا ڪرڻ سان وڏو لاڀ ٿئي ٿو؟ ڪو ڀڪشو بن ۾ وڻ هيٺان يا ٻئي ڪنهن ايڪانت استان تي آسن ٻڌي وهي ٿو. جڏهن هو ڊگهو ساهه کڻي ٿو تڏهن هو سمجهي ٿو ته آءٌ ڊگهو ساهه کڻي رهيو آهيان. جڏهن هو ڊگهو ساهه ڇڏي ٿو تڏهن هو سمجهي

”هي براهمڻ، چتردشي، پورنما، اَماواسيا ۽ اَشٽمي*
جون راتيون (ٻپ لاءِ) پرسڌ آهن. انهن راتين جو جن
بغيچن ۾، جهنگلن ۾، وڻن هيٺ ماڻهو ديوتائن لاءِ ٻليدان
چاڙهيندا آهن، يا جي استان بلڪل پوائتا سمجها ويندا
آهن، اُتي آءٌ وڃي اڪيلو رهندو هوس. سو انهيءَ ڪري
تہ آءٌ ڏسان تہ ڀؤ ڇا ٿيندو آهي. اهڙن استانن ۾ رهڻ
وقت ڪو هرڻ ڊوڙي هوڏانهن ويو، ڪو مور سڪل ڏانڊي
ڪيرائيندو هو، يا وڻ جا پن هوا ۾ جهلندا هوا، تہ آءٌ
پائيندو هوس تہ اهوئي ڀؤ پئُرو آهي. پاڻکي چئندو هوس
تہ ”ڀؤ ڇا آهي سو سمجهڻ جي اڇا سان مان هت آيو
آهيان. تنهنڪري هن ئي حالت ۾ اهو ناس ڪرڻ کپي.“
هلندي چلندي من ۾ ڀؤ ٿيندو هوم تہ هلندي وقت انهيءَ
کي ناس ڪندو هوس. جيسين تائين اهو ناس نہ ٿيندو
هو تيسين تائين نہ پاڻ جهليندو هوس، نہ وهندو ۽ نہ
بستري تي ليٽندو هوس. جي اهو ڀؤ پئُرو بيني بيني
من ۾ ايندو هوم، تہ بيني ئي سندس ناس ڪندو هوس.
جيسين تائين اهو ناس نہ ٿيندو هو تيسين تائين نہ پاڻ
جهليندو هوس، نہ وهندو ۽ نہ بستري تي ليٽندو هوس.
جي اهو ڀؤ ويني ويني من ۾ ايندو هو تہ آءٌ نہ سمهندو
هوس، نہ کڙو ٿيندو يا هلندو هوس. جي ليٽندي وقت

*چنڊ جي چوڏهين رات (۲) پورڻما - چنڊ جي پنڌرهين
رات (۳) اَماواسيا - اونده جي پوئين رات (۴) اشٽمي -
اونداهي اٺين رات

انهي سمرن موجب مون سمجهو ته اهو ئي گيان جو مارگ هوندو. پوءِ منهنجي من ۾ وري هي ويچار آيو ته جيڪي سک آرام ماڻڻ بنا ۽ سنن ويچارن سان پراپت ٿئي ٿو، تنهن سک کان آءٌ ڇو ڊڄان؟ پوءِ مون فيصلو ڪيو ته انهيءَ سک کان آءٌ نه ڊڄندس. پر سو سک پنهنجي ڏبري سرير سان نه ملڻ وارو هو. انهيءَ ڪري ٿورو ٿورو کاڌو کائڻ لڳس. تنهن وقت پنج ڀڪشو منهنجي شيوا ڪري رهيا هوا، ڇو جو هنن سمجهو ته جنهن ڌرم جو بوڌ مونکي پراپت ٿيندو سو سوجهرو ڪين ۾ ڏيندس. پر جڏهن آءٌ اَن کائڻ لڳس تڏهن هنن سمجهو ته، ”هي گوتم تپسيا کان پرشٽ ٿي ڪري کائڻ پيئڻ ڏي لڙيو آهي. سو پنج ئي ڀڪشو مونکان منهن موڙي مونکي ڇڏي هليا ويا.“

پر تڏهن ۾ بوڌيستو جو نشچو اٽل رهيو. سندس من ۾ پڪو وشواس هو ته تسيا جي وات ڇڏي ڪري سڌي سنواٽي ڊيان مارگ تي ئي تتو - بوڌ پراپت ڪرڻ گهرجي.

## مار سان جنگ

تنهن مهل بوڌيستو جي ’مار‘* سان جنگ ٿي، سو قصو ”ٻڌ چرت“ جي ڪوتائن ۾ ۽ ٻين گرنٿن ۾ اچي ٿو. سا جنگ ڪيئن پيدا ٿي سو ”ست نپات“ جي پدان ست

---

* ٻڌ ڌرم ۾ هرڪائيندڙ ۽ ڦسلائيندڙ ديوتا - ٻڌ ڌرم جو شيطان

ته ته آءٌ ٻڪهو ساهه ڇڏي رهيو آهيان، جڏهن هو ننڍو ساهه کڻي ٿو ...وغيره.* هن ريت آنا پان سمرتي سماڌيءَ جي ڀاونا رکڻ سان ڏاڍو لاڀ ٿئي ٿو. هي ڀڪشوئو، ٻڌ پڻو پراپت ڪرڻ کان اڳ، ٻوڌيستو جي اوستا ۾ رهندي وقت آءٌ به اها ڀاونا من ۾ رکندو هوس. انهيءَ ڪري منهنجي سرير ۽ اکين کي تڪليف نه ٿيندي هئي ۽ منهنجو چت پاپ جي وڪارن کان دور رهندو هو.“

تنهن مان پڌرو آهي ته ٻوڌيستو هميشه هٺ يوگ نه ڀيو ڪندو هو. وچ وچ ۾ هو شانت راج يوگ جو به اڀياس ڪندو هو ۽ انهيءَ مان کيس شانتي ملندي هئي.

## ڏيان مارگ جو سهارو

هن ريت آلپ ڀوڄن وٺندي، هٺ يوگ ۽ راج يوگ جا آنيؤ وٺندي، آنت ۾ ٻوڌيستو جي من اوچتو اهو فيصلو ڪيو ته هي تپسيائون بلڪل بيڪار آهن. انهن بنا به مڪتي حاصل ٿي سگهي ٿي. سو تپسيائون ڇڏي ڪري هن ٻوريءَ طرح ڌيان مارگ جو سهارو وٺڻ ورتو. سو ڪيئن ٿيو تنهنجو ورتن ٿوري ۾ ”مهاسچڪ ست“ ۾ ڏنل آهي.

ڀڳوان سچڪ کي چوي ٿو ته، ”هي اگويسن، جڏهن منهنجي پتا جي ٻنيءَ ۾ ڪم ڀيو ٿيندو هو، تڏهن جمبو جهاڙ جي سيتل ڇانوَ هيٺان ويهي ڪري پرٿم (پهريون) ڌيان مون پراپت ڪري ورتو هو. سو مونکي ياد آيو ۽

*وڌيڪ ڄاڻ لاءِ ڏسو ’سماڌي مارگ‘ صفحو ۳۸-۴۸

(٩) هيءَ هوا نديءَ جي وهڪ کي ٻه سڪائي سگهي ٿي، پر جنهن پنهنجي مقصد تي چت چنبڙايو آهي تنهنجو رت نه سڪائي سگهندي.

(١٠) پر جي منهنجي ئي ڪشالن ڪري منهنجو رت سڪي ويو ته انهيءَ سوڌو منهنجا چت چور وڪار ٻه سڪي نوٽ ٿي ويندا. سچ پچ ته ماس ڳرندي ٻه منهنجو چت وڌيڪ پرسن ٿيندو وڃي ٿو ۽ منهنجي سمرتي، ٻڌي ۽ سماڌي روز بروز زور وٺندا وڃن ٿا.

(١١) هن پرڪار جي جيون ڪري اُتم سک جو لاڀ ٿئي ٿو ۽ منهنجو چت ڪام ڀوڳه ڏي نٿو وڃي. اها منهنجي آتم شڌي تون اکين ڏس.

(١٢) (هي مار) تنهنجي سينا جو ڪام ڀوڳه پهريون، چت جو پنتڪڻ ٻيو، بک ۽ پياس ٽيون ۽ ترشنا چوٿون سپاهي آهي.

(١٣) پنجون آلس، ڇهون ڀوءِ، ستون اجايو شڪ، آٺون ايمان.

(١٤) لاڀ، ستڪار، پوڄا ناٺون سپاهي ۽ سکڻو ڦاماچار ڏهون سپاهي. انهن ڪري انسان پنهنجي ساک ۽ ٻين جي نندا ڪري ٿو.

(١٥) هي ڪارا ڌئيت ماڻهن تي حملي ڪرڻ لاءِ هيءَ تنهنجي سينا سنيپريل آهي. ڪائر انسان انهن کي جيتي نٿو سگهي، پر جو انهن کي جيتي ٿو سو سک پائي ٿو.

(١٦) آءٌ پنهنجي مٿي تي منج جو گاهه ٻڌي ڪري

۾ ڏنل آهي. انهيءَ سٽ جو ترجمو هيٺ ڏنو وڃي ٿو.

(١) نئرنجن نديءَ جي ڪناري، تپسيا جو آرنڀ ڪري، نرواڻ پراپت ڪرڻ لاءِ وڏي اتساهه سان آءٌ ڌيان ڪري رهيو هوس ته-

(٢) ڏڪندي آواز سان مار مون وٽ آيو ۽ چيائين ته تون ڳري سڙي ويو آهين ۽ تنهنجي چهري جو رنگ لهي ويو آهي ۽ موت اچي در تي بيٺو آهي.

(٣) هزار ڀاڱين تون مري چڪو آهين ۽ باقي هڪ ڀاڱي جيئرو رهيو آهين. پر ڀلارا تون سدا جيئرو رهه. جيئڻ ڀلو آهي. جيئرو هوندين ته ڀلي جا ڪارج ڪري سگهندين.

(٤) برهمچريه جو پالن ڪندين، اگني هوتر جي پوڄا ڪندين ته ڏاڍو پنج ڪٺندين. مگر نرواڻ لاءِ هيڏا ڪشالا ڇا لاءِ ڪري رهيو آهين؟

(٥) نرواڻ جو مارگ نهايت ڪٺن آهي، اڻانگو آهي. سي واڪيه چئي ڪري مار ٻڌ جي ڀر ۾ وڃي بيٺو.

(٦) تڏهن ڀڳوان چيس ته، "غافلن جا يار، هي پاپي، (آءٌ سمجهانٿو) ته تون هت ڇو آيو آهين.

(٧) تو واري پنج جي مونکي ڪا به درڪار ڪانهي، جنهنکي هجي تنهن اڳيان وڃي اهي مرليون وڃاءِ.

(٨) مون ۾ شرڌا آهي، ويرج آهي، گيان آهي. هن ريت جڏهن آءٌ پنهنجي مقصد تي هڪ ٽڪو بيٺو آهيان تڏهن ڇو مونکي جيئڻ لاءِ ريهي ريبي رهيو آهين؟

ويندا جنهن شوڪ نتو ٿئي.

(٢٢) (مار چيو...) ست سال آءٌ ڀڳوان جي پٺيان ڦريس، پر سمرتي واري ٻڌ جي ذرهه جو پرزو به هٿ نه آيم.

(٢٣) هت ڪا ڪونڌري شيءِ ملندي يم، ڪا مني شيءِ ملنديم انهيءَ آس سان ڪانو ڪي چرٻي هڪ چرب رنگي پٿر هٿ آيو.

(٢٤) انهن شوڪ ڪندي مار جي ڪڪه مان سنڌس ٻين (ويڻا) ڪري پيئي ۽ پوءِ هو انترڌيان (غائب) ٿي ويو.

هن ست جو ترجمو "للت وستر" جي ارڙهين ادياءَ ۾ آيو آهي. تنهن مان سنڌس پراچينتا جي سڌ پوي ٿي. مٿي ڏنل "ڀيه ڀيرو ست" (भय भैरव सुत) جو ٽڪرو پڙهڻ سان هن سادي روپڪ (*Allegory*) جو ارٿ سولائي سان سمجهي ونجي ٿو. منش جاتيءَ جي ڪلياڻ لاءِ جڏهن ڪو اڳتي قدم کڻي ٿو ته مٿس سڀ ڪان اڳ مار سينا جو يعني ڪام ڀوڳ جو حملو ٿئي ٿو. انهي کي روڪي ڪري اڳتي وڌي ٿو ته اينري ۾ استنوش اٿڻ ٿئي ٿو. تنهن ڪانپوءِ بک، پياس، وغيره جي سينا سنڌس سامهون پوي ٿي. انهن سينني واسنائن ۽ وڪارن کي جيتڻ بنا ڪلياڻڪاري تتو جو ساڪياتڪار انيو ڪڏهن به نٿو پراپت ٿئي. سو ٻڌ مار کي جيتيو، يعني ته سينني من جي وڪارن تي جيت پراپت ڪيائين.

هيءَ پرتگيا ڪريان* تو ته جي منهنجي هار ٿي، ته منهنجو جيئڻ اجايو ٿيندو. جنگ ۾ هارائي پوءِ جيئڻ ٿنهن کان مرڻ مون لاءِ بهتر آهي.

(١٧) ڪيئين شرمڻ براهمڻ تنهنجي سينا ۾ شامل ٿيل آهن. تنهنڪري منجهن سوجهرو ڪونهي ۽ جنهن مارگ تي ساڌو پرش هلن ٿا سو مارگ ڪين ڏٺو سجهي.

(١٨) چارون طرف تنهنجي سينا نظر اچي ٿي ۽ پنهنجن سوارين ساڻ تون سنيريو بيٺو آهين. پر توسان جنگ جوٽڻ لاءِ آءٌ اڳتي قدم کڻان ٿو، ته متان مونکي پنهنجي آسن تان لوڏي نه وجهين.

(١٩) ديوتا ۽ منش تنهنجي سينا جي سامهون بيهي نٿا سگهن. پر تنهنجي انهيءَ سينا کي آءٌ پنهنجي گيان بڌيءَ سان ائين چور ڪندس، جئين پٿر مٽيءَ جي برتن کي چور چور ڪري.

(٢٠) سنڪلپ کي وس ڪري، سمرتيءَ کي سجاڳ ڪري، انيڪ سٽندڙن (شراوڪن)§ کي اُپديش ڪندو آءٌ ديس ديسانتر ويندس.

(٢١) اهي سٽندڙ (شراوڪ) منهنجي اپديش موجب ساوڌان رهي ڪري ۽ پنهنجي مقصد تي محڪم رهي ڪري، تنهنجي اڇا جي خلاف، اهڙي پد تي پهچي

*جنگ ۾ هارائي پٺتي نه هٽڻ لاءِ منڄ جو گاهه مٿي تي ٻڌي جوڌا پرتگيا ڪندا هوا.
§شروڻ ڪندڙ- ٻڌندڙ- پوئلڳ

۾ نہ آهي. ڇو ن تہ شَشانڪ (शशांक) راجا اهو ناس ڪري ڇڏيو. هن وقت سانچي هند هڪ ٻيو ٻپر جو وڻ لڳايل آهي ۽ پڙ ۾ ٻڌگيا جو پرسڌ مندر آهي. انهيءَ وڻ هيٺان جڏهن ٻوڌيستو ويٺو هو تہ وري هڪ ٻيو مار مٿس ڌارو ڪيو، جو پرسنگ للت وستر ۾ آيو آهي. ”سنيت نڪايہ“ جي سنگاتا وڳ ۾ انهن ورنن ڪيل آهي تہ ٻڌ کي ڦاسائڻ لاءِ مار پنهنجون ٽي نياڻيون - ترشنا، پتڪند رچت ۽ موهہ - وٽ ڏي موڪليون. جاتڪ جي ندان ڪٿا ۾ تہ وڏي وستار ۾ هن جو ورنن آيو آهي تہ انهيءَ موقع تي مار جي سينا چارون طرف ڪيئن ٻڌ تي وار ڪري ٿي، مار جي سينا ڏسي ڪري برهما ۽ ٻيا ديوتائون ڀڄي ويڻ ٿا ۽ اڪيلو هڪ ٻوڌيستو ويٺي رهي ٿو. پوءِ مار ٻڌ کي چوي ٿو تہ ”هي استان منهنجو آهي، تون هتان هليو وڃ.“ انهيءَ استان تي پنهنجو حق ثابت ڪرڻ لاءِ مار پنهنجي فوج جي گواهي ڏئي ٿو. سڀ ديوتائون ڀڄي ويا هوا، جنهنڪري ٻيو ڪوبہ ٻڌ جي پاران ڪوبہ گواهي ڏيڻ وارو ڪونہ رهيو هو. تڏهن ٻڌ پنهنجو ساڄو هٿ هيٺ ڪري چوي ٿو، ”هيءَ ڌرتي ڌرتي منهنجي ساکي آهي.“ پوءِ پرٿوي ماتا وراٽ (وڏو) سروپ ڌارڻ ڪري مار سينا کي ڀڄائي ڇڏي ٿي. اهڙيون پراڻيون ڪٿائون جاتڪ انڪتا ڪار ورنن ڪيون آهن.

چترڪارن ٻڌ ڌرم جي چتر ڪلا ۾ هي پرسنگ نهايت

## سُڄاتا جي ڏنل ڀڪيا

ٻوڌيسٽو کي سمبوڌ گيان (ٻڌ پڻو) ويساکيءَ جي پورڻما رات پراپت ٿيو. تنهن ڏينهن ڀڳهرن جو سُڄاتا نالي ڪُلين ڪماريءَ کيس هڪ عمدي ڀوڄن جي ڀڪيا ڏني. اهو قصو "ست پتڪ" ۾ ڪن هنڌ ڏنل آهي* اهو پرسنگ ڇڏي ٻئي ڪنهن هنڌ سڄاتا جو نالو نٿو ملي. تڏهن به ٻڌن جي ڪلا ۾ سڄاتا کي اتم استان ڏنو ويو آهي ۽ ٻڌ جي درشٽيءَ سان به اهو پرسنگ هميشه لاءِ ياد ڪرڻ جهڙو ٿي پيو. چُند لوهار جي ڀڪيا وٺي ڪري ٻڌ ڀڳوان بيمار ٿي پيو. هو سمجهي ويو ته هن بيماريءَ ڪري منهنجو پرنرواڻ§ ٿيڻ وارو آهي. متان سندس مرتيوءَ ڪانپوءِ لوڪ چند کي ڏوهه نه ڏين انهيڪري ڀڳوان آنند کي سڏي چيو ته "جنهن ڏينهن مونکي سمبوڌ گيان ٿيو تنهن ڏينهن جي ڀڪيا ۽ اڄوڪي ڀڪيا، مون لاءِ ٻئي سمان آهن. سو تون چند کي سمجهاءِ ۽ آٿت ڏي."

## ٻوڌي ورڪش هيٺ آسن

سڄاتا جي ڀڪيا وٺي ڪري ٻوڌيسٽو نيرنڄرا (नैरजरा) نديءَ جي ڪناري تي ويهي ڀوڄن ڪيو ۽ تنهن رات هڪ پپر جي وڻ هيٺان آسن لڳايائين. اهو پپر هن وقت هستيءَ

*ديهانت، جنهن ڪانپوءِ وري جنم نه وٺڻو آهي.

§ "انگوتر نڪايه" ايڪڪ نپات؛ ٻوڌ سنگهاچا پرچيه صفحو ٢٣٦

چڪيندو رهيو ۽ ”مهاوڳ“ ۾ لکيل آهي ته اوڏي مهل رات جي ٽئين پهر ۾ هيٺ لکيل ”پرتيتيه سمتپاد“ (प्रतीत्य समुत्पाद)، سلٽو ۽ پوءِ اُلٽو، سندس من ۾ تري آيو. پر ”سنيت نڪايه“ جي ٻن سٽن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ٻوڌيستو جي حالت ۾ ئي ”پرتيتيه سمتپاد“ جو سلسلو جاڳي ورتو هوائين.* جيڪي مهاوڳ ۾ لکيل آهي سو هنن سٽن سان ٺهڪي نٿو اچي. اِئين لڳي ٿو ته جڏهن مهاوڳ لکيو ويو هو تڏهن هن ”پرتيتيه سمتپادن“ جي سلسلي کي ڏاڍي اهميت ملي چڪي هئي. مهايان پنٿ جي ناگرجن جهڙي آچاريه ته هن ويچار کي پنهنجي تتو گيان جو بنياد ڪٺي ٻڌايو.§

## پرتيتيه سمتپاد (प्रतीत्य समुत्पाद)

اِهو پرتيتيه سمتپاد مختصر طور هن ريت آهي:

اوديا مان سنسڪار پيدا ٿين ٿا، سنسڪارن مان وگيان (سرت)، وگيان مان نام روپ، نام روپ مان ڇهن اِندرين جا ڇهه کيتر، ڇهن کيترن مان سپرش (ڇهڻ)، سپرش مان ويدنا (اِندرين دوارا گيان)، ويدنا مان ترشنا، ترشنا مان اُپادان (من جو ڇهڻ)، اُپادان مان ڀَو (ٿيڻ)، ڀَو مان جاتي (جنم)، جاتيءَ مان جرا، مرڻ، شوڪ، ورلاپ، دک، دل جي سستي، دل جو ٽٽڻ پيدا ٿين ٿا.

پورن وئراڳ سان اوديا ناس ڪري پوءِ سنسڪار

---

*ندان وڳ سنيت ست ۱۰ ۽ ٦۵ ڏسو

§ڏسو ماڌيه مڪڪارڪا جو مهاڳ

سندرتا سان چٽيو آهي. لوڀ، دئيش، موهہ، مد (گهمنڊ)، متسر (حسد) ۽ ٻين ٻچڙين من جي ورتين کي اهڙو چٽو روپ ڏنو اٿن، جو نهايت ساراهہ جوڳو آهي. ائين ئي ٻين سگهڙن ۽ ڀڳتن پڻ جَي پرسنگ کوتائن ۾ ورنن ڪيو ۽ پوءِ انهيءَ موجب چترڪارن روپ رنگ چٽڻ جي ڪوشش ڪئي، يا چترڪارن ڀڳتين جي پرسنگ روپ ريکا ۾ آندو ۽ پوءِ ڪوين انهي تان ئي پرسنگ جو ورنن ڪيو. ڪجھ به هجي پر اها ڳالھہ صحيح آهي تہ مٿي ٻڌايل مارجي سينا کي مورت جي صورت ڏيڻ لاءِ هيءَ هڪ ڪوشش هئي.

## تنو - ٻوڌ (ٻڌ پڻو)

انهي ويساکي پورنما جي رات جو ٻوڌ يستو کي تنو - ٻوڌ ٿيو ۽ تڏهن کان ونئي کيس ٻڌ (سڄاڳ) چوندا آهن. ارٿات تيستائين گوتم ٻوڌ يستو هو ۽ انهي ڏينهن کانپوءِ گوتم ٻڌ ٿيو. ٻڌ کي تنو - ٻوڌ ٿيو يعني چار آريہ ستيہ (اُتم سچ) ۽ تن اندر اٺن انگن جو مارگ، سجهي آيو. انهن جو اُپديش هن سڀني کان پهرئين پنهنجن پنجن پراڻن ساٿين کي ڏنو.*

## مڪتي سک جو سواد

تنو - ٻوڌ پراپت ڪرڻ کانپوءِ ٻڌ ڀڳوان انهيءَ ٻوڌي وڻ هيٺ ست ڏهاڙا ويهي ڪري مڪتي سک جو سواد

*هي پرسنگ پوءِ اچڻ وارو آهي، انهيڪري هت ورنن نٿو ڪيو وڃي.

۾ جو خاص طرح ڦهلجي ويو سو اهڙن ڳهرن تتو گيان
جي ويچارن ڪري نه پر چئن آريه سچن جو ويچار بلڪل
سليس آهي ۽ اهو ويچار سڀني قسمن جي ماڻهن کي
سولائي سان آڻيو. انهيءَ تي اڳتي ويچار ڪيو ويندو.

## برهمديو جي پرارٿنا

مٿي چئي آيا آهيون ته ٻڌپڻو (تتو-بوڌ) پراپت ڪرڻ
کان پوءِ به ٻڌ ڀڳوان هڪ هفتو بوڌي وڻ (پپر) جي
هيٺان گذاريو. تنهن کانپوءِ ٻيو هفتو اَجپال نيگروڌ
(अजपाल न्यग्रोध) وڻ جي هيٺان، ٽيون هفتو مچلند (मुचलिन्द)
وڻ جي هيٺان، چوٿون هفتو راجايتن (राजायतन) وڻ جي
هيٺان گذاري ٻڌ ڀڳوان وري اَجپال وڻ هيٺان اَچي
ويٺو. اُتي سندس من ۾ ويچار آيو ته ”هي ڌرم مون
ٻي اَنت سختيون سهي پراپت ڪيو آهي؛ تنهنڪري
لوڪن کي اُنهيءَ جو اُپديش ڏجي. هن کانپوءِ ديهه کي
وڌيڪ ڪشٽ ڏيڻ نيڪ نه آهي.“ برهمديو سندس اهو
ويچار سمجهي ورتو ۽ ڌرم اُپديش ڏيڻ لاءِ ڀڳوان کي
پرارٿنا ڪئي. اها ڪٿا وستار سان ”مهاوڳ“ ۾ ۽
”مجهم نڪايه“ جي اَريپريسن (अरियपरियेसन) ست ۾ آيل
آهي، پر اها گوتم ٻڌ بابت ٿي نٿي سگهي. ڪنهن پُراڻ
رچيندڙ وپسي (वपस्सी) ٻڌ بابت اها ڪٿا رچي ۽ ساڳي
ڪٿا گوتم ٻڌ جي جيونيءَ ۾ داخل ٿي ويئي. هن روپڪ
جو اَندريون اَرٿ ڪيڻ جي ڪوشش مون (*Allegory*)
پنهنجي پستڪ 'बुद्धधर्म आणि संघ' (صفحو ١٦-١٩) ۾ ڪئي

ناس کجن ٿا؛ سنسڪارن جي ناس ڪرڻ سان وگيان (يا سرت) ناس ٿئي ٿو؛ وگيان جي ناس ٿيڻ سان نام روپ ناس ٿئي ٿو؛ نام روپ جي ناس ٿيڻ سان ڇهن ڪينترن جو ناس، ڇهن ڪينترن جي ناس ٿيڻ سان سپرش جو ناس، سپرش جي ناس سان ويدنا يعني اندرين جي گيان جو ناس، ويدنا جي ناس ٿيڻ سان ترشنا جو ناس، ترشنا جي ناس ٿيڻ سان اُپادان (يعني راڳ) جو ناس، اُپادان يا راڳ جي ناس ٿيڻ سان ڀؤ جو ناس، ڀؤ جي ناس ٿيڻ سان جنم جو ناس، جنم جي ناس ٿيڻ سان جرا، مرڻ، شوڪ، ورلاپ، دک، دل جي سستي، دل جي ٽٽڻ جو ناس ٿئي ٿو.

دک جي پنهنجي هيٺ ڏنو ڏکهو ڪارڻ جو سلسلو جوڙڻ سان اِهو رواجي ماڻهن جي سمجهه کان گهڻو ٻاهر ٿي ويو. آهستي آهستي هن "پرتيتيه سمتپادن" جي ويچار کي هڪ گهري گيان جو روپ ملي ويو ۽ انهي تي واد-وواد ٿيڻ لڳا. ناگرجن آچاريه پنهنجو "مادهيه مڪڪارڪا" (माध्य मककारिका) گرنٿ هن پرتيتيه سمتپادن ويچار جي بنياد تي لکيو. ٻڌگهوش آچاريه به پنهنجي گرنٿ "وِشڌ مارگ" جو ڇهون ڀاڱو (اٽڪل سؤ سواسؤ صفحا) هن ويچار جي چنڊ ڇاڻ ۾ لڳايو آهي. سو سڀ پڙهي ڪري ودوان ٻانڪ به ڏاڍي مونجهاري ۾ پئجي وڃي ٿو. پوءِ ساڌارڻ جنتا جي ڳالهه ئي ڪهڙي؟ ٻڌ ڀڳوان جو ڌرم براهمڻ، کتري وغيره اونچ ورڻن

هن شخص جو ڪنهن به قسم جو آءُ آدر نه ڪنداسين.
پر جيئن ويجهو اچڻ لڳو تيئن سندن فيصلو ڪچو ٿيندو
ويو ۽ آخر ۾ هنن سندس ڪجهه مڙيوئي آدر ڪيو. مگر
سندس ڌرم جي نئين مارگ بابت ٻڌڻ لاءِ تيار نه هوا.
جڏهن ڀڳوان کين چيو ته ”مونکي هڪ نئون ڌرم- مارگ
سجهيو آهي“ ته چوڻ لڳا ته ”آيشمان (وڏي آيو هجيو)
گؤتم، اڳين تپسيائن ڪري به توهانکي سچي ڌرم مارگ
جو بوجهه نه پيو. هاڻي ته توهان تپسيا کان پرشٽ ٿي
ڪري کائڻ پيئڻ شروع ڪيو آهي. تنهن حالت ۾ سچي
ڌرم جو سوجهرو توهانکي ڪيئن حاصل ٿيو هوندو؟“

ڀڳوان چيو ته ”هي ڀڪشوئو، ڀلا اڳ به ڪڏهن مون
ڪا اجائي سجائي هام هنئي آهي؟ جي نه، ته منهنجي
ڳالهه ڌيان ڏيئي ٻڌو. امرت جو مارگ مونکي ملي ويو
آهي. اهو مارگ ونڻ سان توهانکي جلدئي مڪتي
پراپت ٿيندي؟“

هن ريت پنجن جي ٽولي کي سمجهائي جلدئي انهي
نئين ڌرم- مارگ بابت ٻڌڻ لاءِ کين تيار ڪيائين. انهي
اوسر تي جيڪو هن اپديش ڪيو تنهن اپديش کي ڌرم
چڪر پرورتن (धर्मचक्रप्रवर्तन) نالي سڏيو ويو آهي: اهو
ست ”سچ سنيت“ (सच्चसंयुत्त) جي ٻئي وڳ ۾ ۽ ونيهگرنٿ
جي ”مهاوڳ“ ۾ آيو آهي. ست جو سنسڪرت ۾ ”انواد
للت وستر“ جي چوٿين ادياءِ ۾ ڏنو ويو آهي. اسين
هت مول پالي ست جو ترجمو ڏيون ٿا.

آهي. انهيءَ ڪري هت ويچار نٿو ڪريان.

## پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي اُپديش ڏيڻ جو ويچار

ٻڌ ڀڳوان جي سامهون اهو سوال اُٿيو ته چار آريہ سچن جو گيان، جو مون پراپت ڪيو آهي، سو پهرين ڪنهنکي دان ڪريان. ٻوڌيستو جا ٻہ گرو آلار ڪالامرءِ اُدڪ راماپت جي حيات هجن ها تہ ٻنهي کي هي نئون ڌرم جو مارگ هڪدم قبول پوي ها. پر هو گذاري ويا هوا. سو ڀڳوان ٻڌ سوچيو تہ اهو اُپديش پنهنجن پنجن ساٿين (पंचवर्गीय भिक्षूओ) کي وڃي ڏيان. اهي ڀڪشو تنهن وقت بنارس پرسان رشپتن (ऋषिपतन) ۾ رهندا هوا. ڀڳوان اوڏانهن وڃڻ لاءِ سنبريو. وات تي اُپڪ نالي اَجيوڪ شرمڻ مليو ويس. چيائينس تہ، ”مونکي تتو-ٻوڌ پراپت ٿيو آهي.“ پر اُپڪ کي انهيءَ بابت ڪوبہ وشواس نہ آيو. ”سو هوندو“ اِئين چئي ڪري هو پنهنجي وات وٺي رمندو رهيو. هن هڪ پرسنگ مان ٿي ڀڳوان سمجهي ورتو هوندو تہ ٻين پنثن جي شرمڻن کي اُپديش ڏيڻ مان ڪوبہ ڪُڙ تيل نہ نڪرندو.

## پنجن جي ٽوليءَ جا شڪ دور ڪرڻ

آکاڙ مهني جي پورنماسيءَ کان اَڳہ ڀڳوان بنارس (वाराणसी) پهچي ويو. جڏهن هو رشپتن ۾ ويو تڏهن پريان ڏسندي ئي پنجن جي ٽوليءَ فيصلو ڪيو تہ اسين

دکڪارڪ آهن.* (उपादान स्कन्ध)

”هي ڀڪشوئو، وري وري اُتپن ٿيڻ واري ۽ انيڪ وشين پٺيان پوڻ واري ترشنا (جنهن کي ڪام - ترشنا، ڀوَ - ترشنا ۽ وناش - ترشنا چوندا آهن)، دک سمُديہ (دک پيدا ڪندڙ) نالي ٻيو آريہ سچ آهي.

”وئراڳہ سان هن ترشنا کي پورن طرح دٻائڻ، تياڳہ ڪرڻ، انهيءَ کان مڪت ٿيڻ، اهو دک نِروڌ (دک کي روڪڻ) جو ٽيون آريہ سچ آهي.

”مٿي ڏيکاريل آرين جو اَٺ - انگو مارگ دک - نروڌ گامني پرِتپدا (دک روڪڻ جي وات) نالي چوٿون آريہ سچ آهي.

”(الف) هي دک آهي - جڏهن اهو سمجهہ ۾ آيم تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي، گيان پيدا ٿيو. اهو دک سمجهڻ جهڙو آهي - جڏهن ائين ڄاتم تڏهن مون ۾ نئين درشٽي وغيره ...... اهو دک جڏهن سمجهم تڏهن مون ۾ ......

”(ب) مون سمجهو تہ هي دک جو ٻيو آريہ سچ آهي؛ مون سمجهو تہ اهو دور ڪرڻ جهڙو آهي؛ مون سمجهو تہ مون اهو دُور ڪيو - تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي ......

---

*سڪند پنج آهن. جڏهن اهي واسنائن وارا ٿين ٿا تڏهن انهن کي اُپادان سڪند چوندا آهن. ڏسو: ”ٻڌ ڌرم آڻ سنگهہ“ صفحہ ٩٠-٩١

# ڌرم چڪر جو چالو ٿيڻ

مون هيئن ٻڌو آهي. هڪ ڀيري ڀڳوان واراڻسي (بنارس)جي رشيپٽن ۾ مرگ وَن (هرڻن جي بن) ۾ رهندو هو. اُتي ڀڳوان پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي چيو ته، ڀڪشوئو! ڌارمڪ منش (पव्बजितेन) کي هنن ٻن حدن تائين نه وڃڻ گهرجي. اهي ٻه حدون ڪهڙيون آهن؟ هڪ حد آهي ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ جي. اها حد اَنت بنا، ڪُڌي، رواجي، اَناري، ۽ بي مطلب آهي. ٻي حد آهي ديهه کي ڏنڊ ڏيڻ. اها حد به دکڪاري، اَناري (نيچ) ۽ بي مطلب آهي. انهن ٻن حدن تائين نه وڃي ڪري، ٿٿاگت* گيان چکشوُ اُتپن ڪرڻ وارو، شانتيءَ، اونچو گيان، سمبوڌ ۽ نرواڻ اُتپن ڪرڻ وارو مڌيم مارگ (وچون رستو) ڳولي ڪڍيو آهي. اهو ڪهڙو رستو آهي؟ صحيح (सम्यक) درشٽي، صحيح سنڪلپ، صحيح واچا، صحيح چال، صحيح آجيوڪا، صحيح جتن، صحيح سمرتي، سماڌي - اهو آريَن جو اَٺ انگو مارگ آهي.

هي ڀڪشوئو! دک نالي ڀهريون آريه سچ هيئن آهي. جنم دکڪارڪ آهي؛ جرا (ٻڍاپو) دکڪارڪ آهي؛ بيماري دکڪارڪ آهي؛ جا اَپريه (اڻ وڻندڙ) آهي سا ملڻ ۽ جا پريه آهي سا نه ملڻ دکڪارڪ آهي. گهربل وستو ملڻ سان به دک ٿئي ٿو؛ مطلب ته پنج اُپادان سڪند

---

*ٿٿي پهتل، رسيل

سمجهائڻ ۾ اهي نيڪ مدد ڪن ٿا. انهيڪري اهي هت
ڏنا ويا آهن.

## چئن آريہ سچن جي چٽي سمجهاڻي

ڪو بہ انڪار نہ ڪري سگهندو تہ جڳت ۾ دک آهي،
پر هرڪو شخص اهوئي سوچي ٿو تہ منهنجو دک ڪيئن
دور ٿيندو. انهي سببان هرڪو ٻئي کي ڇيهو رسائي
بہ پاڻ سکي رهڻ چاهي ٿو. منجهن جي هنسا ڪرڻ
وارا ۽ چٽُر ٿين ٿا سي نيتا بڻجن ٿا ۽ ٻين کي اُهڙن جي
آڌين رهڻو پوي ٿو. هنسڪ ٻڌيءَ ڪري انهن نيتائن
جو پاڻ ۾ سنگهٽن ٿئو ٿئي ۽ جو سيني ۾ وڌيڪ هنسا
ڪندڙ ۽ چٽُر آهي تنهنکي پنهنجو راجا بڻائي، انهي جي
مرضيءَ موجب هلڻو پوين ٿو. راجا کي وري اهو پئو رهي
ٿو تہ متان ٻيو ڪو راجا منهنجو راج کسي وٺي. انهي
ڪري راج جي رکيا لاءِ يگيہ وغيره ڪري پسن جو
ٻلدان ڪري ٿو. منشن ۽ پسن جي هن قسم جي هاڃيڪار
سماج رچنا کي دور ڪري جي سندس جڳهہ تي ٻيو
سکاري ۽ ڀلي جو سنگٺن ڪڙو ڪرڻو آهي تہ هرڪنهن
کي محسوس ڪرڻ گهرجي تہ آخرڪار منهنجو ۽ ٻئي
جو دک هڪ آهي. انهيڪري ڀڳوان ٻڌ پهرئين آريہ سچ
۾ سرو ساڌارڻ دک ٻڌايو آهي.

جنم، جرا، مرڻ وغيره جا سرو ساڌارڻ دک شرمڻن
جا ٿا ٿي. نہ رڳو ايترو پر اهي دک ناس ڪرڻ لاءِ ئي
هو تپسيائون ڪندا هوا. پر دک جا ڪارڻ کهڙا. تنهن

”(ب) مون سمجهو تہ دک نروڌ (روڪڻ) آريہ (اتم) سچ آهي؛ مون سمجهو تہ انهيءَ دک کي ساکياتت روڪڻ ٺيڪ آهي؛ مون سمجهو تہ مون ساکياتڪار اُئين ڪيو؛ تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي......

”(پ) مون سمجهو تہ اهو دک نروڌ-گامني پَرتپدا (دک روڪڻ جي وات) ٽالي هڪ آريہ (اتم) سچ آهي؛ مون سمجهو تہ انهيءَ جو ابياس ڪرڻ جوڳو آهي؛ مون سمجهو تہ مون انهيءَ جو ابياس ڪيو آهي؛ تڏهن مون ۾ نئين درشٽي پيدا ٿي، گيان پراپت ٿيو، وديا اُتپن ٿي ۽ جوت اُتپن ٿي. جيسين تائين هرهڪ سچ جا ٽي ۽ چئن سچن جا ٻارهان پاسا نہ سجهيا تيسين تائين مونکي پورن سمبوڌ (گيان) پراپت نہ ٿيو هو.“

ٻڌ جا ڪئين اُپديش سُت پٽڪ ۾ گڏ ڪيل آهن. پر هن جي ڌرم جو بنيادي اُپديش هي آهي. فقط ”سچ سنيت“ ۾ انهن چئن آريہ (اتم) سچن جي سنبنڌ ۾ ڪل ١٣١ ست آهن. انهيءَ ڪانسواءِ ٻين نڪاين ۾ انهن ڏي وري وري اشارا اچن ٿا. ٻڌ جا ٻيا سڀ اُپديش انهن چئن آرين سچن تي ٻيٺل آهن، انهيءَ ڪري انهن جي وڏي اهميت آهي.

مٿئين ترجمي ۾ 'الف' کان وٺي 'پ' تائين ڏنل ويچار فقط ”سچ سنيت“ جي هڪ سُت ۾ ۽ مهاوگ ۾ ملن ٿا. اهي ٻئي هنڌ نٽا ملن. تنهن مان ڪو شڪ اُٿي ٿو تہ اهي پوءِ گڏيا ويا آهن. تڏهن بہ چار آريہ سچ چٽي طرح

ته آتما نه پرڪرتي آهي؛ بلڪ منش جي ترشنا آهي.
پورب (اڳئين) جنم يا هن جنم جي ترشنائن ڪري ئي
دک جو مانڊاڻو منڊجي ٿو. ترشنا ڪٿان آئي، سو سوال
بي مطلب آهي. جيسين تائين ترشنا آهي تيسين تائين
دک آهي ئي آهي. اهو ٻيو آريه سچ آهي.

ٽيون آريه سچ اِهو ئي آهي تہ ترشنا ناس ڪرڻ
سان ئي منش دک مان مڪت ٿئي ٿو.

ترشنا ناس ڪرڻ جو اُپاءُ آهي ٻئي حدون ڇڏي
وچون آريہ اٺ - انگو مارگ وٺڻ - اهو چوٿون آريه
سچ آهي.

## آٺ انگي مارگ جي ڇنڊ سمجهاڻي

هن آريه اٺ اَنگي مارگ جو پهريون ڏاڪو آهي
صحيح درشٽي. صحيح درشٽي معنيٰ چئن آريه سچن
جو سچو گيان. جڳت دک سان ڀريل آهي، منش جاتيءَ
جي تکي تيز ترشنا مٿائڻ سان سچي ڪي شانتي ملي
سگهي ٿي؛ ۽ هڪ ٻئي سان من، ڪايا ۽ واچا سان سچ،
پريم، شرڌا ۽ سداچار سان ورتاءُ ڪرڻ. اهو اٺ اَنگو
آرين جو مارگ انهي شانتيءَ جو مارگ آهي. جي اهڙي
صحيح درشٽي ماڻهن ۾ اتپن نه ٿيندي تہ اهنڪار يعني
سوارٿ جي سبب جهڳڙا ختم نه ٿيندا ۽ سرشٽيءَ کي
شانتي نصيب نه ٿيندي.

جيڪڏهن هرڪو پنهنجي اختياري ۽ اُوج وڌائڻ
جو سنڪلپ ڪندو ته سندس توڙي ٻين جي هاڃي

ثابت مت پيدا ھون. ھڪڙا چوندا ھوا تہ ڏک اسان پاڻ آتپن ڪيو (सयंकतं दुक्खं)، ٻيا چوندا ھوا تہ ڏک ٻين آتپن ڪيو (परंकतं दुखं)؛ ٽيان چوندا ھوا تہ ڪي قدر پاڻ ۽ ڪي قدر ٻين ڏک اتپن ڪيو آھي. (सयंकतं च परंकतं च दुक्खं) وري چوٿان چون ٿا، ڏک پاڻ نہ ٻين پيدا ڪيو آھي. ڏک بنا ڪارڻ پاڻمرادو پيدا ٿيو آھي. (असयंकारं अपरंकारं अधिच्चसमुप्पनं दुक्खं)*

انھن ۾ پھرئين قسم جا شرمڻ نگرنٿ جين ساڌو ھوا. انھن جي مڃتا ھئي تہ اڳئين جنم ۾ آتما جي پاپ ڪرڻ ڪري ڏک اتپن ٿيو آھي ۽ اھو دور ڪرڻ لاءِ ديھہ کي سختيون ڏيئي ڪري آتما کي ڪشٽ ڏيڻ کپي. ٻئي قسم جا شرمڻ جڻ سانکيہ مت جا ھوا. سندن مڃتا ھئي تہ جڙ پرڪرتيءَ ڪري ڏک اُتپن ٿيو آھي ۽ پنھنجي آتما کي پرڪرتيءَ جي شڪنجي مان ڇڏائڻ واسطي گھور تپسيا ڪرڻ کپي. ٽئين قسم جا شرمڻ ٻنائيندا ھوا تہ آتما ۽ پرڪرتي ٻئي ملي ڪري ڏک اُتپن ڪن ٿا، ۽ آتما کي ڏک کان ڇٽائڻ لاءِ ديھہ کي سختيون ڏيڻ کپن. چوٿين قسم جا شرمڻ ڏک کي بنا ڪارڻ سمجھندا ھوا، انھي ڪري اھي وري اَڪريا واد (ڪم نہ ڪرڻ) ڏي جھڪيا ٿي. انھي قسم جا شرمڻ يا تہ نشڦل تپسيا ڪندا ھوا يا تہ نِشڪريہ (بي ڪار) ٿي پوندا ھوا. ماڻھن جي سماج کي انھن مان ڪو ڇڏو پاڻو لاڀ ٿيندو ھو.

بڌ پگوان پھرئين اھو ثابت ڪيو تہ ڏک جو اصلي سبب

*نِدان وگ سنيت، ورگ ٢، سُتہ ٧ ڏسو

زور وٺائي ڏرڍ ڪرڻ - انهن ڇهن جتنن کي ويايام ڇهجي ٿو.*

هي سرير اَپوتر پدارٿن جو ٺهيل ٻوٿو آهي، سو وچار پيا هجي ته، وچڻ سرير کي اِندرين جو سک دک ٿئي ٿنهن تي سرسري نظر رکڻ ۽ اِندرين جا وشين سان ڪهڙا پنڌن پيدا ٿين ٿا ۽ انهن کي ڪيئن ٽوڙجي - انهن سڀني من جي ڌرمن تي نيڪ ويچار ڪرڻ - سا آهي صحيح سمرتي.

پنهنجي سرير تي، مرتڪ ڏيهه تي، مترتا تي، ڪرُڻا ۽ ٻين منو ورتين تي يا پرٿوي، پاڻي، تيج وغيره پدارٿن تي چت ايڪاگر ڪري چار ڌيان قائم ڪرڻ - سا صحيح سماڌي آهي.§

ٻئي حدون ڇڏي ڪري انهيءَ مڌيم مارگ جي پاوٺا ڪرڻ گهرجي. پهرئين حد آهي ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ. انهيءَ سک ساڻ پنج صفتون لڳايون ويون آهن - ته اهي هلڪيون، ڪُڌيون، رواجي، اناري (نيچ)، نڪميون آهن. جڏهن منش (हीनो गम्मो पोथुज्जनिको अनरियो अनत्थसंहितो) جاتي اَگيان ۾ اَنڌي پيل آهي تڏهن اسين سک چين ۾ آنند سمجهون، انهيءَ ڪان ٻي ڪهڙي هلڪي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ اها حد گنوار ۽ ڪُڌن لوڪن جي حد آهي.

---

*بدن جي ويايام يا ڪشرت سان هنن جو ڪو به واسطو نه آهي

§انهن سڀني تي ڌيان ڪيئن لڳائي سگهجي ٿو، تنهنجو ورنن 'سماڌي مارگ' ۾ ڪيل آهي

ٽيڻ واري آهي. انهيڪري ڪام ڀوڳ ۾ نه ٻڌجي، ٻين
ساڻ ڀوري مترتا رکي، ٻين کي سک سنتوش ڏيڻ جو
من ۾ سنڪلپ ڪرڻ نيڪ آهي.

ڪوڙ، چغلي، گاريون، اجائي بڪ بڪ وغيره ڪري
سماج جو سنگهٽن ٽٽي پوي ٿو ۽ جهڳڙا مچڻ ڪري هنسا
ٿئي ٿي. تنهنڪري سچ ڳالهائڻ، هڪ ٻئي سان ملنسار،
پيار ۽ مترتا جا ٻول ٻولڻ کپن. انهي کي صحيح واچا
چئجي ٿو.

مارڻ، چوري، ويڀچار ۽ وغيره ڪمن ڪري سماج
۾ ڏاڍا انرٿ ٿين ٿا. انهيڪري مارڻ، چوري، ويڀچار
۽ ٻين اهڙن ڪمن کان دور رهي، اهڙائي ڪايا سان
ڪرم ڪرڻ گهرجن جن مان لوڪن جو ڪلياڻ ٿئي. انهن
کي صحيح ڪرم چئجي ٿو. صحيح آجيوڪا جو مطلب
آهي ته پنهنجي اُدرپورنا انهيءَ ريت ڪجي جنهن مان
سماج کي هاڃي نه پهچي. مثلا دارونءَ جو وڪرو، جانورن
جو واپار وغيره ڌنڌا گرهستيءَ کي نه ڪرڻ گهرجن،
ڇوجو پڌرو آهي ته انهن مان سماج کي ڇيهو رسي ٿو.
اهڙا ڌنڌا ڇڏي ڪري ٻيا شڌ ۽ سرل ڌنڌا آجيوڪا
لاءِ اختيار ڪرڻ سائي صحيح آجيوڪا سڏجي ٿي.

جي ٻڇڙا ويچار من ۾ آيا هجن تن کي اڀرڻ جو وجهه
نه ڏيڻ؛ جي ٻڇڙا ويچار من ۾ آيا هجن تن کي ٽڙي
ڪڍڻ؛ جي سٺا ويچار من ۾ نه آيا هجن سي آڻڻ لاءِ
ڪوشش ڪرڻ ۽ جي سٺا ويچار من ۾ آيا هجن انهن کي

ڪؤنڊنيہ جو چيو مڃيو ۽ هو ساڻس ساڻو سات پرورجا (سنياس) وٺي ڪري بوڌيستو جي پٺ وٺي هليا، اهي پنج ڄڻا پوءِ "پنجن جي ٽولي" جي نالي ۾ مشهور ٿي ويا. انهن جا نالا "مهاوگ" ۽ "للت وستر" ۾ ملن ٿا. سي هيٺين آهن- ڪؤنڊنيہ (कौण्डिन्य) وَپ (वाष्प)، ڀديہ (भद्रिक) مهانام، اَسج (अश्वजित्) .

پر پنجن جي ٽوليءَ واري وارتا ڏند ڪٿا وانگر لڳي ٿي. جي ڪؤنڊنيہ کي اهو وشواس هو تہ گؤتم ڪمار ٻڌ ٿيڻ وارو آهي تہ کيس اُرويلا (उरुवेला) ۾ ڇڏي ڪري ڇو واراڻسي هليو ويو؟ جڏهن بوڌيستو سرير جي گذر لاءِ ضروري خوراڪ ورتي تہ ڪؤنڊنيہ جي پورن شردا ڪيئن ختم ٿي ويئي؟ مونکي لڳي ٿو تہ اها پنجن جي ٽولي اوائل ۾ آلار ڪالام جي پنٿ ۾ هئي ۽ شاڪين يا انهن جي آس پاس ديسن ۾ رهندي هئي. اُني ٽوليءَ جي يڪشن جي بوڌيستوءَ سان مترتا ٿي ويئي. ائين بہ چئي نٿو سگهجي تہ ٽوليءَ جا سڀ ڄڻا براهمڻ هوا. ممڪن آهي تہ آلار ڪالام ۽ اُدڪ رامپت جي پنٿن ۾ ڪونوس سچ نہ ڏٺائون ۽ جڏهن سچ جي ڳولا ۾ بوڌيستو راجگرهہ ڏي هليو ويو تہ هي پنج بہ سندس پنيان ويا. سمجهيائون تہ جي بوڌيستو کي ڪنهن نئين سچ جي مارگہ جي ڄاڻ پيئي تہ اسين بہ سندس مارگہ وٺنداسين. پر جڏهن بوڌيستو تپسيا ۽ الپ آهار ڇڏي ڏنا. تڏهن سندن وشواس هليو ويو ۽ هو واراڻسي ڏي موٽي ويا.

ارتاٿ: رام، ڌوج (ध्वज)، لڇڻ (लक्ष्मण)، منتي (मन्ती)، ڪؤنڊنيہ (कौण्डिन्य)، يوج، سيام ۽ سُدت ـ اهي ويدن جا ڇهہ انگ* ڄاڻندڙ ـ آٺ براهمڻ هوا. انهن ٻوڌيستو جو آئينده ٻڌايو.

منجهائن ستن ٻن قسمن جو آئينده ٻڌايو ـ تہ جي ٻوڌيستو گرهست آشرم ۾ رهندو تہ چڪرورتي راجا ٿيندو ۽ جي گرهست آشرم ڇڏي سنياسي ٿيندو تہ سميڪ سمٻڌ§ ٿيندو. (सम्यक सम्बुद्ध) انهن اٺن ۾ ڪوڻڊنيہ سڀني کان ننڍو هو. هن هڪئي سندس يوشيہ ٻڌايو تہ ٻوڌيستو سَميڪ سَمٻُڌ ٿيندو. باقي ٻين ستن براهمڻن پنهنجي گهرن ۾ وڃي پنهنجن ٻارن کي چيو تہ ”اسين هاڻي پيدا اڃي ٿيا آهيون. جي سدارٿ راجڪمار ٻُڌَ ٿيو تہ اهو اکئين ڏسڻ اسانجي نصيب ۾ نہ آهي. پر جي هو ٻڌ ٿئي تہ توهين سندس سنگهہ ۾ داخل ٿجو.“

جڏهن ٻوڌيستو گهر جو تياڳ ڪيو تڏهن رڳو ڪؤڻڊنيہ حيات هو. ٻين ستن براهمڻن جي ٻارن کي هن وڃي چيو تہ، ”سدارٿ ڪمار پرِوراجڪ (گهومو سنياسي) وڃي ٿيو آهي؛ هو پڪ ٻڌ ٿيندو؛ سو اسانکي بہ سندس پٺيان هلي پرِوراجڪ ٿيڻ گهرجي.“ انهن جوانن مان ڇئن

---

*شڪشا، ڪلپ، وياڪرڻ، نرڪت، ڇند ۽ جوتش ـ اهي ڇهہ انگ آهن
§پورن ٻڌ يا ٻنهہ سڃاڳہ

## يش ۽ سندس ساٿي

پنجن سان گڏ ٻڌ ڀڳوان جڏهن رشيپتن ۾ رهندو هو تڏهن ۵۵ ٻيا به ڀڪشو ڪيڻ اچي شامل ٿيا ۽ چؤماسي ڪانپوءِ ڀڳوان ٻڌ راجگره جي جاترا ڪري ڀڪشو سنگهه کي خوب زور وٺايو. انهيءَ جو ورنن مهاوڳ ۾ اچي ٿو. انهي جو تاتپرج هيٺ ڏنو وڃي ٿو:

وارانسيءَ ۾ يش نالي هڪ سٺي جوان رهندو هو. سندس من اچانڪ گرهست آشرم کان ڪٽو ٿي پيو ۽ هڪ ساٽنيڪي استان جي کوجنا ڪندي رشيپتن ۾ اچي پهتو. ٻڌ ڪيس اُپديش ڏيئي ڪري سنگهه ۾ داخل ڪيو. ڪيس ڳوليندي ڳوليندي سندس ماءُ پيءُ به اُتي اچي نڪتا. ٻڌ ڀڳوان کين به اپديش ڪيو ۽ هو به ٻڌ جا اُپاسڪ ٿيا.

وارانسي نگر ۾ يش جا چار متر رهندا هوا- وِمل، سباهو، پُرڻجِ (पूर्णजित)، ۽ گونپتِ (गवांपति). انهن کي جڏهن خبر ملي ته يش هاڻي ڀڪشو ٿي سنگهه ۾ داخل ٿيو آهي ته اهي به رشيپتن وڃي ڪري ڀڪشو-سنگهه ۾ داخل ٿيا. انهن پنجن جا پنجاهه ٻيا جوان دوست هوا. انهن به رشيپتن ۾ وڃي ڪري ٻڌ جو اُپديش سڻيو ۽ سڀيئي ٻين دوستن وانگر سنگهه ۾ شامل ٿيا انهيءَ طرح سٺ ڄڻن جو سنگهه رشيپتن ۾ ٺهي جڙي ويو.

## گهڻن جي ڀلي لاءِ ڌرم جو پرچار

چؤماسي ڪانپوءِ ٻڌ ڀڳوان پنهنجي ڀڪشو سنگهه کي

## پنجن ڀڪشن جو سنگھہ

مٿي پنجين اڌياءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن گوتم
ٻوڌيستو ٻڌ ٿي ڪري وارانسيءَ جي رشيپتن ۾ ويو تہ
انهن پنجن ڀڪشن کيس ڏسي ڪري سندس آدرستڪار
ڪرڻ کان ڪيبايو. آنت ۾ پنجن جي ٽوليءَ ٻوڌيستوءَ جو
ڌرم مارگ ورتو ۽ تنهن مهل فقط ڪؤنڊنيہ پنهنجي راءِ
ڦالدي ۾ ڏني. تڏهن ٻڌ ڀڳوان چيو تہ "ڪؤنڊنيہ ڄاتو"
(अञ्ञासिवत भो कोण्डञ्ञो). تنهڪاڻ ڪؤنڊنيہ کي نالو پئجي
ويو 'अञ्ञासि कोण्डञ्ञ' (आज्ञात कौण्डिन्य). هن هڪ ڳالهہ ڪري
ٻڌن جي چيل شاسترن ۾ ڪؤنڊنيہ کي پرسڌ استان مليو
ويو آهي. پر انهي کانپوءِ ڪنهن بہ قسم جو ڪو وڏو
سچو ڪارج ڪيائين تنهن بابت ڪجھ بہ لکيل نہ آهي.
سندس پاڻ تہ اينترو ٿي پرشارٿ سمجھڻ کپي تہ پهرئين
اڪيلي سر ٻڌ جي ڌمين مارگ جو آدر ڪيائين.

پوءِ جلد ٿي ٻڌ ڀڳوان وَپ (वाष्प) ۽ پديہ भद्रिक کي
سمجهايو ۽ ٿورن ڏينهن کانپوءِ هنن بہ ڌمين ڌرم مارگ
جو آدر ڪيو. ٿورو رکي ڪري مهانام ۽ اسج (अश्वजित)
کي ڌمين مارگ جو بوڌ ٿيو ۽ اهي پنج ڀڪشو ٻڌ جا
پڪا ڀڳت ٿي ويا. تنهن ۾ مڙيوئي ڪيترو وقت لڳو سو
ڪٿي ڪونہ ڏيکاريل آهي. پر پنجن ڀڪشن جي ٽولي
سڀ کان پهرئين ٻڌ جي پٺ ورتي ۽ پنجن جو ڀڪشو
سنگھہ ٿيو. تنهن بابت "ست پنڪ" ۽ ونيہ پٽڪ ٻئي
ساڳي مت جا آهن.

ٻاغ ۾ هڪ وڻ هيٺان وشرام لاءِ اچي ويٺو هو. جڏهن ڀيهن جوانن کي ٻوجهہ پيٺي تہ ويشتا قيمتي شيون ڪٽي ڀڄي ويئي آهي تہ ڳوليندي ڳوليندي اُتي اچي پهتا جتي ٻڌ ڀڳوان وڻ هيٺان ويٺو هو. ڀڳوان کي ڏسي پڇائونس تہ، "هي ڀڳونت (ٻد نسه) ڪنهن جوان استريءَ کي هن وات ويندي ڏٺو."

ڀڳوان چيو تہ، "هي جوان گرهستي، ڪنهن ٽرٽي (جوان) استري جي ڪوڄنا ڪرڻ ۽ آتم-ٻوڌ جي ڪوڄنا ڪرڻ- انهن ٻنهي مان توهانکي ڇا چڱو ٿو لڳي؟"

ٻڌ جا وچن ٻڌنديئي هو وٽس ويهي رهيا ۽ سندس اپديش خوب ٻڌي ڪري، گرهست آشرم تياڳ ڪري، ڀڪشو سنگهہ ۾ شامل ٿيا.

## ڪاشيپ ڀائر (काश्यप-बन्धु)

باغيچي مان هلندي ڀڳوان اُرويلا پهتو. اُتي اُرويل ڪاشيپ، ندي ڪاشيپ، ۽ گيا ڪاشيپ نالي ٽي جٽاڌاري ڀائر، انڪل پنجن سون، ٽن سون ۽ ٻن سون جٽاڌاري ششن سان آڳني هوتر موجب تپسيا ڪري رهيا هوا. انهن مان وڏي ڀاءُ جي آشرم ۾ ٻڌ ڀڳوان اچي لٿو ۽ انيڪ اَديڀت چمتڪار (ڪرامتون) ڏيکاري ڪري، اُرويل ڪاشيپ ۽ سندس پنج سؤ ششن کي ڀڪشو-سنگهہ ۾ داخل ڪيائين. اُرويل ڪاشيپ جي ڀنيان سندس ننڍ ڀائر بہ ششن سميت سنگهہ ۾ اچي شامل ٿيا.

چيو ته، ”اَءِ گرهست ۽ سرڳ جي جنجال کان مُڪت
ٿيو آهيان ۽ توهين به انهيءَ جنجال کان ڇٽا آهيو. سو
هاڻي، هي ڀڪشوئو، جهڙهن جي ڪلياڻ لاءِ، سک لاءِ،
لوڪن جي ديا ڪرڻ لاءِ، ديون ۽ منشن جي ڪلياڻ
لاءِ، ڌرم اپديش ڏيڻ لاءِ ڪمر ڪشيو. هڪ وات تي
ٻه نه وڃو! آرنڀ ۾ ڪلياڻڪار، مڌيه ۾ ڪلياڻڪار، ۽
انت ۾ ڪلياڻڪار هن ڌرم-مارگ جو لوڪن کي اپديش
وڃي ڏيو.“

تنهن کانپوءِ ٻڌ ڀڳوان پنهنجن سٺ ڀڪشن کي چوطرف
روانو ڪيو. اهي وري ٻين ٻين کي ڀڳوان وٽ اماڻيندا
هوا ۽ ڀڳوان کين پرورجيا (سنياس) ڏيئي ڪري ڀڪشو
سنگهه ۾ شامل ڪندو هو. پر هن نموني سٺ ڀڪشن ۽
جوان اميدوارن کي تڪليف ٿيڻ لڳي. سو ڀڳوان کين
اها آگيا ڏني ته توهين خود لوڪن کي اپديش ڏيئي،
ڪري، سنياسي بنائي سنگهه ۾ داخل ڪريو ۽ پاڻ
اُرويلا طرف هليو.

## ڀدرورگي نالي ڀڪشو

رستي تي ڀدورگي (भद्दवग्गीय) نالي سان ٽيهه جوان هڪ
بغيچي ۾ پنهنجن استرين سان من بهلائڻ لاءِ آيا هوا.
منجهائن هڪ استريءَ سان نه آيو هو. سو هن لاءِ هڪ
ويشيا وٺي آيا. اهي ٽيهه جوان ۽ اُنٽيهه استريون جڏهن
مؤجون ڪندي مست ٿي ويا، تڏهن اها ويشيا سندن
جهجها ٽپڙ کڻي اُتان رمندي رهي. انهي وقت ٻڌ ڀڳوان

۽ سو ۽ پنجاھہ سنياسي ساڻ ڪري ٻڌ وٽ وڃي سنگهہ ۾ مليا.

## اتهاس جي ڪسوٽي

پش ۽ سندس ٥٤ جوان ساٿي ڪيئن ڀڪشو ٿيا، سا ۽ ٻيون سڀ ڏنل ڪٿائون ”مهاوگ“ مان مختصر طور ورتيون ويون آهن.*

هاڻي هنن ڪٿائن کي اتهاسڪ ڪسوٽي سان جاچي ڏسڻ گهرجي. ٻوڌيستو اُرويلا ۾ تپسيائون ڪيون ۽ تتو-ٻوڌ پراپت ڪيو. يعني ته ٻڌ ڀڳوان کي اُرويلا ديس جي چڱي ڄاڻ هئي. اُرويلا ۾ ڪاشيپ ۽ سندس ٻه ننڍا ڀائر هڪ هزار جٽاڌاري ششين سميت رهندا هوا. جيڪڏهن ٻڌ ڀڳوان کين ڪرامتون ڏيکاري پنهنجو شش بنائڻ چاهيو ٿي ته پوءِ کين ڇڏي ڪري ڪاشيءَ ڇا لاءِ ويو؟ هن ائين ڇو سمجهو ته پنجن جي ٽوليءَ بنا ٻيو ڪو منهنجو ڌرم نه سمجهندو؟ ائين سمجهون ڇا ته انهيءَ وقت ڪرامتن ڏيکارڻ جي طاقت ٻڌ ۾ نه هئي ۽ ڪاشيءَ ۾ وڃي ڪري پنجن جي ٽوليءَ کي اُپديش ڏيڻ کانپوءِ اها طاقت منجهس آئي؟

رشيپتن ۾ پنجن ڪانسواءِ جيڪي پنجونجاھہ ڀڪشو ٻڌ کي ملي ويا تن مان فقط پنجن جا نالا ”مهاوگ“ ۾

---

*” ٻڌ - ليلا - سار - سنگرهہ “، صفحہ ١٦٠-١٦٥
”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“، صفحہ ٧-٨

## وڏي ڀڪشو سنگهہ ساڻ راجگرهہ ۾ گهرڻ

انهن هڪ هزار ڀڪشن کي ساڻ ڪري ٻڌ ڀڳوان راجگرهہ ويو. اُتي ايڏي ساري شاهي سنگهہ کي ڏسي ڪري نگرواسين ۾ ڇُوبولو متو. راجا بمبسار ۽ سندس سردار ٻڌ جي آيپنندن (سواگت) لاءِ اچي سهريا. بمبسار راجا ٻئي ڏينهن ٻڌ کي ڀڪشن سميت راج ڀون ۾ ڀوجن ڪرڻ جي نيند ڏني، ۽ جڏهن ڀوجن ختم ٿيو تڏهن سنگهہ کي ويڻو ون اُديان (ويڻو ٻن جو باغ) دان ۾ ڏنائين.

## ساريپٽ (सारिपुत्त) ۽ موگلان (मोग्गल्लान)

راجگرهہ ڀرسان سنجيہ संजय نالي هڪ ڀرسڌ سنياسي پنهنجن ڪيترن ششن سان رهندو هو. ساريپت ۽ موگلان سندس ٻہ مکيہ شش هوا. پر انهيءَ سمپردايہ (پنٿ) ۾ سندن من ٿڙ نٿي ڪاڏو. ٻنهي پاڻ ۾ فيصلو ڪيو هو تہ اسان مان ڪنهن کي سچي ڌرم مارگ ٻڌائڻ وارو ڪو ملي ويو تہ ٻئي پاڻ ۾ صلاح ڪري، گڏجي اهو ڌرم مارگ وٺنداسون.

هڪڙي ڏينهن اَسج (अस्सजि) ڀڪشو راجگرهہ ۾ ڀکيا لاءِ رٿن ڪري رهيو هو. سندس شانت ۽ گنڀير مک منڊل ڏسي ڪري ساريپت کي لڳو تہ، ڪير جاڻي، هي منش نرواڻ مارگ تي هلڻ وارو سنياسي لڳي ٿو. اَسج سان ڳالهائڻ ڪانپوءِ پتو لڳس تہ هو ٻڌ جو شش هو ۽ ٻڌ جوئي ڌرم مارگ سچو آهي. ساريپت وري اها ڳالهہ موگلنا سان ڪئي ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا سنجيہ پنٿ جا

## الت وستر ۾ ڏنل يادداشت

جيئن ٽيڪ پڪيءَ طرح نٿو چئي سگهجي تہ سچي حقيقت ڪهڙي هئي، تڏهن بہ ”الت وستر“ جي شروعات ۾ جيڪا ڀڪشن جي يادداشت ڏني ويئي آهي، انهيءَ مان ڀڪشو سنگهہ جي اوائل ۾ حالت جي ٿوري واقفيت ملي سگهي ٿي، سو اها يادداشت اسين هت ڏيون ٿا.

(١) گيان ڪؤنڊنيہ (ज्ञान कौण्डिन्य)، (٢) اَسج (अस्सजि)، (٣) وَپ (वाष्प)، (٤) مهانام، (٥) ڀديہ (भद्दिय)، (٦) يس (यस)، (٧) وِمل، (٨) سباهوُ، (٩) پورڻ، (١٠) گوَمپتي (गवम्पती)، (١١) اُروِيل ڪاشيپ (उरुवेल काश्यप)، (١٢) ندي ڪاشيپ، (١٣) گيا ڪاشيپ، (١٤) سارِيپتر، (١٠) مهاموگلان (महामोग्गल्लान)، (١٦) مها ڪاشيپ، (١٧) مها ڪاتيايِن، (١٨) ڪڦل، (١٩) ڪونڊنيہ، (٢٠) چند (चुन्द)، (٢١) پرڻ متاڻپت (पण्ण मन्ताणिपुत्त)، (٢٢) انرڌ (आनरुद्ध)، (٢٣) نندڪ (नन्दक)، (٢٤) ڪپن (कप्पिन)، (٢٥) سڀوت (सुभूति)، (٢٦) رَيوت (रेवत)، (٢٧) کدر وَنڪ (खदिर वनिक)، (٢٨) موگهراج، (٢٩) مها پاراڪ، (٣٠) بڪل، (٣١) نند، (٣٢) راهل، (٣٣) ساگت، (٣٤) آنند.

جيڪڏهن ”مهاوگ“ ۾ ڏنل گمنام ڀڪشن جي سنکيا ڇڏي ڏجي تہ هن يادداشت جي پندرهن ڀڪشن جو پتو مهاوگ جي ڪٿا سان نهڪي اچي ٿو؛ انهيءَ مان اهو اَنومان ڪري سگهجي ٿو تہ پنجن جي ٽوليءَ ڪانپوءِ ڀڳوان کي يش ۽ سندس چار ساٿي ملي ويا. انهن ڏهن

اڃان تائين باقي پنجاهه مان هڪ جو نه ناٿو ملي.
انهيءَ مان سمجهجي ٿو ته پڪشن جي سنگيا وڌائڻ لاءِ
پنجاهه ٻيا به ملايا ويا آهن.

وات تي ٻيهه جوان پرش، اٺيهن استرين سان موجون
ڪري رهيا هوا ۽ تن کي پڳوان ٻڌ ائين جو ائين پڪشو
بڻايو، سو ڪوڙو ئي نٿو لڳي. جي ائين ٿي ڪرٽو هوس
ته اُرويلا کان ڪاشيءَ وڃڻ جي تڪليف ڇو سر تي
کنيائين؟ اُرويلا جي آس پاس ٻيا موجي جوان ڪونه هوا
ڇا؟ سمجهه ۾ نٿو اچي ته وچ ۾ ئي انهن ٽيهن جوانن جي
ڪهاڻي ڇو ٽونسي ويئي آهي؟

ڇيو ويو آهي ته ٻڌ پڳوان هڪ هزار ٽن جٽاڌارين کي
پڪشو بڻائي، ساڻ وٺي راجگرهه پهتو، تڏهن سڄي شهر
۾ ماڻداڻي لڳي ويئي. پوءِ به سارپيٽ کي اها خبر ڪانه
هئي ته ٻڌ ڪير آهي؟ سا ڳالهه به ڪا ٿيڻ جهڙي آهي؟
اسڄ پنڄن جي ٽوليءَ مان هڪ هو. انکي ٻين ڇئن سان
ڪاشيءَ جي آس پاس ڌرم اُپديش ڏيڻ لاءِ موڪلي ڪري،
پڳوان پاڻ اُرويلا ۽ اتان راجگرهه ڏي ويو. پوءِ پتا اهو
ساڳيو اُسڄ وري راجگرهه ۾ ڪيئن اچي پهتو؟ سو آخرڪار
ائين چوڻو ٿو پوي ته پنڄن جي ٽولي، يش ۽ سندس
ڇئن دوستن کي پڪشو سنگهه ۾ داخل ڪرڻ ڪانپوءِ،
ٻڌ پڳوان جي ڪاشيءَ کان وٺي راجگرهه تائين جاترا بابت
ڳالهيون، جي "مهاوَگ" ۾ آيون آهن، سي گهڻي قدر ڏند
ڪٿائون ٿي آهن.

ٽيھ ۽ اُرويلا ۾ ھڪ ھزار- سو مڙيوئي ١٠٩٣ ڀڪشن جي سنگھ کي وٺي ڀڳوان راجگرھ ۾ گھڙيو. اُتي وري ساريپت ۽ موگلنا سان سنجيہ جا اَڍائي سؤ شش سي ۾ سنگھ ۾ اچي شامل ٿيا يعني تہ تنھن وقت ڀڪشو سنگھ جي سنکيا ١٣٤٥ تي وڃي ھئي. پر ايڏو وڏو ڀڪشو سنگھ ٻڌ وٽ ھو، سو ذڪر ست پٽڪ ۾ ڪٿي بہ نہ ڪيل آھي.

”سامنج قل ست“ (सामञ्ञफल सुत्त) ۾ چيو آھي تہ ٻڌ ڀڳوان پرنرواڻ کان ھڪ بہ سال اڳ جڏھن راجگرھ ويو تڏھن ھن سان ١٢٥٠ ڀڪشو ھوا. پر ”ديگھ نڪايہ“ جي ٻين اٺن سٽن ۾ ڀڪشو سنگھ جي سنکيا ٥٠٠ ڏني ويئي آھي. اِئين لڳي ٿو تہ ڀڳوان جي پوئين جاترا ۾ بہ ساڻس ٥٠٠ ڀڪشو ھوا. ڀڳوان جي پرنرواڻ کانپوءِ راجگرھ ۾ ڀڪشن جي جيڪا پھرين پريشد ٿي تنھن ۾ بہ ٥٠٠ ڀڪشو ھوا. تنھنڪري اھو اَنومان ڪڍي سگھجي ٿو تہ ڀڳوان جي پرنرواڻ تائين ڀڪشو سنگھ جي سنکيا ٥٠٠ کان مٿي نہ ھئي.

ٻڌ ڀڳوان جي پرنرواڻ کانپوءِ شايد اھا سنکيا وڌائڻ چڙھائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ھجي. ”للت وستر“ جي شروع ۾ چيو ويو آھي تہ شراوستيءَ ۾ ڀڳوان سان ٻارھان ھزار ڀڪشو ۽ ٻٽيھ ھزار ٻوڌيستو ھوا. ھن نموني پنھنجي سمپرداي (پنٿ) جي مھما وڌائڻ لاءِ تنھن سمي جي ڀڪشن اڳئين زماني جي ڀڪشن جي سنکيا بہ وڌائڻ شروع ڪري ڇڏي ۽ مھايان پنٿ جي گرنٿڪارن تہ

کي ساڻ ڪري پڳوان اُرويلا ويو ۽ اُتي ٽي ڪاشيپ ڀائر سنگهه ۾ شامل ٿيا. اهي تيرهان شش ساڻ وٺي پڳوان راجگرهه ڏي ويو. اُتي سنجيه جي ششن مان سارپت ۽ موگلنا، سي سنجيه جو پنت ڇڏي ڪري ٻڌ پڳوان جا شش وڃي ٿيا. انهن ٻنهي جي شامل ٿيڻ سان ڀڪشو سنگهه جي مهما وڌي ويئي، ڇو جو راجگرهه ۾ سندن ڏاڍو نالو هو. انهن ٻنهي ٻڌ جي مت جو ڪهڙي طرح وڪاس ڪيو، تنهنجي ساکي ست ۽ ونيه پٽڪ ڏين ٿا. اِئين سمجهو وڃي ٿو ته ڇهين ڪٿي ته سڄو ”اَڀِدَم پِٽَڪ“ سو سارپت جو لکيل آهي.

انهن ڪانپوء آيل ١٩ ڀڪشن جي پرمپرا اِتهاسڪ نظر اچي. ”چل وڳ“ (ڀاڱو ٧) ۾ ٻڌايو ويو آهي ته آنند ۽ اَنرڌ ساڳئي وقت ڀڪشو ٿيا. پر هت اَنرڌ جو نمبر ٢٢ ۽ آنند جو ٣٤ آهي. انهن سان گڏ اُپالي حجام به سنياس ورتو هو ۽ پوء هو ڏرم پالينڌڙ ٿي ويو. پر پوء به سندس نالو هن يادداشت ۾ ڪونهي. هت ڏنل سيني ڀڪشن جون جيونيون ”ٿوڌ سنگهاچا پرچيه“ نالي ڪتاب جي ٽئين ڀاڱي ۾ ڏنل آهن. پڙهندڙ وڌيڪ خبر لاء اهو ڏسن.

## ڀڪشن جي سنکيا

هاڻي اسين هن ڳالهه تي مختصر طور ويچار ڪريون ته راجگرهه تائين پڳوان ٻڌ کي جيڪي ڀڪشو مليا سي انهن پندرهن ڀڪشن کان وڌيڪ هوا يا نه؟ ٻڌ کي واراڻسي ۾ ست ڀڪشو مليا. اُرويلا ويندي وات تي

جي ٻچتا وارا ڇهه ڄڻا آهن، سي ڪير آهن؟ سي هي آهن - پورڻ ڪسپ، مکل گوسال، اَجت ڪيسڪمبل، پڪڌ ڪچاين، سنجيہ بيلٿيپت ۽ نگنٿ ناتپت.

## ٻڌ سنگهه جي فرض اَدائي

اهي ڇهه آچاريہ عمر ۾ ٻڌ ڀڳوان کان وڏا هوا ۽ سندن ڀڪشن جي سنکيا بہ گهڻي وڏي هئي. انهن سڀني آچارين ۾ ٻڌ سڀني کان ننڍو هو ۽ سندس ڀڪشو سنگهه جي سنکيا بہ بلڪل ٿوري هئي. تنهن هوندي بہ هي ننڍو سنگهه سڀني کان گوءِ کٽي ويو ۽ نہ رڳو هندوستان ۾ پر ايشيا جي وڏن ڀاڱن تي پنهنجو پرڀاءُ ڄمايائين. انهيءَ جو ڪهڙو سبب هو؟

جواب هي آهي تہ مٿي ڄاڻايل شرمڻ سنگهه ڳٽپ ۾ ٻوڏا هوا پر رواجي جن-سماج جو ڪو خاص اونو نہ ڪندا هوا. انهن ۾ گهڻن جو اهو ئي مقصد هو تہ تپسيائون ڪري اسين موک پراپت ڪريون. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اچي گرهستين کان ڀکيا وٺندا ۽ ڪڏهن پنهنجي پنت جو ٿنو گيان ڪين ڏيندا هوا. پر پوءِ بہ گرهستين جي ڀلي ۽ سک لاءِ هو ڪو خاص جتن نہ ڪندا هوا.

ٻڌ سنگهه جي ڳالهه هنن کان ٻنهه نرالي هئي. ٻڌ جو اهو اُپديش اسين مٿي ٻڌائي چڪا آهيون تہ ”لوڪن جي ڀلي ۽ سک کاتر توهين چوطرف ٻکڙجي وڃو. هڪ رستي ٻہ ڄڻا نہ وڃو.“ اهو اُپديش ’مهاوَگ‘ ۽ ’مار سنيت‘ ۾ ملي ٿو ۽ ساڳئي مطلب جا اُپديش ’ست پٽڪ‘ ۾ ڪئين

من جي موج موجب ٻوڌ ڀڪشن جي سنکيا وڌائي ڇڏي. ٻڌ ڌرم جي زواليت جو اهو مکيہ ڪارڻ هو. پنهنجي ڌرم ۽ سنگهہ جي مهما وڌائڻ ڪاڻ ٻڌ ڀڪشن اُنڊ ٻنا منڊ ٻنا ڏنڌ ڪٿائون گهڙڻ شروع ڪيون ۽ براهمڻ تہ ڪانئن بہ واڌو ڪرامتن جون ڪٿائون گهڙي ڀڪشن کي گوء ڏيئي ويا.

## ڇهہ پرسڌ شرمڻ سنگهہ

ٻڌ جي سمي ۾، ٻڌ جي سنگهہ کان وڌا ۽ پرسڌ ڇهہ شرمڻ سنگهہ موجود هوا ۽ انهن ڇهن سنگهن جا نيتا - پورڻ ڪاشيپ (पूरण कास्यप)، مکل گوسال (मक्खलि गोसाल)، اُجت ڪيسڪمبل (अजित केसकंबल)، پڪڌ ڪچايـن (पकुध कच्चायन)، سنجيہ بيلٺيپت (संजय बेलट्ठपुत्त) ۽ نگنٿ ناٿپت (निगण्ठ नाथपुत्त) هوا، جن جو لوڪن ۾ ڏاڍو وڏو مان هو. هن سنبنڌ ۾ ”مجهم نڪايہ“ جي چولساروپم ست चूलसारोपम सुत्त ۾ هيٺيون احوال اچي ٿو:

''येमे भो गौतम समण ब्रह्मणा संविनो गणिनो गणाचारिया

त्राता यसस्सिनो तित्थकरा साधुसम्मता बहुजनस्स, सेय्यथीदं पूरणो कस्सपो, मुखलि गोसालो, अजितो केसकम्बलो, पकुधो कच्चायनो, सञ्जयो बेलट्ठपुतो, निगण्ठो नाथ पुतो ।''

اَرٿات: پنگل ڪؤتس (पिंगल कौत्स) ڀڳوان کي چوي ٿو تہ ”هي گؤتم، هي جو سنگهي (سنگهن وارا)، گڻي (جن جي ڳڻت هجي)، گڻاچاريہ (لوڪن جا آچاريہ)، پرسڌ، يشسوي (جن جو ناماچار هجي)، تيرٿنڪر يعني گهٽن

گهڻو وقت لڳاءِ نٿي ڪائي. هڪ ٻئي سان پڻ مانسائي ۽ تياڳ ڪري جا ايڪتا اُتپن ٿئي ٿي سا ئي سچي سمجهي وڃي ٿي. ست نپات جي ڪاسي ڀاردواج (कासिभारद्वाज) ست مان ثابت ٿئي ٿو ته هن پرڪار جي ايڪتا سماج ۾ آڻڻ لاءِ ٻڌ سنيريو هو. انهيءَ جو تاتپرج هيٺين آهي.

هڪڙي ڏينهن ڀڳوان ٻڌ ڀکشا وٺندي ڀاردواج براهمڻ جي ٻنيءَ ۾ ويو. اُتي ڀاردواج براهمڻ پنهنجن مزورن کي ڪارائي رهيو هو. ڀڳوان کي ڀکيا لاءِ بيٺو ڏسي چيائين ته، ”مون وانگر تون به ٻني ڪر، هر ڪاهه، ٻج ڇٽ ۽ فصل جو لابارو ڪري پوءِ اَن کاءُ. تون هيٺين پنين ڇو ٿو؟“

ڀڳوان ڪيس چيو ته ”آءٌ به ڪسان آهيان ۽ آءٌ شرڌا جو ٻج ڇٽيان ٿو ۽ تنهن مٿان تپسيا (جتن) جي برسات پوي ٿي ۽ پرگيا (شڌ ٻڌي) منهنجو هر آهي ۽ پاپ کان لڄ ڪرڻ منهنجي هر جي مڻ آهي، چت رسي آهي، سجاڳي هر جو ڦار ۽ ڇهبڪ آهي ۽ سرير ۽ واچا جو سنجم ڪريان ٿو ۽ ڪاڏي ۾ سنجم پالي سچ دوارن مان من جي دوشن جي گڏ ڪريان ٿو. سنتوش منهنجي راحت آهي. اُتساهه منهنجا ڍڳا آهن. منهنجو واهڻ اوڏانهن هلي ٿو جيڏانهن نه شوڪ نه ڏک آهي.“

هن واقعي جو رهسيه ڀاردواج جهٽ ۾ سمجهي ورتو ۽ ٻڌ جي سرڻ ورتائين.

هن اُپديش ۾ ٻڌ ڀڳوان ڪيتيءَ جي منع نه ڪئي آهي.

هنڌ ملن ٿا. ٻڌ ڀڳوان جي هن اُپديش جي پوئواري ڪرڻ سان، سنڌس سنگهه جن سماج ۾ ڏاڍو پيار ۽ مانُ قبول پوڻ جهڙو) ٿي ويو ۽ سيني ماڻهن تي سنڌس پرڀاءُ پوڻ لڳو.
چوٿين اڌ ياڳ ۾ اسين ڇٽي آيا آهيون تہ پاڻ ۾ جهيڙا ڪندڙن کي ڏسي ڪري ٻوڌ ڌرم ۾ وڌراڳہ اُٿڻ ٿيو. اهي جهگڙا راڄ ستا جي وسيلي مٽائڻ محال هوا. ڇوجو جيسين ماڻهن ۾ هنساتمڪ (هنسا واري) ٻڌي آهي تيسين سماج جا جهيڙا جهٽا ختم نہ ٿيڻا آهن. انهيءَ ڪري راڄ ستا کان دور ٿي، منش جاتيءَ جي مڪتيءَ جي ڳولا ڪرڻ لاءِ ٻوڌ ڌرم سنڌ ۾ ٻڌو. ست سال تپسيائن جا خوب آزمودا وٺي پوءِ ڪيس مڌ يہ (وچولو) مارگ سڄهي آيو ۽ اهو مارگ سيني کي ٻڌائڻ لاءِ هن فيصلو ڪيو. انهيءَ مراد سان ڀڳوان ٻڌ پنهنجو سنگهه برپا ڪيو. تنهنڪري انهيءَ ۾ عجب ڪونهي تہ ٻين سنگهن جي مقابلي ۾ ٻڌ شرمڻ جنتا جو ڏک سک وڌيڪ سوچيندا هوا.

## آڌياتمڪ ڪيٽيءَ جي ضرورت

سماج ۾ ڪيتي، واپار ۽ ٻيا ڌنڌا هلن چلن ٿا. پر جي جنتا ۾ سنگهٺن نہ آهي تہ انهن ڌنڌن مان لاڀ نٿو ٿئي. هڪ جو ڪمايل فصل ٻيو لامارو وجهي ڪٽي ويندو ۽ ڪنهن واپاريءَ کي ڪو نہ ڪو چور ڦري ويندو. هن ريت جي ڪنهن سماج ۾ اَنڌ ڌنڌ ڦهلجي ويو تہ سماج جي ماڻهن کي نهايت تڪليفون آڏو اينديون. اهو سنگهٺن يا ايڪتا شستر جي زور سان آڻي سگهجي ٿو پر اها

ٻڌايس تہ منهنجو راڄا اڄاتشترو انهن وَڄين تي حملو ڪرڻ وارو آهي. اهو ٻڌي ڀڳوان ڪيس چيو تہ ”جيسين منهنجن ٻڌايل ستن نيمن تي وَڄي قوم وارا قائم رهندا تيسين ڪير بہ سندن وارو ڏنگو نہ ڪري سگهندو.“ وَسڪار براهمڻ جي موڪلائي وڃڻ ڪانپوءِ ٻڌ ڀڳوان پنهنجي ڀڪشو سنگهہ کي سڏي چوي ٿو تہ ”هي ڀڪشوئو، آءٌ توهانکي واڌاري جا ست سريشٽ نيم ٻڌايان ٿو. (١) جيسين ڀڪشو ڀاٽيءَ ڪٺين ڀيرا ملندا رهندا تيسين واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نہ ٿيندي. (٢) جيسين ڀڪشو هڪ راءِ سان گڏ ٿيندا ۽ هڪ من سان سنگهہ جي ڪمن تي ويچار ڪري اُٿندا، تيسين ڀڪشن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نہ ٿيندي. (٣) جيسين سنگهہ جي ٻنايل نيمن بابت ڀڪشو ائين چوندا تہ اهي سنگهہ جا ٻنايل آهن ۽ جيسين سنگهہ جا ٻنايل نيم هو نہ ٽوڙيندا، نيمن جو رهسيہ سمجهي ڪري انهيءَ اُنوسار پالن ڪندا، تيسين ڀڪشن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نہ ٿيندي. (۴) جيسين ڀڪشو وڏن ۽ سيلوان نيتائن کي مان ڏيندا (٥) جيسين ڀڪشو رکي ڀڙڪو ڪائيندڙ ترشنا جي وس نہ ايندا (٦) جيسين ڀڪشن کي ايڪانت واس پيارو لڳندو (٧) جيسين نہ آيل سڄان برهمچاري سنگهہ ۾ اچن ۽ آيل سڄان براهمچاري سنگهہ ۾ سکيا رهن تن لاءِ ڀڪشو سدائين سڄاڳ رهندا، تيسين ڀشڪن جو واڌارو ٿيندو رهندو- هاڃي نہ ٿيندي.“

سيندس اُپديش جو نچوڙ اهو ئي آهي ته جي انهيءَ ڪيتيءَ کي نيتيءَ جي پٺتي نه حاصل ٿيندي ته سماج کي سک بدران ڏک ئي حاصل ٿيندو. هڪ جي ڪمايل ٻنيءَ جو ٻيو اچي فصل ڪٽي ته ڪيتي ڪير ڪندو ۽ سماج ۾ اونده انڌوڪار مچي ويندو. انهيءَ ڪري ٻهراٺين ته سيني جي پلي ڪاتر اَهنسا تمڪ ٿيڻ گهرجي. انهيءَ مانسڪ ڪيتي ڪيڙڻ بنا وهنواري ڪيتي بيڪار ثابت ٿيندي.

اهو محسوس ڪري ٻڌ پگوان پنهنجي سنگهه کي سماج ۾ نيتي آڻڻ لاءِ سجاڳ ڪيو. انهيءَ ڪري ئي اهو سنگهه نديو هوندي به جلد ئي وقت اندر جنتا ۾ پيارو ٿي ويو ۽ پنهنجي پرشارت سان ٻين شرمڻ سنگهن کان اڳتي وڌي ويو.

## سنگهه جو سنگهٽن

سنگهه کي ڪارائتو بنائڻ لاءِ پگوان ٻڌ نهايت ساوڌان رهيو. سنگهه جي رچنا اهڙيءَ طرح رچيائين جيئن ڪانئس پوءِ اُن اندر ايڪتا قائم رهي ۽ سنگهه دوران اَلڪ بنا جَنَ سيوا ٿيندي رهي. وَجين جي پرجا تنتر راڄن ۾ سنڌن نيتا گڏ ٿي ڪري ويچارن جي ڏي وٺ ڪندا هوا ۽ هڪ ٻئي جي پلي خاطر نيم بنائيندا هوا. مهاپر نرواڻ ست جي آرنڀ ۾ آيل ليڪن مان سمجهجي ٿو ته ساڳيءَ طرح، ڪجهه ڦيرڦار ڪري، ٻڌ پگوان اهڙا نيم پنهنجي ڀڪشو سنگهه ۾ چالو ڪيا هوندا.

هڪ ڀيري وَسڪار براهمڻ ٻڌ پگوان وٽ وڃي ڪري

ڪنيا يا ساڌارن وهار آڌائي ڪري انهيءَ ۾ رهن ۽ اهڙي ڪم لاءِ پنهنجي هٿين زمين کوٽڻ يا کوٽائڻ پاپڪاري نه هو. پر اهو نيم ماڻهن کي راضي ڪرڻ لاءِ بڻائڻو پيو هو. اڪثري سڀ شرمڻ اها خبرداري رکندا هوا ته جيئن ننڍڙن وڏڙن جيئن جو ناس نه ٿئي. رات جو ڏيئو به نه ٻاريندا هوا. سبب جو ڏيئي مٿان جيئن جو اچي ڪرڻ ممڪن هو ۽ اهڙي سنيال وڻڻ تي ماڻهو هريل هوا. اهڙي حالت ۾ ڪو شرمڻ کوڏر کڻي ٻاڻ زمين کوٽڻ لڳندو هو ته رواجي ماڻهن جي دل ۾ چوٽ لڳڻ سياويڪ هو. ماڻهن سان بحث مباحثو ڪرڻ ۽ سندن نقط نظر بدلڻ جي ضرورت ٻڌ ڀڳوان محسوس نه ڪئي. سندس خيال موجب تپسيائن ۾ اجايو وقت نه وڃائي ڪري، جنتا کي ڌرم جو اُپديش ڏيڻ لاءِ ڌيان ڌواران چت کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ ڀڪشن کي وقت ملي، ته سنگهه جو ڪارج پورو ٿيندو. انهيءَ ڪري سمجهائين ته جيڪي رواج رسمون نقصانڪار نه آهن سي سنگهه ۾ قائم رهڻ سان ڪابه هاڃي نه ٿيندي.

## ڀڪشو سنگهه جي سادگي

ڀڳوان ٻڌ کي ٻين سنگهن جون تپسيائون پسند نه هيون، پر هو انهيءَ بابت نهايت خبردار هو ته سنگهه جا ڀڪشو بلڪل سادگيءَ سان رهن. جيڪڏهن ڀڪشو مالڪ (परिग्रही) ٿيندا ته ملڪيت رکي چوطرف وڃي کهڙو پرچار ڪري سگهندا؟ "سامنج ڦل سُت" ۾

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي نيم - سنگهہ هڪ جڳهہ تي گڏ ٿيئي، هڪ مت سان سنگهہ فيصلا ڪري، بدن ۽ سيلوان ڀڪشن جو مان ڪري وغيرہ نيم جي ’ونيہ پٽڪ‘ ۾ ملن ٿا - سي ٻڌ ڀڳوان وَچين جي پوجا تنتر راج ۾ چالو ڏسي سنگهہ ۾ داخل ڪيا۔

## سنگهہ جا ڪي نيم لوڪن جي رواجن مان ورتا ويا

پر راڄن جي حڪومتن جا سڀ نيم سنگهہ ۾ داخل ڪرڻ ممڪن نہ هو۔ سنگهہ ۾ ڪو ڀڪشو اپراڌ ڪندو هو، تہ گهٽي ۾ گهٽي سزا اها هئي تہ ڪيس سنگهہ مان ڪيس نيڪالي ڏني وڃي۔ انهيءَ کان وڌيڪ ڪا سخت سزا نہ هئي۔ سبب جو سنگهہ جا سڀ نيم اهنسا تي ٻيٺل هوا۔ سندن ڪيترا نيم تہ فقط چالو رسم رواج مان ورتا ويا هوا۔ مثلا هيٺيان نيم ڏسو -

ٻڌ ڀڳوان آلوي (आलवी) جي اَگالوُ (अग्गालव) چيتيہ* (चेतिय) ۾ رهندو هو۔ تنهن وقت آلوڪ ڀڪشو جڳهہ ٺاهڻ لاءِ زمين کوٽائي رهيو هو۔ مٿس ماڻهو ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ لڳا۔ جڏهن ڀڳوان کي خبر پيئي تہ هن ڪم جي منع ڪري، ڀڪشن لاءِ اهو نيم بنايائين تہ، جو ڀڪشو زمين کوٽي يا کوٽائي، تنهنکي پاچتيہ ٿئي ٿو، يعني سندس چت§ ايڪاگر نٿو رهي۔

ڀڪشن کي ٻڌ ڀڳوان ايتري آگيا ڏيئي ڇڏي تہ ڇوٽي

---

*ڀڪشن جي رهڻ جي مٺ

§ڏسو ”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“، صفحہ ٩٧

جو ڪين وجهه ملي ويندو هو. سو روڪڻ لاء ڪيترا پيا نيم ناهڻا پيا، جن جي سکيا ڪافي وڌي ويئي.

"ونيه پٽڪ" ۾ ڀڪشو سنگهه لاء ڇا نہ ڪجي تنهن بابت نيم ڏنل آهن. انهنکي "پاتي موک" (पातिमोक्ख) چوندا آهن. انهن مان ٻہ انيمت (نيم کان ٻاهر) ۽ ٧٥ سيکيہ (सेखिय) يعني ڪاڌي پيتي، اُٿڻ وهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ وغيره ۾ سيکيا جا نيم هوا. اهي ڇڏي ڪري باقي ١٥٠ نيمن کي اشوڪ جي وقت ۾ "پاتي موک" ڪري چوندا هوا. تنهن کان اڳ اهي سڀ نيم ٺهيا نہ هوا ۽ جيڪي ٺهي چڪا، تن مان بنيادي نيم ڇڏي ڪري، باقي پيا بدلائڻ جو حق سنگهه کي هو. پر نرواڻ کان اڳ ڀڳوان ٻڌ، آنند کي ڪوتائي چيو، "هي آنند، جي سنگهه جي اڇا هجي تہ منهنجي مرتيوء کانپوء رواجي نيمن کي ڇڏي ڏئي."

انهي مان صاف معلوم ٿئي ٿو تہ ننڍا يا معمولي نيم ڇڏي ڏيڻ يا ديس ڪال موجب رواجي نيمن ۾ هير ڦير ڪرڻ جي اختياري ٻڌ ڀڳوان سنگهه کي پوري ڏني هئي.

## ڏيهہ لاء ضروري شين بابت خبرداري

ڀڪشن لاء ضروري شين ۾ اَن، اجهو، لٽو ۽ دوا. اهي چار شيون هيون. ڀڳوان جو چوڻ هو تہ اهي شيون "پاتموک" جي نيمن موجب ڪم آڻيندي بہ ڀڪشن کي

ٻڌ ڀڳوان اجاتشترو راجا کي چوي ٿو:

सेय्यथापि महाराज पक्खी सकुणो येन येनेव डेत सपतभारो वडेति। एवमेव महाराज भिक्खु संतुट्ठो होति, कायपरिहारिकेन चीवरेन, कुच्छि परिहारिकेन पिण्डपातेन। सो येन येनेव पक्कमति समादायेव पक्कमति।

ارٿات هي مهاراج، ڪو پکي ڪنهن به طرف اڏامي ٿو ته پنهنجن کنڀن سوڌو ئي ان طرف اڏامي ٿو، اهڙيطرح هي مهاراج، ڀڪشو ته ديهه لاءِ ضروري پوشاڪ ۽ پيٽ لاءِ ضروري اَن (ڀکيا) تي راضي رهي ٿو. هو جيڏانهن وڃي ٿو تيڏانهن پنهنجو سارو سامان کڻي وڃي ٿو."

اهڙي ڀڪشوءَ وٽ گهٽي ۾ گهٽو هيٺيون اٺ شيون هيٺ لکيل گاٿا ۾ ٻڌايل آهن:

तिचीवरं च पत्तो च वासिसूचि च बंधन।
परिस्सावनेन अट्ठेते युतयोगस्स भिक्खुनो॥

اَرٿات: "ٽي ڪپڙا، پاتر (ٿانو)، واسي (ننڍڙي کهاڙي) سئي، ڪمربند، پاڻي ڇاڻڻ جو ڪپڙو - اهي اٺ شيون جوڳي ڀڪشوءَ لاءِ ڪافي آهن."

## رهڻيءَ جا نيم

ٻڌ ڀڳوان جو اهو اپديش هو ته ڀڪشو انهيءَ ريت بلڪل سادگيءَ سان رهن. پر منش جو سڀاءُ اهڙو آهي جو ڪي ڀڪشو اهي شيون وٺندي به نيمن جو اُلنگهن ڪندا هئا. مثلاً ٽن ڪپڙن کان وڌيڪ رکندا هوا، مٽي يا لوهي جي ٿانون رکڻ بدران ٽامي يا پتل جو ٿانو وٺندا هوا ۽ ڪپڙا به وڏا پورا پهريندا هوا. ائين ملڪيت وڌائڻ

صحت حاصل ڪرڻ لاءِ ئي ڪم ۾ آڻيان ٿو.“*

## سنگهه ۾ قوت آڻڻ لاءِ ديودت جي ڪوشش

سنگهه ۾ مترتا ۽ سرلتا جو ڀاو رهي، تنهن بابت ٻڌ ڀڳوان نهايت خبردار هو. پر منش جو سڀاءُ اهڙو عجيب آهي جو ماڻهن جي ميڙ اندر مت ڀيد پيدا ٿين ٿا ۽ جدا طرف ٿين ٿا تنهنجو مکيه ڪارڻ آهي ايمان ۽ سندس پنڀيان اگيان. انسان ڀلي ڪيتري به سادگيءَ سان رهي، پر جي اڳوان ٿيڻ جي خواهش اٿس ته ٻين جي گڻن کي اوگڻ جاڻائي ڪري، پنهنجي سرخروي ڪرڻ بنا نه رهي سگهندو. انهيءَ جي جار ۾ ڪو اگياني ڦاسي پوي ٿو ته هو سولائيءَ سان ڪو خاص پنٿ يا ٽولو ٺاهي وٺي ٿو.

ٻڌن جي سنگهه ۾ هن نموني جو ڀڃڻ يڪشو ديودت هو. شاڪيه ڪل جو ۽ ٻڌ جو رشتيدار به هو. ڀڳوان کي پرارٿنا ڪيائين ته سنگهه جو مکيه پڻو مونکي سؤنپيو وڃي. پر ڀڳوان سندس ڳالهه نه ٻڌي، جنهنڪري ٻڌ کي مارائڻ لاءِ هن راجا اجاتشتروءَ جي مدد سان ڪي خوني اماڻيا. پر ڀڳوان جو خون ڪرڻ بدران هو مرڳو سندس شش وڃي ٿيا. تڏهن وري گرڌڪوٽ پهاڙ تان هڪ شاهي ڇپ ڀڳوان مٿان ڪيرايائين، ڀر ڇپ جي

* هن ريت ديهه لاءِ ضروري چئن شين جو خبرداريءَ سان پريوگ، تنهنکي پنڇويکڻ (पच्चवेक्खण) چوندا آهن ۽ اها ريت اڄ تائين چالو آهي.

سنڀالي رهڻ گهرجي. ڪپڙي پهرڻ وقت ڀڪشوءَ کي چوڻو پوندو هو ته ”پوريءَ طرح سوچي ڪري هي ڪپڙو ڪم آڻيان ٿو.“ چوڻ جو مطلب اهوئي هو ته آءٌ فقط سردي، گرمي، مڇرن، مکين، هوا، اُس کان بچاءَ طور پهريان ٿو ۽ اندرين جي رکيا لاءِ پهريان ٿو.“

پوڄن کائڻ مهل کيس چوڻو پوندو هو ته، ”پوري طرح سوچي ڪري هي پوڄن ڪريان ٿو.“ انهيءَ جو مطلب اهو نه هو ته، ”منهنجو سرير راند روند واسطي رشت پشت رهي، ۽ سينگاريل هجي. بلڪ اهائي مراد اٿم ته سرير جي سنڀال ٿئي، تڪليف نه رهي ۽ برهمچريه جي پالن ۾ مدد ملي. هن ريت بک جي پراڻي سوُر کي آءٌ ناس ڪري سگهندس ۽ وڌيڪ کائي ڪري نوان سور نه پيدا ڪندس. هن ڪري منهنجي سرير جي جاترا ٿي سگهندي، غلطفهمي نه ٿيندي، ۽ جيون سکڪاري ٿيندو.“

اجهي جو استعمال ڪندي کيس چوڻو پوندو هو ته، ”آءٌ پوري طرح سوچي ڪري هي اَجهو ڪم آڻيان ٿو. منهنجي اهائي مراد آهي ته سردي، گرمي، مڇرن، مکين، هوا، اُس، نانگ بلا وغيره جي ڪري تڪليف نه ٿئي ۽ ايڪانت ۾ رهي سگهان.“

دوائن جي استعمال وقت کيس چوڻو پوندو هو ته، ”آءٌ پوريءَ طرح سوچي ڪري هنن دوائن جو استعمال ڪريان ٿو. اهي دوائون فقط بيماري دور ڪرڻ لاءِ ۽

ديودت کي ۵۰۰ ڄڻن لاءِ پوڄن موڪلي ڏيندو هو. ڪن ڀڪشن اها ڳالھ ڀڳوان سان ڪئي. ڀڳوان چيو ته 'هي ڀڪشوئو، توهين ديودت جي لاڀ ۽ آدرستڪار جو حسد نہ ڪريو. انهيءَ لاڀ مان ديودت جي هاڃي ئي ٿيڻي آهي، ڀلو نہ ٿيڻو آهي.''

انهيءَ ڪانسواءِ ديودت بابت هيٺيون گاٿا (ڪوتا) ٻن هنڌ اُچي ٿي:

फलं वे कदलिं हन्ति फलं वेळुं फलं नळं !
सक्कारो कापुरिसं हन्ति गब्भो अस्सतरिं यथा ॥*

اَرٿات: ”ڦل ڪيلي جي جھاڙ کي ناس ڪري ٿو. ڦل بانس ۽ نل (ٻانس جھڙو وڻ) جي وڻن کي ناس ڪري ٿو. خچريءَ جو گرڀ خچريءَ کي ناس ڪري ٿو. ساڳيءَ طرح آدرستڪار دُرجن کي ناس ڪري ٿو.“

انهيءَ مان اَنومان ڪيو وڃي ٿو تہ پد حاصل ڪرڻ لاءِ ديودت ڪيترن اجاتشتروءَ جي مدد وٺي رهيو هو. اجاتشتروءَ پنهنجي پتا کي مارائي راڄ گدي هٿ ڪئي. تڏهن بہ ديودت سندس دوستي نہ ڇڏي، بلڪ سندس مدد سان سنگھہ ۾ ڦوٽ آڻي ڪئين ڀڪشن کي پاڻ ڏي ڪري ورتو. اهي سڀ ڪارناما ڀڳوان ٻڌ کي ناپسند هجن تہ ڪھڙو عجب؟ پر ديودت جيڪا اها ڦوٽ سنگھہ ۾ وڌي سا سنگھہ لاءِ هاڃيڪار نہ ٿي ۽ انهيءَ

* ”سنيت نڪاي“ ٢، صفحو ٢٤١ ۽ ”اَنگوتر نڪاي“ ڀاڱو ٢، صفحو ٧٣

هڪ ٽڪر ڀڳوان جي فقط ڀيرن کي ضربيو. جڏهن ڀير
نيڪ ٿيس ۽ ڀڳوان ٻڪيا جي ڏوري تي راجگرھ ۾ وري
نڪتو تڏهن مٿس هڪ مست هاٿي ناڪري ڇيڙيائين.
پر هن هاٿيءَ ڀڳوان جي ڀيرن جي ڌوڙ ڪڍي پنهنجي
مستڪ تي رکي ۽ پوءِ سانت ۾ پنهنجي ٿاڻي تي هليو
ويو. هن ريت جڏهن سندس سڀ سازشون بيڪار
ثابت ٿيون تڏهن ڀڳوان کي پرارٿنا ڪيائين ته سنگهہ ۾
ڀڪشيائن لاءِ ڪنور نيم بنايا وڃن. پر ڀڳوان سندس اها
ڳالهه به نه مڃي. تڏهن سنگهہ ۾ ڦوٽ وجهي کي ڀڪشو
ساڻ ڪري هو گيا ڏي هليو ويو.

ديودت جي اها ڪٿا وستار سان ”چل وڳ“ ۾ آيل
آهي.* پر منجهس اتهاسڪ سچ بلڪل گهٽ نظر اچي ٿو.
ڇوجو جيڪڏهن ديودت آهڙو دشت هو جو ڀڳوان جو خون
ڪرڻ لاءِ تيار هو، ته سنگهہ ۾ ڦوٽ آڻي ڪن ڀڪشن
کي پنهنجو چيلو بنائڻ سندس لاءِ ڏاڍو ڏکيو ٿئي ها.

”لاڀستڪارسنيت“ (लाभसत्कारसंयुत्त) جي چئيهين سٽ
مان لڳي ٿو ته جڏهن اجاتشترو اڃا يوراج هو تڏهن
ديودت جو متر ٿي ويو هو ۽ تڏهن کان وٺي نيتا ٿيڻ
لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳو. سٽ جو ٿاتپرج هن ريت آهي:

”ٻڌ ڀڳوان راجگرھ جي ويلوُ بن ۾ رهندو هو. تنهن
وقت راجڪمار اجاتشترو پاڻ سان ۵۰۰ رٿون وٺي ڪري
صبح سانجهيءَ ديودت وٽ درشن لاءِ ويندو هو ۽

*ڏسو ”ٻڌ - ليلا - سار - سنگرھ“، صفحه ۱۷۹-۱۸۸

ڪندڙ ڀڪشن کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ نه سندن آڌرستڪار ڪيو ۽ نه کين ڀڪيا ڏياري. انهيءَ ڪري انهن ڀڪشن جو مزاج نيڪ ٿي پيو ۽ هو شراوستيءَ ڏي ويا. تڏهن جهيڙا لاهڻ لاءِ ڀڳوان کي نيم ٺاهيا ۽ اُپالي ۽ ٻين ڀڪشن کان اهي جهيڙا طئه ڪرايائين.*

”مجهم نڪايه“ جي اُپڪليس ست (उपक्किलेस सुत) نمبر ١٢٨ ۾ مهاوڳ جي ڪٿائن مان ڪيترين ڪٿائون اَچي وڃن ٿيون، پر منجهس ديرگهايو جي ڪٿا نه آهي ۽ اُنهيءَ ست جي سماپتي پراچين ونس داو ٻن ۾ ٿئي ٿي.

پارليئڪ ٻن ۾ ڀڳوان ٻڌ جو وڃڻ، سو پارولييڪ ست ۾ نه، پر ”اُدان وڳ“ ۾ ڏنو ويو آهي.

”ڪوسمبيه ست“ ۾ وري انهيءَ کان نراليون ڳالهيون ڏنل آهن. انهن جو تاتپرج هن ريت آهي:

ڀڳوان ٻڌ ڪؤشامبيءَ جي گهوشتارام (घोषितााराम) ۾ رهندڙ هو. تنهن وقت ڪؤشامبيءَ جا ڀڪشو پاڻ ۾ جهڳڙا پيا ڪندا هوا. جڏهن ڀڳوان کي خبر پيئي تڏهن انهن ڀڪشن کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ چيائين ته، ”هي ڀڪشوئو، جي توهين پاڻ ۾ جهڙا ڪندا رهندا، ته اِئين ممڪن آهي ته توهانجي ڪايا، واچا ۽ من جا ڪرم هڪ ٻئي لاءِ مترتا جا ٿي سگهندا؟“

جواب ڏنائون ته ”نه ٿي سگهندا.“

”جي نه ته پوءِ پاڻ ۾ جهيڙا ڇا لاءِ ٿا ڪريو؟ هن نموني

---

*”ٻوڌ سنگهاچا پرچيه“، صفحه ٣٧-٤٣

مصيبت مان سنگهہ صحيح سلامت پار لنگهي پيو.*

## ٻڪشو سنگهہ ۾ هڪ ٻيو بہ جهڳڙو

سنگهہ اندر ٻيو بہ هڪ معمولي جهڳڙو ڪؤشامبيءَ ۾ ٿيو هو. انهيءَ جو وستار سان بيان مهاوڳ ۾ ملي ٿو. مهاوڳ جي لکندڙ يا لکندڙن هن ڪٿا جي رچنا اُهڙي ڪئي آهي جو ٻين اُهڙن موقعن تي بہ ڪم اچي سگهي. ڪٿا جو تاتپرج هي آهي:

ٻن ودوان ڀڪشن وچ ۾ ننڍڙا جي هڪ خسيس نيم بابت مٿڀيد ۽ جهيڙو ٿي پيو. تڏهن ٻڌوان کين ديرگهايو (दीर्घायु) جي ڪٿا ٻڌائي. پر ٻنهيءَ بہ باز نہ آيا. منجهائن هڪ چڙهي چيو تہ، "سائين، توهين ماٺ ۾ رهو. اسين هن جهيڙي کي پاڻ ئي نبيريندا سين." سندس جا من خراب ٿيل ڏسي، ٻڌوان ٻڌ ڪؤشامبيءَ کان پراچين ونس داو (वंसदाव) جي ٻغيچي ڏي هليو ويو. اُتي اُنرڌ (अनुरुद्ध)، نندي (नंदिय) ۽ ڪمبل (किम्बिल) نالي ٽي ڀڪشو رهندا هوا. سندن پاڻ ۾ ميل ميلاپ ڏسي ڪري ٻڌوان سندن ساک ڪئي ۽ اُتان ٿي ٻڌوان پارليبڪ (पारिलेय्यक) باغ ڏي ويو. تنهن سمي هاٿين جي ٽولي جو هڪ اڳوان هاٿي پنهنجي ٽولي مان ڪڪ ٿي ڪري ٻن ۾ اڪيلي سر رهندو هو. هن هاٿيءَ ٻڌ جو سواگت ڪيو. اُتي ڪجھ وقت ڪاٽي ٻڌوان شراوستي هليو ويو.

هيڏانهن ڪؤشامبيءَ جي اُپاسڪن (ٻڳتن) جهيڙي

---

*ڏسو "ٻڌ ـ ليلا ـ سار ـ سنگرهہ"، صفحہ ۱۸۷ـ۱۸۸

هڪڙي ڀيري ڀڳوان ڪؤشامبيءَ جي گهوشت آرام ۾ رهندو هو. تڏهن ڇرنهيو آنند وٽس وڃي ڪري سندس پرسان ويٺو. ڀڳوان کيس ڏسي چيو ته "آنند، فلاڻو جهيڙو لهي ويو؟"

آنند - ڀڳونت (پدنت) جهڳڙو ڪيئن لهي؟ آنرڌ جو شش باهيه ته پاڻ سنگهه ۾ قوت آڻڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺو آهي. آنرڌ کيس به اکر به نٿو چوي."

ڀڳوان - پر سنگهه ۾ جهڳڙن کي طيءِ ڪرڻ جو ڪم ڪڏهن آنرڌ ڪيو به آهي؟ ساريپت - موگلان ۽ تون اهو جهيڙو نٿا نپٽائي سگهو؟"

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته باهيه جي ڪري اهو جهيڙو وڌي ويو هو ۽ اهو ختم ڪرڻ لاءِ خود ڀڳوان کي ڪوشش ڪرڻي پيئي. انهن ڀڪشن جي سڀا مان ڀڳوان پڌ پاڻي ڪري ڪجهه وقت دور ٿي ويو هجي، پر اهو جهڳڙو ته ڪوشامبيءَ ۾ ئي ختم ٿي ويو هو. ائين سمجهجي ٿو ته اهڙن موقعن تي ته جهيڙو ڪندڙ ڀڪشن کي باز آڻڻ لاءِ ٻيا ڀڪشو سندن بهشڪار ڪندا هوا ۽ ڪيئن به ڪري جهيڙو مٽائيندا هوا، اهو ڏيکارڻ لاءِ مهاوگاڪار هيءَ ڪهاڻي ٺهائي آهي. پر اهڙن معمولي جهڳڙن ڪري سنگهه تي ڪو خاص برو اثر پوندو هو سو بلڪل ناممڪن هو.

## ڀڪشڻي سنگهه جي استاپنا

ڀڪشڻين لاءِ سنگهه ڪيئن برپا ٿيو تنهن بابت جيڪي

جا جهيڙا ته توهان لاءِ هميشه هاڃيڪار ۽ ڏکدائڪ ٿي
ٿيندا."

وري ڀڳوان کين چيو ته، "هي ڇهه ڳالهيون جهيڙن
کي مٽائي ڪري سنگهن ۾ ڀاڻپ ايڪتا آڻڻ جهڙيون
آهن. انهيءَ ڪري اهي ياد رکندا. (١) مترتا جا سرير
سان ڪم (٢) مترتا جا واڻيءَ سان ڪرم (٣) مترتا جا مَن
سان ڪرم (٤) اُپاسڪن کي مليل دان ڀڪو ڪري سڀني
۾ هڪ طرح ورهائڻ (٥) پنهنجي چرتر ۾ ڪو به ڀڱ نه
وجهڻ (٦) آريه (اُتم) شراوڪ (ٻڌندڙ) کي جا سوڀيا
ڏئي اُها صحيح درشٽي رکڻ."

انهيءَ صحيح درشٽيءَ بابت ڀڳوان خوب سوچ ويچار
ڪيو آهي. انهيءَ بابت وستار سان. هت لکڻ جي ضرورت
نه آهي. اُپديش جي آخر ۾ انهن ڀڪشن ڀڳوان جي وياکياڻ
جي ڏاڍي تعريف ڪئي.

انهيءَ مان اهو اُنومان نڪري ٿو ته هيءَ ڳالهه اِتي ئي
ختم ٿي، نه ته اهي ڀڪشو ڀڳوان جي وياکياڻ جي تعريف
ڇو ڪن ها؟ "مهاوڳ" ۽ "اُپڪليس ست" ۾ ڀڪشن
جي تعريف بابت ڪجهه به لکيل نه آهي. اُتي اِئين ڏيکاريل
آهي ته اهي ڀڪشو جهيڙا ڪندا رهيا جنهن سبب ڪڪ
ٿي ڪري ڀڳوان اُتان پراچين ونس داو بن ڏي هليو ويو.
انهن ٻن بيانن وچ ۾ ميل ڪيئن آڻجي؟

"انگوتر نڪايه" جي چتڪ نپات (चतुक्कनिपात) جي
٢٤١ ست ۾ هيٺيون لکيل ڳالهيون اچن ٿيون.

قل* پراپت ڪرڻ ممڪن نہ آهي؟" تڏهن ڀڳوان جواب ڏنو تہ، "ها، ممڪن آهي." تہ آنند چيو تہ، "جي ائين آهي تہ جنهن ماسيءَ ماتا ٻدران ڀڳوان کي نپائي وڏو ڪيو، تنهن جي پرارٿنا قبول ڪري ڀڳوان استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا ڪري."

ڀڳوان چيو تہ، "جي مهاپرجاپتي گؤتمي اٺ اُتردايتو (उत्तरदायित्व) پورڻ نيم يعني اٺ مکيہ ڌرم سويڪار ڪري تہ استرين کي سنياس وٺڻ جي صلاح ڏيندس. اهي آهن: (۱) ڀڪشڻي چاهي سنگهہ ۾ ڪيترا ٻہ سال رهي هجي تہ بہ سيني ڀڪشن، نئين توڙي وڏن کي، پرنام ڪري. (۲) جنهن ڳوٺ ۾ ڀڪشو نہ هجي اُتي ڀڪشڻي نہ رهي (۳) هرهڪ پکواري (ٻن هفتن) ۾ اُپوسٿ (اُپواس) کهڙي ڏينهن آهي ۽ ڌرم اُپديش ڪڏهن ٻڌڻو آهي، اهي ٻہ ڳالهيون ڀڪشڻيون ڀڪشو سنگهہ کان پڇن (۴) چؤماسي کانپوءِ ڀڪشڻيءَ کي ڀڪشو سنگهہ ۽ ڀڪشڻي سنگهہ کي پروارڻا (प्रवारणा)§ ڪرڻ کپي (۵) جنهن ڀڪشڻيءَ کان سنگهہ جي نيمن جي ڀڃڪري ٿي هجي، تنهن ڀڪشڻيءَ کي ٻنهي سنگهن کان پندرهن ڏينهن جي مانت (मानत्त)† وٺڻ گهرجي (٦) جنهن ٻہ سال اُپياس ڪيو

*انهن چئن ڦلن بابت سمجهاڻي هن آڌياءَ ۾ هيٺ ڏنل آهي

§پنهنجا دوش ٻڌائڻ لاءِ سيني کي پرارٿنا ڪرڻ. ڏسو "ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ"، صفحہ ۲۴-۲٦

†سنگهہ جي سنتوش لاءِ وهار کان ٻاهر پندرهن راتيون ڪاٽڻ

چل وڳ (चुल्लवग्ग) ۾ لکيل آهي، تنهن جو ترجمو هن ريت آهي:

ٻڌ ڀڳوان ڪپلوستوءَ جي نگروڌ آرام ۾ رهندو هو. تڏهن مهاپرجا پتي گوتميءَ ڀڳوان کي وڃي چيو ته، ”ڀڳونت، توهين استرين کي پنهنجي سمپرداءِ (پنٿ) ۾ سنياس وٺڻ جي آگيا ڪريو.“ اها پرارٿنا ڀڳوان ٽي ڀيرا اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي ۽ آتان هو ويشالي ڏي هليو ويو. مهاپرجاپتي گوتميءَ پنهنجو مٿو منڊائي (وار لاهي) ڪري، ٻيون استريون ساڻ ڪري، ڀڳوان جي پٺ وٺي ويشالي ويئي. پڌ جاترا ڪري سندس پير سڄي پيا هوا، سر ير ڌوڙ ۾ ميرو ٿي ويو هو ۽ منهن جي چهري تي اداسائي ڇانئجي ويئي هئي. کيس ڏسي ڪري آنند ڪارڻ اداسائي جو سبب پڇيو. جواب ڏنائين ته، ”ٻڌ ڀڳوان پنهنجي سمپرداءِ ۾ استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا نٿو ڏئي، انهيڪري آءٌ مايوس آهيان.“ سو ٻڌي آنند ڀڳوان وٽ ويو ۽ پرارٿنا ڪيائين ته استرين کي سنياس وٺڻ جي آگيا ڪريو. پر وري به ڀڳوان اها ڳالهه قبول نه ڪئي. تڏهن آنند چيو ته، ”ڀدنت، جو ڌرمي سمپرداءِ تٿاگت ٻڌايو آهي تنهن ۾ ڪنهن به استريءَ کي ڀڪشڻي ٿي ڪري سروت آپت ڦل (ڌرم جي سروت يعني وهڪ ۾ وهڻ جو ڦل)، سڪرداگامي ڦل (سنسار ۾ باقي هڪ ڀيرو جنم وٺڻ جو ڦل)، اناگامي ڦل (وري جنم نه وٺڻ جو ڦل) ۽ ارهت (مڪت ٿيڻ)

متاثر ٿي لاءِ نيم نئون بنائي.“*

هن واڪيہ موجب ٻڌ جا سيپيٺي نيم رچيا ويا آهن. ڀهرين تہ ڪو ڀڪشو اپراڌ يا ڀل ڪندو هو. جڏهن اها ڳالهہ ڀڳوان جي ڪنن تائين وڃي پهچندي هئي تڏهن هو ڀڪشو سنگهہ کي سڏي ڪو نيم ٺاهيندو هو. پوءِ جڏهن آزمودي مان ڏسبو هو تہ انهيءَ نيم جو نيڪ ڦالن نہ ٿيو ويو آهي، تہ نيم کي سڌاريندو هو.

پر مهاپرجاپتي گوتمي جي بابت اهو نيم ٺاهڻ جو نمونو ڇو ڪين اختيار ڪيو ويو؟ اهو عجيب لڳي ٿو تہ ڀڪشڻي سنگهہ ۾ ڪو دوش پيدا ٿئي تنهن کان اڳ انن نيمن جو بار مٿن ڏيو ويو وڃي. هن مان اهو انومان نڪري ٿو تہ سڀئي ساري اختياري پنهنجن هٿن ۾ سوگهي رکڻ لاءِ ڀڪشو سنگهہ اهي نيم پوءِ بنايا ۽ ونيہ ۽ انگوتر نڪايہ ۾ شامل ڪري ڇڏيا.

”ونيہ پٽڪ“ جي پيٺ ۾ ”ست پٽڪ“ وڌيڪ پراچين آهي. تڏهن بہ اُنھ ڪي ست پوءِ گڏيا ويا آهن ۽ شايد هي ست بہ انهن مان ٿي آهن. عيسي کان هڪ يا ٻہ سؤ سال اڳ، جڏهن مهايان پنٿ تيزيءَ سان ڦهلجي رهيو هو تڏهن اهي ست لکيا ويا هوندا. انهن ۾ سڌ ڌرم جو مطلب آهي استور وادي (स्थविर वादी) پنٿ. سُت رچيندڙ جيڪا اڳڪٿي ڪئي سا هيءَ تہ ڀڪشڻي سنگهہ جي برپا ٿيڻ ڪري اهو ڌرم ٥٠٠ سال زنده رهندو ۽ انهن

*”ٻوڌ سنگهاچا پرچيہ“، صفحہ ٥٢—٥٣

ھڇي اَھڙي اُپاسڪا کي ٻڌي سنگھ اُپسمپدا (उपसम्पदा) يعني مکيہ سھايڪ جو پد ڏين (٧) کھڙي بہ سبب ڀڪشڻي ڀڪشوءَ کي گارڪند نہ ڏئي (٨) ڀڪشو ڀڪشڻيءَ کي اُپديش ڏئي.“

اھي اَٺ نيم آنند وچي مھاپرجاپتي گؤتمي کي ٻڌايا ۽ ھن کي اھي پسند آيا. اھا ڪٿا ايسنائين ”اَنگوُتر نڪايہ“ جي اَنڪ نپاتہ ۾ بہ آھي. تنھن ڪانپوءِ ڀڳوان ٻڌ آنند کي چيو تہ، ”ھي آنند، اِستريءَ کي ھن ڌرم اَندر پرورجيا (سنياس) نہ ملي ھا تہ اھو ڌرم ھڪ ھزار سال قائم رھي ھا. پر ھاڻي جو اِستريءَ کي بہ اَڌڪار ڏنو ويو آھي تہ ھي ست ڌرم فقط ٥٠٠ سال جٽاءُ ڪندو.“

ھن ريت ونيہ ۽ اَنگوتر ۾ ساڳي ڳالھہ چيل آھي، پر چوڻو پوي ٿو تہ اھي اَٺ ڌرم پوءِ بنايا ويا آھن. سبب اھو آھي تہ ونيہ ڌرم جا نيم بنائڻ جو نمونو جو ٻڌ جو ھو سو ھن نموني جي اُلٽو ھو.

ٻڌ ڀڳوان ويرنجا (वेरंजा) ڳوٺ پرسان رھندو ھو. تنھن وقت ويرنجا ڳوٺ جي آس پاس ڏڪر ڪري ڀڪشن کي ڏاڍيون سختيون سھڻيون پيون. تڏھن ساريپت وچي ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي تہ ھاڻي ڀڪشن جي آچار ويچار لاءِ نيم ناھيو. ڀڳوان چيو تہ، ”ھي ساريپت، تون ڌيرج ڌر. تيستائين جاڻي ٿو تہ نيم ناھڻ جو ڪھڙو موقعو آھي. سنگھ ۾ جيسين پاپاچار نہ آيو آھي تيسين تٿاگت اھي

هٿان جو راهل کي شرط بنايو ويو سا ڪتا مهاوگ ۾ هن ريت آهي:

ڀڳوان ڪجھ وقت راجگرهہ ۾ رهي ڪري ڪپلوستو ويو. اُتي هو نگروڌ آرام ۾ رهيو. هڪڙي ڏينهن جڏهن هو شدودن جي مڪان پرسان بکيا لاءِ وڃي ڪري رهيو هو تہ راهل جي ماتا کيس ڏسي ورتو. تڏهن راهل کي چيائين تہ ”هي پٽ، هي تنهنجو پتاجي آهي. وٽس وڃ ۽ ڪائنس ورثي جو حصو گهر.“ ماءُ جي ڳالهہ ٻڌي ڪري راهل وڃي ڀڳوان جي پٺ ۾ بيٺو ۽ چيائينس تہ، ”هي شرمڻ، توهانجي ڇايا سکدايڪ آهي.“ ڀڳوان اتان هليو ويو. پر سندس پٺيان پنهنجو ورثو گهرندي راهل بہ هلندو رهيو. وهار ۾ پهچڻ ڪانپوءِ راهل کي پنهنجي ورثي جو حصو ڏيڻ لاءِ، ساريپت کي سڏائي ڪري، کيس شرمڻ بنايائين. سا ڳالهہ شدودن کي سٺي نہ لڳي. هن وڃي ٻڌ ڀڳوان کي سمجهايو تہ ننڍن ٻارن کي سنياس (پرورجيا) ڏيڻ سان سندن سنڀاليندڙن کي ڪيترو نہ ڏک ٿئي ٿو ۽ ڀڳوان کان اهو نيم بنايائين تہ صغيرن کي سنياس نہ ڏنو وڃي.

پر اها وارتا اتهاسڪ ڪسوٽيءَ تي بيهڪ نٿي کائي؛ هڪ تہ شدودن شاڪيہ ڪپلوستوءَ ۾ نہ رهندو هو، ٻيو تہ نگروڌ آرام ٻڌ جي ٻڍاپي ۾ ٺاراهيو ويو هو، جڏهن راهل صغير نہ هوندو. سو چوڻو پوي ٿو تہ هيءَ قصو ڪيترين صدين بعد ناهي گهڙي مهاوگ ۾ ٽنبيو ويو آهي.

ڪانپوءِ مهايان سمپردايه ڦهلجي ويندو. انهيءَ اڳڪٿيءَ مان ايترو ٿي ثابت ٿو ٿئي ته اهو سٽ ڀڳوان ٻڌ جي مهاپرنرواڻ کان ۵۰۰ سال پوءِ لکيو ويو هو.

پارت ورش ۾ ڀڪشڻي سنگهه جي آستاپنا جي ٻڌ ڀڳوان ٿي ڀرين ڪري ها ته ممڪن آهي ته انهن آنن ڏرم نيمن جي ڳڻت، توري ڪي گهٽي، اتهاس آندر ٿي سگهي ها. پر سچ پچ اها حالت نه هئي. جيئن ءِ ٻيا پنت ٻڌ سمپردايه کان هڪ يا ٻه صديون اڳ قائم ٿيا هوا ءِ انهن پنتن آندر ڀڪشن جا وڏا سنگهه هوا، جن ۾ ڪي ڀڪشڻيون چتر ءِ ودوان هيون. هن قسم جي خبر پالي ساهتيه ۾ ڪيترن هنڌ پوي ٿي. ساڳئي ڍنگ ٿي ٻڌن جي ڀڪشڻي سنگهه جي آستاپنا ڪئي ويئي هوندي. پرجا تنتر ءِ هڪ مهاراجا وارن راڄن ۾ استرين کي ڏاڍو مان ڏنو ويندو هو. انهيءَ ڪري ڀڪشڻي سنگهه جي رکيا لاءِ عجيب نيمن ٺاهڻ جي ضرورت نه هئي. اشوڪ ڪال کان پوءِ اها حالت بدلجي ويئي. هن ديس تي يَوَنن (यवन) ءِ شڪ قوم جا حملا ٿيا ءِ سماج ۾ استرين جو آستان ٽڪو ڪرندو رهيو ءِ سندن مان نه رهيو. اهڙي وقت استرين لاءِ آهڙا نيم ٺاهيا ويا هجن ته ڪو عجب ڪونهي.

## راهل جو شرڌڻ ٽيڻ

ڀڪشو سنگهه ءِ ڀڪشڻي سنگهه جي ٻرپا ٽيڻ ڪانپوءِ انير شرامڻن ءِ شرامڻين کي داخل ڪرڻو پيو. ٻڌ ڀڳوان

(اهي پرستاو روپي منتر آهن.)

ڀڳوان: (٣) من ۽ اندرين کي وڻندڙ ڪام ڀوڳہ تن جو تياڳہ ڪري، شردا سان گهر ڇڏي تون دک کي ختم ڪر.

(٤) ڪلياڻ ڪندڙ متون سان متراتا ڪر. تنهنجو نواس اهڙي ايڪانت ۾ هجي جتي گهڻو گوڙ شور نہ هجي. تون اَلپ آهاري (ٿورو کائيندڙ) ٿيءُ.

(٥) وستر، اَن، دوائن ۽ رهڻ جي جڳهہ جي ترشنا نہ ڪر ۽ پنر (وري) جنم پراپت نہ ڪر.

(٦) نيتيءَ جي نيمن موجب پنجن اندرين کي سنجم ۾ رک، سرير جي گهرجن کي ياد رک ۽ وئراڳہ ۾ پورن ٿي.

(٧) ڪام وڪارن سان گڏيل سڏيل وشين کي تياڳہ ڪر، چاهي سندن ڪارڻ شڀ هجي ۽ ايڪاگرتا ۽ سماڌي پراپت ڪرڻ جي ڀاونا رک، چاهي سندن ڪارڻ اَشڀ هجي.

(٨) نرواڻ جي ڀاونا رک ۽ اهنڪار ڇڏي ڏي. اهنڪار کي ناس ڪندين تہ تون شانتي پراپت ڪندين.

هن ريت انهن منترن دواران ڀڳوان ٻڌ راهل کي وري وري اُپديش ڏنو.

هن ست ۾ ڪل اٺ گاٿائون (منتر) آهن. اُنڪتاڪار جو چوڻ آهي تہ انهن مان نمبر (٢) گاٿا سا راهل جي آهي، ۽ باقي ٻيون ڀڳوان جون آهن. اُنڪتاڪار ائين

آمبلٽڪ راهلو واد ست (अम्बलट्ठिक राहुलो वाद सुत) جي اُنڪتا ۾ چيو ويو آهي تہ ٻڌ ڀڳوان جڏهن راهل کي شرمڻ جي ديڪشا (منتر اُپديش) ڏني تڏهن هو ستن ورهين جي عمر جو هو. اڄ ڏينهن تائين ٻڌ ڌرم وارا بہ اِها ڳالهہ مڃن ٿا. جيڪڏهن ائين مڃجي تہ راهل ڪمار جو جنم ٻوڌ يستو جي گهر ڇڏڻ وقت ٿيو، تہ شرمڻ جو منتر وٺڻ مهل راهل جي عمر ستن سالن جي هئي، سا ڳالهہ ٺيڪ نٿي ڪائي. سبب جو گهر تياڳ ڪرڻ کانپوءِ ٻوڌيستو ست سال تپسيائون ڪيون ۽ تنو ٻوڌ (ٻڌ پڻو) پراپت ڪرڻ کانپوءِ هن ٻهريون چؤماسو واراڻسي ۾ گذاريو. تنهن کانپوءِ سنگهہ برپا ڪرڻ ۾ ٻيو نہ تہ هڪ سال ضرور لڳو هوندس. انهيڪري شرمڻ جي ديڪشا وٺڻ مهل راهل جي عمر ست سال نہ هوندي.

”ست نپاٽ“ جي راهل ست مان اهو انومان ڪيو ٿو وڃي تہ راهل کي ڪهڙي نموني شرمڻ بنايو ويو. انهي ست جو ترجمو هيٺ ڏنو ٿو وڃي.

ڀڳوان: (١) ”سدائين ڪين جاڻڻ ڪري تون پنڊتن جو نراد ر تہ نہ ڪندو آهين؟ جي شخص مدشن کي گيان جي روشني بخشين ٿا (تن شخصن) جي تون شيوا ڪندو آهين؟“

راهل: (٢) ”سدائين ڪين جاڻڻ ڪري آءٌ پنڊتن جو نراد ر نہ ڪندو آهيان. جي شخص منشين کي گيان جي روشني بخشين ٿا تن جي شيوا ڪندو آهيان.“

مان جيڪي سنياسي ايندا هوا تن کي چار مهنا اميدوار ٿي رهڻو پوندو هو. سمجهجي ٿو تہ هن قسم جي ٿي شرامڻن جو تعداد وڏ يڪ هو. ”ديگهہ نڪاي“ جي مهاسِينهنادسُت (महासिंहनादसुत) جي آخر ۾، جڏهن ڪاشيپ پرواجڪ ٻڌ جي سنگهہ ۾ داخل ٿيڻ چاهي ٿو تڏهن ڀڳوان کيس چوي ٿو تہ، ”هي ڪاشيپ، هن سمپردايہ ۾ جڏهن ڪو سنياس وٺي سنگهہ ۾ داخل ٿيڻ چاهي ٿو تہ چئن مهنن تائين کيس اميدوار ٿي رهڻو پوي ٿو. انهيءَ مدي ڪانپوءِ، جي ڀڪشن کي وشواس اچي ٿو تہ کيس سنياس ڏيئي داخل ڪن ٿا. مونکي خبر آهي تہ هن بابت ڪي اپواد بہ آهن.“

انهيءَ طرح ڪاشيپ چئن مهنن جي اميدواري ڪئي ۽ جڏهن ڀڪشن کي وشواس ٿيو تڏهن کيس سنگهہ اندر داخل ڪيائون.

## شرمڻن جي سنستا جو واڌارو

شرامڻن جي سنستا ڀڳوان جي پرنرواڻ ڪانپوءِ وڌندي ويئي. سا ڳالهہ ايتري قدر ٿي جو ٻالڪپڻ ۾ شرامڻ ٿي ڪري پوءِ ڀڪشو ٿيندڙن جي ٿي سنکيا زور وٺي ويئي. انهيءَ ڪري سنگهہ ۾ ڪئين اوڻايون اچي ويون. خود ٻڌ ڀڳوان کي ۽ ڪيترن ڀڪشن کي گرهست اوستا جو چڱو چوکو آزمودو هو. جنهنڪري سندن من ٻيهر گرهست جي وهنوار ڏي وڃڻ وارو نہ هو. پر جن کي ٻالڪپڻ کان وٺي سنياس جي ديڪشا ڏيئي ڪري گرهست جيون

ٻہ چوي ٿو، تہ ڀھرئين ڳاٿا ۾ یڳوان جنھنکي پنڊت سڏيو
آھي، سو ساريپت ڏي اشارو آھي. راھل جي ٻالڪپڻ
۾ ئي، سندس سکيا لاءِ، یڳوان سندس ٻانھن ساريپت
کي سؤنپي ھئي. انھيءَ کان سال ٻہ پوءِ راھل وڏيرو ٿيو
تڏھن یڳوان ٻڌ کيس اھو اُپديش ڏنو ھوندو. سبب جو
جيڪي ڳالھيون منترن ۾ ڏنل آھن سي اھڙيون نہ آھن
جو ٻال اوستا ۾ سمجھڻ ۾ اچن. جي راھل شرامڻ ٿـي
چڪو ھو تہ کيس اھو اُپديش ڏيڻ جي ضرورت نہ ھئي
تہ 'تون گھر ڇڏي دک کي ختم ڪر.'

براھمڻ ڪمار گروءَ جي گھر ۾ رھي ڪري برھمچريہ
جو پالن ڪندي ويد جو اَڀياس ڪندا ھوا ۽ پوءِ من جي
اِڇا موجب گرھست آشرم يا تپسيا سئيڪار ڪندا ھوا.
راھل سان بہ ساڳي حالت بڻي ھوندي. وھنواري روا جي
جاڻ لاءِ یڳوان کيس ساريپت کي سپرد ڪيو ھوندو ۽
ساريپت سان گڏ رھڻ ڪري برھمچريہ جو پالن ڪرڻ
سندس لاءِ ضروري ٿيو ھوندو. یڳوان کيس ھي اُپديش
ھن ڪري ڏنو ھوندو تہ متان ٻالغ اوستا ۾ گـرھست
آشرم نہ سئيڪار ڪري. راھل جي ھن ڪٿا جي بنياد
تي مھاوڳ جي لکندڙ شرامڻن بابت وستار سان ڪٿا
تيار ڪئي.

## ٻيا شرامڻ

یڳوان ٻڌ جي حياتيءَ ۾ ٻالڪپڻ ۾ جيڪي شرامڻ
سنگھہ ۾ داخل ٿيا سي بلڪل ٿورڙا ھوا. پر ٻين سمپرداين

جي پرسان آنند ٻن ٻہ ڏيان ڪرڻ ويٺي تہ مار ونس وڃي ڪري چيو تہ:

यन्तं इसीहि पतब्बं टान दुरभिसंभवं ।
न तं द्वंगुलपञ्ञाय सक्का पप्पो तुमित्थिय ॥

اَرٿات: جو ''نرواڻ استان رشين کي بہ ماڻ مشڪل آهي سو انهنکي ڪيئن پراپت ٿيندو جن جو عقل ٻن آڱرين سان چانور ڪٽي ڏسڻ (تہ پڪا آهن يا نہ)، جيترو آهي؟

سوما ڀڪشڻي جواب ڏنس تہ:

इत्थिभावो किं कयिरा चित्तम्हि सुसाहिते ।
ञाणम्हि वत्तिमानम्हि सम्मा धम्मं विपस्सतो ॥
यस्स नून सिया एवं इत्थाहं पुरिसो ति वा ।
किञ्चि वा पन अस्मीति तं मारो वत्तु मरहित ॥१॥*

اَرٿات:- جنهنجو چت نيڪ طرح سنتشٽ ٿي ويو آهي، ۽ جنهن کي گيان جو لاڀ مليو آهي، اهڙي ڌرم کي صحيح طرح ڄاڻندڙ لاءِ (نرواڻ مارگ ۾) استري پڻو ڪهڙو اٽڪاءُ وجهي سگهي ٿو؟ مار اهي ڳالهيون تنهن کي ٻڌاءِ جنهن ۾ اهو اهنڪار§ آيو هجي تہ آءٌ استري آهيان، يا پرش يا ٻيو ڪجهہ."

مار سمجهي ويو تہ سوما ڀڪشڻي مونکي سڃاڻي

---

*ڀڪشڻي سنيت ست

§اهنڪار ٽن قسمن جو ٿئي ٿو. (١) مان سريشٽ آهيان، سو مِٿيا (٢) مان هڪ جهڙو آهيان، سو مِٿيا (٣) مان نيچ آهيان، سو مِٿيا، وڌيڪ صفحہ ٣٤٦ ۽ ٣٥٣

ڪان ٻاهر رکيو ويو هو، تن جو گرهست ڏي ڇڪجي وڃڻ سياويڪ هو. ٻاهريان رواج ڪين ڏبيندا رهيا، پر من جون ڪمزوريون هو روڪي نہ سگهيا. سنگهہ جي ناس ٿيڻ جي ڪيترن ٻين سببن مان هي ٻہ هڪ سمجهڻ گهرجي.

شرامڻن جي ئي نگہ موجب شرامڻين جو سنگهہ بنايو ويو هو. فرق فقط ايترو هو جو شرامڻ ڀڪشن جي ۽ شرامڻيون ڀڪشڻين جي آشرمن ۾ ڌار رهنديون هيون.

## شراوڪ سنگهہ جا چار حصا

پر سنگهہ جي ڇڻن حصن اندر شرامڻن ۽ شرامڻين جي ڳڻت نہ ڪئي ويئي آهي. تنهن مان لڳي ٿو تہ ڀڳوان جي جيون ڪال ۾ انهن کي ڪا بہ اهميت نہ ڏني ويئي هئي. فقط ڀڪشو ۽ ڀڪشڻيون، اُپاسڪ ۽ اُپاسڪائون، اهي چار ٻڌ جي شراوڪ (ٻڌ ٻڌندڙ) سنگهہ جا حصہ آهن.

انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ ڀڪشو سنگهہ جو ڪارج بلڪل وڏو هو. تنهن هوندي بہ ترپٽڪ ۽ ڇيل وچنن ۾ اهڙا ڪئين مثال اچن ٿا جن مان پتو پوي ٿو تہ ڀڪشڻين، اُپاسڪن ۽ اُپاسڪائن بہ سنگهہ جي ترقيءَ ۾ ڪافي ڀرو ورتو هو.

## استرين جو استان

مار سان جيڪو سوما ڀڪشڻيءَ جو سنواد (گفتگوءِ) هليو، تنهن مان اهو پڌرو آهي تہ ٻڌ جي ڌرم مارگ ۾ استرين جو استان پرشن سان بلڪل برابريءَ جو هو.

ٻيهرن جو سوما ڀڪشڻي جڏهن شرواستي نگر جي

ارھتقلنتو (अरहत्फलठतो) چوندا آھن. ھن ريت شراوڪن جا چار يا اَٺ درجا ڪيا ويا آھن. تاھم چتر ۽ وشاک تالي شش گرھستي ھوندي به اناگامي ليکيا ويا ۽ آنند ڀڪشو ھوندي به ٻڌ ڀڳوان جي حياتيءَ ۾ فقط 'سوتاپن' ٿيو ھو. کيما (क्षेमा)، اُتپلورنا (उत्पलवर्णा) ۽ ٻيون ڀڪشڻيون اَرھت پد کي پھتيون ويون ھيون. مطلب ته نرواڻ مارگ ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ استري پڻو يا گرھستپڻو ڪنھن به قسم جون اَٽڪون نه ھيون.

## سنگھہ جي پرتشنا (درجو)

बुद्धं सरणं गच्छामि
धम्मं सरणं गच्छामि
संघं सरणं गच्छामि

انھن کي شرڻ-گمڻ يعني سرن وٺڻ چوندا آھن. اڄ به ٻڌ ڌرم وارا اھي ٽي سرن اُچاريندا آھن. اھو دستور ٻڌ جي حياتيءَ ۾ئي شروع ٿي ويو ھو. اھا ڳالھ ياد رکڻ گھرجي ته ٻڌ ڀڳوان سنگھہ کي ۽ ڌرم کي ساڳي اھميت ڏني. ٻئي ڪنھن به ڌرم ۾ اھا ڳالھ نه ڏسبي. حضرت عيسيٰ چوي ٿو ته، "ھي دکي ۽ ٿڪل لوڪ توھين سڀ مون وٽ اچو، آءٌ توھانکي سک وٺي ڏيندس."*

सर्वधर्मान्परित्यज्य मामेकं शरणं व्रज ।
अहं त्वां सर्वपापेभ्यो मोक्षयिष्यामि मा शुचः ॥२॥§

---

*Mathew 11, 28* *

§ ڀڳوت گيتا، اڌياءَ ١٨، سلوڪ ٦٦

ويٺي آهي، سو مايوس ٿي ڪري اتان انترڌيان ٿي ويو.

هيءَ گفتگوءِ ڪوتا جي رنگ ۾ رٿل آهي، پر تڏهن ۾ منجهانس اينرو ٻڌ رو آهي ته ٻڌن جي سنگهه ۾ استرين جو ڪهڙو استان هو.

## نرواڻ جي مارگ ۾ شراوڪن جون چار منزلون

نرواڻ مارگ ۾ شراوڪن جون چار منزلون هونديون هيون. سوتاپن (सोतापन्न)، سڪداگامي (सकदागामी)، اناگامي (अनागामी) ۽ ارهت (अरहत). سڪايه درشٽي (सक्काय दृष्टि)، (آتما کي نرالي وستو ڄاڻي ڪري انکي دائم سمجهڻ واري درشٽي)، سيلبتپراماس (सीलब्बतपरामास) (سنان وغيره ۽ الپ آهار دواران مڪتي پراپت ڪرڻ ۾ وشواس)، وچڪڇا (विचिकिच्छा) (ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه بابت شنڪا ۽ اوشواس). اهي ٽن پرڪارن جا بندن ناس ڪرڻ ڪانپوءِ شراوڪ سوتاپن ٿئي ٿو. ۽ جڏهن انهيءَ مارگ ۾ ٺائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي سوتاپنقلنو (सोतापत्तिफलट्ठो) چوندا آهن. انهيءَ ڪانپوءِ ڪام واسنائن ۽ ڪروڌ جي تڏي تيڻ ڪري هن جو اڳيان گهٽ ٿئي ٿو، تڏهن هو سڪداگامي ٿئي ٿو ۽ انهيءَ مارگ ۾ ٺائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي سڪداگامقلنو چوندا آهن. انهيءَ ڪانپوءِ روپ راڳ (برهم لوڪ وغيره پراپت ڪرڻ جي اڇا)، اروپ راڳ (اروپ ديولوڪ پراپت ڪرڻ جي اڇا)، مان (اهنڪار)، پنڪندڙ چت ۽ اوديا انهن پنجن بندنن کي ٽوڙي هو ارهت بڻجي ٿو ۽ انهيءَ مارگ ۾ ٺائينڪو ٿئي ٿو تڏهن انکي

ڪري پڇيائينس ته، ”ڀڳوان ٻڌ جهڙو گڻوان ڀڪشو ٻيو ڪو آهي؟“

آنند جواب ڏنو ته، ”ٻيو ڪو ڪونه آهي.“

پاٽلي پتر سندن ڳالهيون هلي رهيون هيون ته ايتري ۾ مگڌ جو پردان منتري وسڪار (वस्सकार) براهمڻ به اتي اچي نڪتو ۽ آنند جو جواب ٻڌي ڪري پڇيائينس ته، ”انهيءَ ٻڌ ڀڳوان ڪو اهڙو ڀڪشو مقرر ڪيو آهي، جو ڀڳوان جي نه هوندي، سنگهه اهڙي ڀڪشوءَ جي سرن وٺي؟“

آنند چيو ته، ”نه، اهڙو ڪو ڪونهي؟“

”ته پلا ڪو اهڙو ڀڪشو آهي، جنهن کي ڀڳوان جي استان تي، سنگهه چونڊيو هجي.“

آنند چيو ته، ”نه، سنگهه ڪنهن کي به نه چونڊيو آهي.“

”يعني ته توهانجي هن ڀڪشو سنگهه جو ڪو به نيتا ڪونه آهي. ته پلا اهڙي سنگهه ۾ سنگهٽن ۽ انتظام ڪيئن ٿو رهي.“

آنند چيو ته ”ائين نه سمجهڻ کپي ته اسانجو ڪو به نيتا نه آهي. ڀڳوان ٻڌ وٽيه جا نيم ٺاهي ڇڏيا آهن. اسين سڀ ڀڪشو جي هڪ هنڌ رهون ٿا اتي سڀ گڏ ٿي ڪري انهن نيمن کي ٻيهر نيهر ياد ڪريون ٿا. جنهن ڪان ڪا غلطي ٿئي ٿي سو اها غلطي قبولي ٿو ۽ انجو پڇتاءُ به ڪري ٿو ... ڪو ڀڪشو شيلوان، چرتروان ٿئي

ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته:

ارٿات، ”پيا سڀ ڌرم ڇڏي ڪري رڳو مون هڪ جي سرڻ وٺ؛ سيني پاپن کان توکي مڪت ڪري ڇڏيندس. تون شوڪ نه ڪر.“

پر ڀڳوان ٻڌ چوي ٿو ته، ”تون ٻڌ، ڌرم ۽ سنگهه جو اڇو اچي وٺ. پنهنجي ڪشالي سان، پنهنجي ۽ ٻين جي دک کي ناس ڪر ۽ دنيا جو دک گهٽ ڪر.“

جيڪڏهن اسين سنسار جي سُڄاڻ ۽ شيلوان اِستري پرشن جو سنگهه جوڙي ڪري انهي سرن وٺنداسين ته دک ناس ڪرڻ جو مارگ سولو نه ٿيندو؟

## سنگهه ئي سڀني جو نيتا آهي

ٻڌ ڀڳوان پاڻ ڪانئوءِ ڪنهن کي به سنگهه جو نيتا نه بنايو. بلڪ اهو نيم ٺاهيائين ته سڀئي سنگهه کي ملي ڪري سنگهه جو ڪارج پورو ڪرڻ گهرجي. هڪ ڇٽي جي راج واري سرشتي ۾ پاپل ماڻهن کي ٻڌ جو هيءُ نيم عجيب ئي لڳو هوندو.

ڀڳوان جي پر نرواڻ کان ٿورو پوءِ آنند راجگرهه ۾ رهندو هو. چنڊ پرديوت جي ڀؤ کان راجا اجاتشروءَ راجگرهه جي ديوارين جي مرمت شروع ڪئي هئي ۽ اهو ڪم گوپڪ موگلان نالي هڪ براهمڻ تي رکيو هوائين. ڇرنجيو آنند ڀکيا وٺڻ لاءِ راجگرهه لاءِ نڪتو. پر ڀکيا جي رٿن ۾ اڃا ڪجهه وقت پيو هو، ته گوپڪ موگلان وٽ لنگهي ويو. براهمڻ کيس آسن ڏنو ۽ پاڻ هيٺيري آسن تي ويهي

آڌياءُ (٧)

# آتم واد

## آتم وادي شرمڻ

"نِواپ ست" ( निवाप सुत ) موجب ٻڌ جي سمي ۾ جيڪي شرمڻ - برهمڻ هوندا هوا تن جا ٽلهي ليکي چار درجا ڪيا ويا آهن. تن ۾ يگيه وغيره ڪندڙ ۽ سوم پان ڪندڙ براهمڻن جو پهريون درجو آهي. انهن موجب هن نموني موج ڪرڻ سان موڪش ملي ٿو. يگيه وغيره ۽ سوم پان مان ڪتا ٿي جي براهمڻ بن ۾ وڃي ڪري گهور تپسيائون ڪندا هوا، سي رشي مني ٻئي درجا جا هوا. اهي بن اندر گهڻي وقت نه رهي سگهيا. اهڙا وري گرهست آشرم ۾ رڙهي آيا ۽ عيش عشرت ۾ سک مڃڻ لڳا. پراشر، رشيشرنگ ( ऋष्यशृंग ) ۽ ٻين اهڙن رشين جا مثال هن ڪلاس وارن جا آهن. ٽئين درجي ۾ ڪي وري اهڙا شرمڻ براهمڻ هوندا هوا جي آبادين جي آس پاس رهندا هوا ۽ تورو ڪاڏو کائيندا هوا. پر سي آتم واد (نه آتما آهي) ۾ ڦليا ويا. منجهن ڪي آتما کي سناتن ۽ نت (नित्य) سمجهندا هوا، نه ڪي آتما کي

تو ته اسين کيس .مان ڏيون ٿا ۽ سندس صلاح وٺون ٿا.٢٢*
وسڪار (वस्सकारा) براهمڻ سو اجاتشترو راجا جو
منتري هو. شايد سندس اهڙي پڪي راءِ هئي ته ڪنهن
پوريءَ اختياريءَ واري بنا راڄ جو انتظام پوريءَ طرح
سان ٿي نٿو سگهي. سندس خيال هو ته جي ٻڌ ڀڳوان
پنهنجي جڳهه تي ڪنهن کي نه، وهاريو آهي ته سنگهه
کي ٻيو نه ته ڪنهن ڀڪشوءَ کي چونڊي سندس گديءَ
تي وهارڻ گهرجي. پر اهڙي اختياري واري بنا سنگهه
جو ڪارج، ٻڌ ڪانپوءِ ٻه، سهڄي نموني هلندو رهيو.
تنهن ڪري قبول ڪرڻو پوي ٿو ته سنگهه جي ٻُڌ دواران
ڪيل رچنا نيڪ هئي.

---

*مجهم نڪايه، گوپڪ موگلان سُتُ، نمبر (١٠٨)

چوري ڪري، گهر ۾ کاٽ هڻي، ڌاڙا لڳائي، هڪ ٻئي
گهر تي ڌاڙو لڳائي، واٽ تي ڦر ڪري، پرائيءَ اِستريءَ
وٽ وڃي يا اَست ٻولي - پوءِ به انکي پاپ نٿو لڳي.
تکي ڪاتيءَ سان ڪو جانورن جي ماس جا ڍير ڪٺي
ڪري ته به ان ۾ بلڪل پاپ نه آهي، ڪو ڏوش نه
آهي. گنگاجيءَ جي ڏکڻ واري ڪناري تي وڃي ڪري
ڪو مارڪٽ ڪري، ڪپي يا ڪپائي، ڪشٽ ڏي
يا ڏياري ته انهيءَ ۾ ڪوبه پاپ ڪونهي. گنگا نديءَ جي
اُتر پاسي وڃي ڪري ڪو اَنيڪ دان ڪري يا ڪرائي،
يگيه ڪري يا ڪرائي، ته انهيءَ ڪري ڪو پڃ نٿو ڪري.
دان، ڌرم، سنجم ۽ سچ ڳالهائڻ ڪري پڃ پراپت نٿو
ٿئي."

## نِيَتِ واد

مکل گوسال (मक्खलि गोसाल) سنسار شڌ- وادي يا نِيَتِ
وادي (سڀ قسمت ڪري ٿي) هو. هن جي چوڻ موجب،
"پراڻيءَ جي اَپوترتا جو ڪو سبب نٿو ٿئي، ڪوبه ڪارڻ
نٿو ٿئي. سبب بنا، ڪارڻ بنا پراڻي اَپوتر ٿين ٿا. پراڻيءَ
جي شڌيءَ لاءِ ڪوبه سبب نٿو ٿئي، ڪوبه ڪارڻ نٿو
ٿئي. سبب بنا، ڪارڻ بنا پراڻي شڌ ٿين ٿا. پنهنجي
سمرٿيءَ سان ڪجھ به نٿو بڻجي. ٻئي جي سمرٿيءَ ڪري
به ڪجھ نٿو بڻجي. پرش جي سمرٿيءَ ڪري ڪجھ نٿو بڻجي.
(ڪنهن ۾ به) بل ڪونهي، ويرج ڪونهي، پرش- شڪتي
ڪانهي، پرش- ويرتا ڪانهي، سڀ جيڪي آهي، سڀ

اَنِتُ (अनित्य) سمجھندا ھوا. ھن طرح واد وواد ۾ پورڻ
ڪري ھو ٻه مار جي ڄار ۾ وڃي ڦاٿا. ٻڌ ڀڳوان اھو
آتم- واد (تہ آتما آھي) ڇڏي ڏنو ۽ پنھنجي تتو گيان
جو درسن سچ جي بنياد تي قائم ڪيو. انھيءَ ڪري
سندس سراوڪ مار جي ڄار ۾ نہ ڦاٿا ۽ سندن ڳٽپ چوٽين
ڪلاس جي شرمڻ- براھمڻن ۾ ڪٿي ويٺي آھي.

ٻڌ ڀڳوان اھو آتم- واد ڇو ڇڏي ڏنو، انھيءَ تي ويچار
ڪرڻ کان اڳ اسانکي ڏسڻ کپي تہ اُنھيءَ وقت شرمڻ
براھمڻن جو آتمواد ڪھڙي قسم جو ھو. اسين ڏٺين اڌياءَ
۾ ڇٽي آيا آھيون تہ انھيءَ وقت مڙيوئي ٦٢ شرمڻ پنٿ
ھوندا ھوا. انھن مان ڪو ھڪ بہ آتمواد کان آجو نہ ھو.
ڀر انھن سڀني جي تتوگيان جو درشن اڄ ھٿ نٿو اچي.
ڀر منجھائن ڇھن وڏن سنگھن جي درسن جو ٿورو حصو
پاليءَ ۾ ڇيل وچنن اندر موجود آھي ۽ اھي پڙھي ڪري
پين شرمڻ براھمڻن جي آتمواد بابت ڪجھ نہ ڪجھ انومان
ڪري سگھجي ٿو. انھيءَ ڪري پھرين انھن ڇھن جي
درشن (فيلسوفي) تي ويچار ڪرڻ مناسب آھي.

## (अक्रिया वाद) آڪريا- واد

ڇھن منجھان پھريون پورڻ ڪسپ (पूरण कस्सप)
اَڪريا واد جو حامي ھو. ھن ليکي ”ڪو شخص ڪجھ ڪري
يا ڪرائي، کپي يا کپائي، ڪشت ڏئي يا ڏياري،
دک ڪري يا ڪرائي، ڪنھن کي ڪو ڏک ٿئي يا ڪو
ڏک ڏئي، ڊپ لڳي يا ڊيڄاري، پراڻين کي ماري،

کي ڏيڻ وارا، تتو گيان موجب ۽ جوڳي مارڳ تي هلڻ وارا، شروڻ برهمڻ هن سنسار ۾ نتا ٿين. منش ڇهن پوتن (عناصرن) جو پتلو بڻيو آهي. جڏهن مري ٿو تڏهن سندس ديهه جي پرٿوي ڌاتو پرٿويءَ ۾ وآپ (پاڻي) ڌاتو پاڻيءَ ۾، تيج ڌاتو تيج ۾، ۽ وايو ڌاتو وايو (هوا) ۾ وڃي ملن ٿا ۽ مطلب ته اِندريون آڪاش ۾ ليءِ ٿي وڃن ٿيون. مردي کي ماڻهو کاٽيءَ تي رکي کري مساڻي ۾ کڻي وڃن ٿا. سندس گڻن ۽ اَوگڻن جي ڳالهه نکري ٿي، پر سندس هاڻي سفيد ٿي کري سندس آهوتيون (آگ ۾ پيس ٿي وڃن ٿيون. دان جو کتواڳه مورکن کڻي ڪڙو ڪيو آهي. جو شخص آستڪ واد (ته ايشور آهي) بتائي ٿو سو کوڙ ونائي ٿو ۽ اجائي بکواس کري ٿو. سرير جي ناس کانپوءِ ونڊواڻن ۽ مورکن جو ناس ٿئي ٿو. موت کانپوءِ ڪنهي جو نالو نيشان نٿو رهي.

## آنيونيہ واد (अन्योन्य वाद)

## يعني اِها هڪ ٻئي سان ملڻ کري

پڪڌ کچاين (पकुधक च्चायन) اَنيونيہ وادي هو. چوندو هو ته "ست پدارٿ آهن، جي نہ کنڊن کيا يا کرايا آهن. اهي ست پدارٿ آبناسي (قائم)، نگر دوار جي ٿنڀ وانگر اَچل آهن.* اهي نہ هلن چلن ٿا، نہ بدلجن ٿا، هڪ

*لڙائيءَ ۾ شتروءَ جو هاٿي نگر جي دوار تي ڌوکيندو حملو نہ کري، انهيءَ کري دوار جي سامهون هڪ زبردست ٿنڀ کوڙي ڇڏيندا هوا. ٿنڀ کي اِندرکيل (اِندر جو کلو) بہ چوندا هوا.

پراڻي، سڀ ڀُوت (عناصر)، سڀ جيو ٻي وس ۽ ويرج
بنا آهن. سڀ ڀاڳ يا قسمت ڪري، هڪ ٻئي سان ملاڻ
ڪري (संगति)، سڀاو ڪري ڀاڻ ۾ وڪريل ٿين ٿا ۽ ڇهن
مان ڪنهن نه هڪ جاتيءَ ۾ رهي ڪري سک دک ماڻين
ٿا. ٻڌوان تورڙي مورکن کي چوراسي لک جُوڻين ۾ ڦرڻو
پوي ٿو، تڏهن وڃي سندن دک دور ٿئي ٿو. ڪو
ڪٽي چوي ته سيل اسٽي چال) سان، هن ورت سان،
'ٻسيا سان يا برهمچريه سان اڻ پڪي (جنهن جو ڦل تيار
نه ٿيو هجي) ڪرم کي پڪو (جنهن جو ڦل تيار ٿيو هجي)
بنائيندس يا نه پڪي ڪرم جو ڦل ڀوڳي ڪري ڪرم
جو مُول ناس ڪندس، نه ائين نه ڪري سگهندو. هن
سنسار ۾ سک دک اهڙا زور آهن جو جڙ ڪين توري
ماپي سگهجي ٿو. اهي گهٽ يا وڌ ڪري نٿا سگهجن.
جهڙيءَ طرح سٽ جو ڍير و اُڇلائڻ سان اهو ڇڪر کائيندو
ويندو جيستين سڄو ويڙهيل سٽ کلي ويندو، ساڳيءَ
طرح ٻڌوان ۽ مورکن جي دکن جو ناس تڏهن ٿيندو
جڏهن هو سنسار جو سڄو سارو چڪر پورو ڪري مونندا.“

## اُڇيد واد (उच्छेद वाद)

اُجت ڪيسڪمبل (अजित केसकम्बल) سو اُڇيد وادي
يعني انڪار وادي هو. چوندو هو ته ”دان، يگيه ۽ هوم
۾ ڪجهه به سٺيه نه آهي؛ چڱي يا بڇڙي ڪم جو ڦل نٿو
ٿئي. هي لوڪ پرلوڪ، ماتا پتا يا ديوتا ۽ نرڳواسي پراڻي
نه آهن؛ هن ۽ ٻئي لوڪ جو چڱو گيان پراپت ڪري ٻين

جي گرنٿن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهنسا، ستيہ (سچ)، اَستيہ (چوري نہ ڪرڻ)، اَپرگرهه (ملڪيت نہ رکڻ) انهن چئن سنڌمن جو اُپديش پارشرو (पार्श्व) منيءَ ڪيو هو. تن ۾ مهابير سواميءَ پنجون برهمچريہ بہ گڏيو. تنهن هوندي بہ بُڌ جي سمي ۾ نگرنٿن (جينين) ۾ مٿي ڄاڻايل چار ئي سنڌم اهميت وارا هوا. جين ڌرم جو تاٿيرج اهو هو تہ چئن سنڌمن ۽ تپسيائن سان پورب جنم جا پاپ ڪيئي ڪرڻ سان ڪيوليہ (موڪ) پراپت ٿئي ٿو.

## آڪريہ واد ۽ سانکيہ مت (अक्रिय वाद और सांख्य मत)

پورڻ ڪاشيپ جو اَڪريہ واد (تہ آتما ڪرم نٿي ڪري) سو سانکيہ مت وانگر نظر اچي ٿو. سانکيہ مت وارا مڃن ٿا تہ آتما پرڪرتيءَ کان پِن (نياري) آهي، مرڻ مارڻ وغيره جو پرڀاءِ آتما تي نٿو پوي. انهيءَ سر جي ڏَن ڀڳوت گيتا ۾ ڪيترن هنڌ پڙهڻ ۾ اچي ٿي.

प्रकृतेः क्रियमाणानि, गुणैः कर्माणि सर्वशः ।
अहंकार विमूढात्मा कर्ताऽहमिति मन्यते ॥१॥*

ارٿات سڀ ڪرم پرڪرتيءَ جي گڻن دوارا ٿين ٿا، تڏهن بہ اهنڪار ۾ ورتل آتما "مان ڪريان ٿو ائين سمجهي ٿي."

य एनं वेत्ति हन्तारं, यश्चैनं मन्यते हतम् ।
उभौ तौ न विजानीतो, नायं हन्ति न हन्यते ॥ §

---

* اڌياءُ ۳، سلوڪ ۲۷

§ اڌياءُ ۲، سلوڪ ۲۱

ٻئي لاءِ سک دک اُتپن ڪري نٿا ڪري سگهن. اهي ڪهڙا پدارٿ آهن؟ سي هي آهن - پرٿوي، آپ، تيج، وايو، سک، دک ۽ جيو. انهن کي مارڻ وارو، ٻڌڻ وارو، ٻڌائڻ وارو، ڄاڻڻ وارو يا سندن ورنن ڪرڻ وارو ڪير ڪونهي. ڪير تکي تلوار سان ڪنهن جو سر ڪپي ٿو وجهي ته هو سندس پراڻ نٿو ڪڍي. ايترو ئي سمجهڻ گهرجي ته ستن پدارٿن منجهان تلوار ڦري وئي.

## وڪشيپ واد (وگهن وجهندڙ واد)

سنجيه ويلٽپت (संजय वेल्हपुत) سو وڪيشپ وادي (विक्षेप वादी) هو. چوندو هو ته، ”جيڪڏهن موں کان ڪو پڇي ته پرلوڪ ٿيندو آهي ۽ مونکي لڳي ته پرلوڪ برابر آهي ته به ائين نه چوندس ته پرلوڪ آهي. پر ائين به نٿو لڳيم ته پرلوڪ نه آهي. نرڳ سرڳ جا پراڻي ٿين ٿا يا نه، چڱي ٻڇڙي ڪرم جو ڦل ٿئي ٿو يا نه، تٿاگت موت کانپوءِ رهي ٿو يا نه - انهن سڀني بابت مونکي ڪا به خاص خاطري نه آهي.“*

## چاتريام سنور واد (चातुर्यामसंवर वाद)

نگنٺ ناٿپت (निगण्ठ नाथपुत्त) چاتريام سنور وادي (ته سنجم چار آهن) هو. انهن چئن يمن يا سنجمن جي ڄاڻ جيڪا سامنج ڦل ست ۾ ملي ٿي سا اڻپوري آهي. جينين

*سامنج ڦل ست (सामञ्ञफल सुत) ۾ نگنٺ ناٿپت جو چاتريامنسور واد (चातुर्यामसंवर वाद) وڪشيپ واد کان اڳ ڏنل آهي. پر مجهمنڪايه جي چولسارو پم ست (चूलसारोपम सुत) ۾ ناٿپت جو نالو آخر ۾ اچي ٿو.

پورڻ ڪسپ ڇهه تنديون جاتيون ٻڌايون آهن- ڪرشڻ، نيل، لوهت، هردر، شُڪل ۽ پرمشُڪل. ڪاساٽي، شڪاري ۽ اهڙيون ٻيون جاتيون ڪرشڻ جاتيءَ ۾ اچي وڃن ٿيون. ڀڪشن ۽ ٻين ڪرم وادين جو ڳاٽائو نيچ جاتيءَ ۾؛ هڪ ڪپڙو پهريندڙ نگرنٿن جو لوهت جاتيءَ ۾؛ شيت وستر پهريندڙ آجيوڪن جو هردر جاتيءَ ۾؛ آجيوڪن ۽ آجيوڪ ڀڪشڻين جو شُڪل جاتيءَ ۾؛ نند ٻڇ، ڪس سنڪِڇ ۽ مکل گوسال جو پرم شُڪل جاتيءَ ۾. انهيءَ مان صاف معلوم ٿئي ٿو تہ پورڻ ڪسپ جو پنٿ ۽ آجيوڪن جو پنٿ ملي هڪ ٿي ويا هوا. نند ٻڇ وغيره ٿي آچاريہ آجيوڪ پرمپرا جا نيتا هوا. انهيءَ مان اهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ ڪسپ جي ۽ هنن جي آتم واد ۾ ڪو فرق ڪونہ هو ۽ ڪسپ کي ديهہ کي سختيون ڏيڻ جو مارگ پسند هو.

## اَجت ڪيسڪمبل جو ناستڪ واد

اَجت ڪيسڪمبل (अजित केसकम्बल) جي اُڇيد واد تي ويچار ڪرڻ سان اها ڳالهه ڌيان ۾ اچي ٿي تہ هو پورن ناستڪ هو. ”سرو- درشن- سنگرهہ“ ۾ چارواڪ مت جو هو بنياد وجهندڙ نہ هو، پر پٺتي ڏيندڙ بيشڪ هو. جهڙي طرح هنکي براهمڻن جا يگيہ وغيره پسند نہ هوا اهڙيطرح آجيوڪ ۽ ٻين شرمڻن جون تپسيائون بہ ڪيس پسند نہ هيون. ”سرو- درشن- سنگرهہ“ ۾ چيو ويو آهي تہ،

अग्निहोत्रं त्रयो वेदास्त्रिदण्डं भस्मगुण्ठनम् ।
बुद्धिपौरुष हीनानां जीविका धातृनिर्मिता ॥

ارٿات ”جو هن آتما کي مارينڊڙ سمجهي ٿو، يا جو، سمجهي ٿو ته آتما ماري وڃي ٿي، انهن ٻنهي سچ نه ڄاتو آهي؛ ڇو جو هيءَ آتما نه مري ٿي ۽ نه ڪنهن کان ماري وڃي ٿي.“

यस्य नाहंकृतो भावो, बुद्धिर्यस्य नलिप्यते ।
हत्वाऽपि स इमांल्लोकान्न हन्ति न निबध्यते ॥१॥*

ارٿات ”جنهن ۾ اهم ڀاو نه آهي، جنهن جي ٻڌي (اُن ڪان) نرليپ رهي ٿي، سو لوڪن کي ماري ڪري به ڪين نٿو ماري. اهو ٻنڌن ۾ نٿو رهي.“

## اَڪِريا واد ۽ سنسار شُڌي واد

هن قسم جي اَڪِريا واد ڪان مکل گوسال (मक्खलि गोसाल) جو سنسار شڌي واد گهڻو نرالو نه هو. سندس چوڻ هو ته جيتوڻيڪ آتما پرڪرتيءَ کان نرليپ آهي تڏهن به ڪيس ڪيءَ طرح جنم وٺڻا پون ٿا. انهن جنمن وٺڻ کانپوءِ آتما خود بخود مڪت ٿي وڃي ٿي. اهو ويچار هن وقت به هندو سماج ۾ آهي ته چوراسي لک جنمن بعد پراڻي موک پائي ٿو ته اهو خيال مکل گوسال جي ڏينهن ۾ بلڪل چالو هو.

”انگوتر نڪايه“ ۾ ڇڪ نهات جي هڪ ست (نمبر ٥٧) مان لڳي ٿو ته اڳتي هلي ڪري پورڻ ڪاشيپ جو پنٿ مکل گوسال جي آجيوڪ پنٿ سان شامل ٿي ويو. ڇيل ست ۾ آنند، ڀڳوان ٻڌ کي چوي ٿو ته، ”هي ڀڳونت،

*اڌياءَ ۱۸، سلوڪ ۱۷

۽ وئشيشڪن جي سنن پدارٿن ۾ گهڻو فرق آهي. جيئنوٽيڪ ڪچاين جو شرمڻ سنگهه وڌو هو تڏهن به هن جي پرمپرا قائم نه رهي. هاٿوڪو وئشيشڪ درسن سندس تتو گيان مان نڪتو هوندو، پر انهيءَ پرڪار جو تتو گيان مهينڌڙ شرمڻ پنٿ پڌ جي سمي ڪانپوءِ ٽڪائي نه ڪائي سگهيو هوندو.

## وڪشيپ واد ۽ سياد واد

سنجيه ويلٺ پت (संजय वेलट्ठपुत्त) جو وڪشيپ واد (विक्षेप वाद) جينين جي سياد واد (स्याद्‌ वाद) وانگر هو ۽ اڳتي هلي ڪري جينين اهو خيال پنهنجي تتو درشن ۾ ملائي ڇڏيو. "ائين هوندو، ائين نه هوندو" (شايد هجي، شايد نه هجي... स्यादस्ति स्यान्नास्ति) سياد واد ۽ ويلٺ پت جي وڪشيپ واد ۾ خاص فرق ڪونهي. انهيڪري ائين چوڻ ۾ ڪا به اَٽڪ ڪانهي ته جين پنٿ وڪشيپ واد کي پنهنجي تتو گيان درشن ۾ پرڏان پد ڏنو.

## نرگرنٿ ۽ آجيوڪ

جين گرنٿن مان معلوم ٿئي ٿو ته پڌ جي سمڪالين چوويهين تيرٿنڪر مهاوير سوامي (جنهنکي نگنٿ ناٿپتر چون ٿا) ۽ مکل گوسال ٻنهي گڏجي ڇهه سال تپسيائون ڪيون. ڪير جاڻي ٻنهي جي ڪوشش هئي ته آجيوڪ ۽ نگرنٿ ٻنهي جا ڌار پنٿ، ماڻي هڪ ٿي وڃن. پارشو مني‌ءَ جا سنياسي هڪ يا ٻي وستر ساڻ رکندا هوا. پر مهابير سواميءَ مکل گوسال جسو ڏگمبر ورت (دشائون جنهن جو وستر) سٽيڪار ڪيو ۽ تڏهن کان

اَرٿات:- ”اگني هوتر ڪرڻ، ٽي ويد مڃڻ، ترشول ڌارڻ ڪرڻ ۽ ڀسم لڳائڻ... اهڙي رهڻي، ٻڌي ٻنا ۽ ٻي همت پرش لاءِ برهما دوارا ٺهرائي ويئي آهي“.

تنهن هوندي به اَجت جي ڳڻپ شرمڻن ۾ ٿيندي هئي. تنهن جو سبب ڇا هو جو ويدڪ هنسا هنکي بلڪل پسند نه هئي، ۽ جيتوڻيڪ هو تپسيا نه ڪندو هو، ته به شرمڻن جي آچار ويچار جو پالن ڪندو هو. شرمڻن جي آتم-واد کان به ٻنهه آجو نه هو. آتما بابت سندس ڪاپنا هيءَ هئي ته آتما چئن مهاڀوتن (عناصرن) مان پيدا ٿئي ٿي ۽ موت ڪانپوءِ آتما انهن چئن مهاڀوتن ۾ ملي وڃي ٿي. انهيڪري سندس هيءَ مت سياويڪ هئي ته:-

यावज्जीवं सुखं जीवन्नास्ति मृत्योरगोचरः ।
भस्मीभूतस्य देहस्य पुनरागमनं कुतः ॥

ارٿات:- ”جيسين تائين اسين جيئرا آهيون تيسين تائين سکي رهون، ڇو جو ڪوبه اهڙو پراڻي نه آهي جو موت جي ڦندي ۾ نٿو ڦاسي؛ ۽ ديهه جي ناس ٿيڻ ڪان پوءِ اِها آتما ڪٿان موٽي ايندي؟“

ڪيسڪمبل جي هن ويچار مان ئي لوڪايت ارٿ شاستر نڪتو انهي شاستر جو وڪاس ڪوٽليه جهڙي ارٿ شاستريءَ ڪيو.

## انيونيه واد ۽ وئشيشڪ درشن

پڪڌ ڪچاين (पकुध कच्चायन) جو انيونيه واد (अन्योन्यवाद) وَئشيشڪ (वैशेषिक) مت وانگر هو. پر انهن جي ستن پدارٿن

ٿا ڏيو؟"

جواب ڏنائون ته، "نرگرنت ناٿپت سڀ ڄاڻڻهار آهي.
هو چوي ٿو ته هلندي، ويهندي، سمهندي، ڄاڳندي،
هر حالت ۾ منهنجي گيان درشتي قائم رهي ٿي. هن
جو اُپديش آهي ته، "هي نرگرنٿو، توهان پورب جنم
۾ جيڪي پاپ ڪيا آهن، تن کي هن پرڪار جي سخت
سهڻ سان پراڻو جهونو ڪريو (निर्जरथ) ۽ هن جنم ۾ من،
وچن ۽ سرير سان ڪوبه پاپ نه ڪريو. هن نموني تپسيائن
سان پورب جنم جي پاپن جو ناس ٿيندو ۽ نئون پاپ
نه ڪرڻ ڪري ايندڙ جنم ۾ ڪرم ڪيءُ ٿي ويندا، انهي
ڪري سڀو دک ناس ٿي ويندو. اها سندس ڳالهه اسان
کي پياري لڳي ٿي.

ڀڳوان چيو ته - هي نرگرنٿو، توهانکي خبر آهي ته
پورب جنم ۾ توهين هوا يا نه؟

نرگرنت - اسانکي خبر ڪانهي.

ڀڳوان - ڀلا، اها خبر اٿو ته پورب جنم ۾ توهان پاپ
ڪيو هو يا نه؟

نرگرنت - سا به اسانکي خبر ڪانهي.

ڀڳوان - ڀلا اها خبر اٿو ته توهانجو ڪيترو دک ناس
ٿي چڪو آهي ۽ باقي ڪيترو بچو آهي؟

نرگرنت - سا به خبر ڪانه اٿئون.

ڀڳوان - جيڪڏهن انهن ڳالهين جي توهانکي خبر نه
آهي ته انهي جي اها معنيٰ نه آهي ته اڳئين جنم ۾ توهين

وٺي نرگرنٿ نر- وسٿر يعني ننگا ٿي ڦرندا آهن. پر نرگرنٿن ۽ آجيوڪن جو پاڻ ۾ ميلاپ نہ ٿي سگهيو. جيڪڏهن مهاٻير سوامي لک چوراسي (جونين جو) درشن قبول ڪري ها تہ نرگرنٿن جي پرمپرا ۾ چالو چئن سنجمن جي ڪا بہ اهميت نہ رهي ها. جيڪڏهن ائين مڃجي تہ پاڃ (قسمت)، سنگت (حالتن جو ميلاپ)، ۽ سڀاو ڪري پراڻي ڳنڍيل آهن تہ پوءِ اهنسا، اَستيہ (چوري نہ ڪرڻ) ۽ اَپرگره (ملڪيت نہ رکڻ) انهن چئن سنجمن جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ مطلب تہ اهي ٻئي آچاريہ هڪ ٿي نہ سگهيا.

آجيوڪ پنٿ جي لک چوراسي جونين جي درشن کان نرگرنٿن جو چئن سنجمن وارو درشن ماڻهن کي وڌيڪ پسند آيو. سبب جو انهن سنجمن ڪري ۽ تپسيائن ڪري اڳين جنمن جا پاپ ڌوپي سگهيا ٿي ۽ هڪ ئي جنم اندر موک پراپت ٿي سگهيو ٿي.

## نرگرنٿن سان واقفيت

”ست پٽڪ“ ۾ نرگرنٿن مت وارن جي ڪافي ڄاڻ ملي ٿي. ”مجهم نڪايہ“ جي چل دکند ست (चूलदुक्खक्खन्ध) ۾ ٻڌ ۽ نرگرنٿن وچ ۾ سنواد اچي ٿو. انهيءَ جو تاتپرج هي آهي.

راجگره ۾ ڪي نرگرنٿ بيٺي بيٺي تپسيا ڪري رهيا هوا. ڀڳوان ٻڌ وٽن وڃي ڪري چيو تہ، ”هي پائرو، توهين پنهنجي سرير کي هيتريون ساسنائون ڇو

ڪرمن کي ڪيئن ڪري سگهجي ٿو. انهي ويچار جي پرمپرا
اڄ تائين قائم آهي.

## آتما بابت ڪلپنائون

انهن آچارين ۽ تڏهن جي سمڪالين ٻين شرمڻن جي
من ۾ آتما بابت ڪيتريون عجيب ۽ اڏيت ڪلپنائون
هونديون هيون تنهن جو ٿورو نمونو اُپنشدن ۾ ملي ٿو.
مثال طور هڪ ڪلپنا وڃو ته آتما چانور ۽ جؤ جي داڻي
کان به ننڍي آهي ۽ هردي اندر وسي ٿي.

एष म आत्मान्तर्हृदयेऽणीयान्व्रीहेर्वा यवाद्वा सर्षपाद्वा श्यामाकाद्वा
श्यामाकतण्डुलाद्वा ।१

ارٿات:- هي منهنجي آتما هردي اندر (وسي ٿي).
چانور کان، جوَ کان، اهڙ کان، سانوي نالي چانور جي
کٽي کان به ننڍڙي آهي.*
۽ اها آتما اينتري ٿي وڏي آهي.

मनो मयोऽयं पुरुषो भाः सत्यस्तस्मिन्नन्तर्हृदये यथा व्रीहिर्वा यवो वा ।२ §

ارٿات:- هي پرش روپي آتما، منومي (من جي
ڪوش ياتهه ۾) پاسوان (تيج واري)، ۽ ستيه روپي آهي
۽ هردي اندر ائين وسي ٿي جيئن چانور يا جؤ جو داڻو.
ٻيءَ هي ڪلپنا ٿي ته آتما آڱوٺي جيڏڙي آهي.

अंगुष्ठमात्रः पुरुषो मध्य आत्मनि तिष्ठति ॥

*ڇاندوگيه اپنشد ٣-١٤-٣
§ برهدارڻيڪ اپنشد، ٥-٦-١
† ڪٺ اپنشد، ٢-٤-١٢

شڪارين وانگر ڪنور هئا ۽ هن جنم ۾ اُنهن پاپن جي
ناس ڪرڻ لاءِ هي تپسيائون ڪريو ٿا؟

نرگرنٿ- چرنجيو گوتم، سک مان سک نٿو پراپت
ٿئي؛ دک مان ئي سک پراپت ٿئي ٿو. سک مان سک
حاصل ٿئي ها ته بمبسار راجا کي چرنجيو گوتم جي مقابلي
۾ وڌيڪ سک مليو ها.

ڀڳوان- هي نرگرنٿو، توهان هيءَ ڳالهه سوچڻ ويچارڻ
بنا ڪئي آهي. مان توهان کان فقط ايترو پڇان ته
ڀلا بمبسار راجا ست ڏينهن سڌو ويهي ڪري، مک مان
هڪ شبد به نه بولي، ايڪانت سک جو انڀو ڪري
سگهي ٿو؟ پر ستن ڏينهن جي ڳالهه ڪٿي ڇڏيو. ڇا هڪ
ڏينهن لاءِ به اهڙي سک جو انڀو ڪري سگهي ٿو؟

نرگرنٿ- سو سندس لاءِ ممڪن نه آهي.

ڀڳوان- آءٌ ته هڪ ڏينهن لاءِ نه، پر ست ڏينهن انهيءَ
پرڪار جو سک ماڻي سگهان ٿو. آءٌ توهان کان پڇان ٿو
ته بمبسار راجا (پنهنجي دبدبي سان) وڌيڪ سکي آهي
يا آءٌ؟

نرگرنٿ- جي ائين آهي ته آيشمان (چرنجيو) گوتم ئي
بمبسار راجا کان وڌيڪ سکي آهي.

ٻڌ ڌرم جي ويچار جي خاصيت ڏيکارڻ لاءِ هي
سنواد (گفتگوءِ) لکيو ويو آهي؛ تنهن هوندي به منجهس
جين مت کي اُلٽو سلٽو نه ڪيو ويو آهي؛ سندن چوڻ
هو ته تپسيائن ۽ ڇٽن سنڄمن جي اپياس سان پورب جي

نہ سگھي يا ابناسي)، ۽ نگر دوار سامهون ڪنل تمبي مثل تر (بينل) آهي۔"*

هن مت اندر پُورڻ ڪسپ، مکل گوسال، پڪڌ ڪچاين ۽ نرگرنٿ ناٿپتر جي مت اچي وڃي ٿي۔

پيا شرمڻ براهمڻ وري اُڇيد واد جي پَکَ ۾ هوا۔ سندن چوڻ هو تہ:-

अयं अता रूपी चातुम्माहा भूतिको मातापेतितसंभवो कायस्स भेदा उच्छिज्जति वितस्सति न होति परं मरणा ॥

ارٿات:- هيءَ آتما جڙ، چئن مهايوتن (عناصرن) مان بنايل آهي. ماتا پتا مان اتپن ٿي آهي۔ اها ديهہ جي ناس ڪانپوءِ ناس ٿي وڃي ٿي ۽ موت ڪانپوءِ نٿي رهي۔"

هن مت جي پک ۾ شرمڻن مان خاص ڪري اُجت ڪسمڪمبل هو۔ انهن ٻن ويچارن جي وچم اهڙا بہ شرمڻ براهمڻ هوا جي چوندا هوا تہ آتما ڪجهہ اُنس ۾ ساسوت (نت) ۽ ڪجهہ انس ۾ اساسوت (انت) آهي۔ سنجيہ ويلٽيپت جي مت انهي پرڪار جي نظر اچي ٿي۔ تنو گيان جي اها مت، اگتي هلي ڪري، جينين سئيڪار ڪئي۔

## آتم وادن جا پرڻام (نتيجا)

انهن سيني آتم وادن جا پراڻام گهڻي قدر ٻن پرڪارن جا ٿيندا هوا۔ هڪ تہ اِندرين جي مزن ۾ سک سمجهڻ،

---

*هي ۽ پيا آتم واد جا نمونا "ديهہ نڪايہ" جي برهم جال ست ۾ ڏنل آهن۔ پين نڪاين ۾ بہ نرالا آتم واد مِلن ٿا

ارٿات:- ”آڱولي جيڏو اُهو پرش آتما جي وچ ۾ وسي ٿو.“

۽ منش جي سمهي پوڻ کانپوءِ اها آتما سندس سرير ڇڏي ٻاهر گهمڻ وڃي ٿي:

स यथा शकुनिः सूत्रेण प्रबद्धो दिशं दिशं पतित्वान्यत्रायतनमलब्ध्वा बन्धनमेवोपश्रयत एवमेव खलु सोम्य तन्मवो दिशं दिशं पतित्वान्यत्राथान-मलब्ध्वा प्राणमेवोपयते प्राणबन्धनं हि सोम्य मन इति ॥४*

ارٿات:- اها آتما اهڙي آهي جهڙيطرح رسيءَ ۾ ڦاٻو تيل پکي چؤطرف اُڏامي ٿو ۽ هوا ۾ نه رهي ڪري وري ٻنڌڻ ۾ اچي ٿو. ساڳي طرح هي سؤميه (پيارا)، من جي ڪري آتما چارو طرف اُڏامي ٿي ۽ اُتي ٽڪ نه ملڻ ڪري پراڻ جو آسرو وٺي ٿي، ڇو جو پراڻ من جو ٻنڌڻ آهي.“

## ساسوت واد (اُتمانت آهي) ۽ اُڇيد واد (آتما آنت آهي)

آتما بابت تنهن وقت هن قسم جون وچتر ۽ عجيب ڪلپنائون شرمڻ براهمڻن ۾ ڦهليل هيون. سي سڀ ٻن پاڱن يا ڪلاسن ۾ اچي وڃن ٿيون. تن مان هڪ جو چوڻ هو ته:-

सस्सतो अता च लोको च वंझो कूटट्ठो एसिकट्ठायी ठितो।

ارٿات:- آتما ۽ جڳت ساسوت ۽ نت آهن. اها آتما وِنڌيه (جنهن مان ڪجهه نه ڄمي) ڪُوٽست (جا بدلجي

*ڇاندوگيه اپنشد، ٦-١٢

د وارا انهيءَ ترشنا جي ڪيءَ ڪرڻ سان ٿي منش ۽ منش جاتيءَ کي شانتي- سنتوش حاصل ٿيندو. آتم واد جو تياڳ ڪرڻ بنا اهو نئون مارڳ ماڻهن جي ڌيان ۾ نٿي اچي سگهيو. سو کنڌ سنيت (खन्ध संयुत) ۾ اها ڳالهه لکيل آهي ته ٻڌ ڀڳوان پنجن ڀڪشن جي ٽوليءَ کي ٻهرئين چار آريه ستيه ۽ تنهن کانپوءِ اَناتم واد (آتما نه آهي) جو اُپديش ڏنو.*

ڀڳوان ٻڌ وارانسيءَ ۾ رشيپتن جي مرگ بن ۾ رهندو هو. اتي پنج ورگي ڀڪشن کي ٻوڌ ڏيندي چيائين ته،

”هي ڀڪشوئو هي جڙ سرير اناتما (آتما بنا) آهي. سرير جي آتما هجي ها ته اُپدر وڪاري (جهنجهٽ ۽ کٽ ڦٽ وارو) نه هجي ها ۽ ائين چئي سگهجي ها ته منهنجو سرير ائين اهڙو هجي يا اهڙو نه هجي، پر جيئن ته سرير اَناتما آهي (آتما نه آهي) انهيڪري سرير جهنجهٽن وارو آهي ۽ ائين چئي نٿو سگهجي ته منهنجو سرير ائين اهڙو هجي يا نه هجي.

”هي ڀڪشوئو، ويدنا (*Sensation*) اناتما (آتما بنا) آهي. جيڪڏهن ويدنا آتما هجي ها ته جهنجهٽ واري نه هجي ها ۽ اِئين چئي سگهجي ها ته منهنجي ويدنا ائين اَهڙي هجي يا اَهڙي نه هجي. پر جيئن ته ويدنا اناتما آهي انهيءَ ڪري ويدنا جهنجهٽ واري آهي ۽ اِئين چئي نٿو سگهجي ته منهنجو سرير ائين اَهڙو هجي

*اهو ست مهاوڳ ۾ به آهي

ڀيو ته تپسيائن سان ديهه کي کشت ڏيڻ. ٻڌ ڪسپ
جي مت اها هئي ته جيڪڏهن آتما ڪنهن کي ٻه ماري
نٿي، ته پنهنجي سک ولاس لاءِ ٻين کي مارڻ ۾ ڪهڙي
برائي آهي؟ جينين جي مت انوسار اٿين سمجهڻ ڪري
اها آتما پورب جنم جي ڪرمن جي چڪر ۾ ٻڌجي
ويندي. انهي قسم جو پرڻام سياويڪ آهي ته انهي
چڪر مان ڇٽڻ لاءِ ڪنور تپسيائون ڪرڻ گهرجن. ٻڌ جي
اٿين مڃجي ته آتما آساسوت (اَنت) آهي ۽ موت کانپوءِ
رهي نٿي، ته انهي مڃتا مان ٻن قسمن جا رايا پيدا ٿي
سگهن ٿا. هڪ ته جيسين اسين حيات آهيون تيسين
عيش عشرت ۾ مگهن رهون يا ته انهن عيشن سکن کي
آساسوت (اَنت) سمجهي ڪري تپسيائون ڪريون.

## آتم واد جو تياڳ

ڀڳوان ٻڌ کي ٻئي مارگ، چاهي سک ولاس جا يا
تپسيا جا تياڄيه (ڇڏڻ جهڙا) هوا، ڇو جو ٻنهي مان منش
جاتيءَ جا دک نِورت نٿي ٿيا. جهڙي جهڙي واري
جنتا کي انهن ٻنهي حدن جي راين مان شانتيءَ جو مارگ
ماڻ ممڪن نه هو. ٻوڌيستو کي اها خاطري ٿي وئي
ته انهن ٻن حدن جي راين جو ڪارڻ آتمواد آهي. تنهن
ڪري اهو ٻاسيرو ڪري هن وچان ٿي هڪ نئون مارگ
ڳولي ڪڍيو. آتما نت آهي يا اَنت ٻر هن جڳت ۾ دک
ته آهي ئي آهي. اهو دک منش جاتيءَ جي ترشنائن جو
ڦل آهي. آريه اشٽانگڪ (اٺن انگن جو) مارگ جي

ڏور يا ويجهو آهي، سو سڀ منهنجو نہ آهي، سو آءٌ نہ آهيان، سو منهنجي آتما نہ آهي. ساڳي طرح سچي ۽ صحيح گيان سان سمجهڻ گهرجي تہ ڪابہ ويدنا، سنگنيا، سنسڪار، ڪوبہ گيان، اڳڻ، وچڻ، اُتپن ٿيڻ، اسانجي سرير اندر يا ٻاهر، اسٿول، سوڪيم، اونچ، نيچ، ڏور يا ويجهو، سو سڀ منهنجو نہ آهي، سو آءٌ نہ آهيان، سو منهنجي آتما نہ آهي. هي پڪشوئو، اِئين ڄاڻڻ وارو وڏوان آريہ سراوڪ (ٻڌ ڀڳت) جڙ پدارٿ، ويدنا، سنگيا، سنسڪار ۽ گيان بنسبت اَناسڪت رهي ٿو ۽ من کي اَلڳ رکڻ ڪري مڪت ٿئي ٿو.

## آتما جا پنج حصا

آتما نت آهي يا اَنت، انهيءَ سوال جو سڌو جواب ڏيڻ ڪري، غلطفهمي پيدا ٿيڻ ممڪن هئي. انهيءَ ڪري آتما ڇا آهي سو سمجهائڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان آتما جا ڌار ڌار پنج اَنگ بنايا آهن. جڙ پدارٿ، ويدنا، سنگنيا، سنسڪار ۽ وگيان - هن ريت آتما جا پنج ڀاڱا يا اَنگ ڪري سگهجن ٿا. انهن اَنگن ۾ ورهائڻ سان چٽو ڏسجي ٿو تہ آتما نت يا اَنت نہ آهي. سبب جو اهي پنج ئي ”اسڪند“* ڦرڻ بدلجڻ وارا مطلب تہ اَنت آهن، دکڪاري آهن؛ انهيءَ ڪري اِئين چوڻ مناسب نہ ٿيندو تہ اهي منهنجا آهن يا اهي منهنجي آتما آهن. ٻڌ ڀڳوان جو اهوئي اَناتم (آتما نہ آهي) واد آهي. هو نت ۽ اَنت جي

*اَنگ يا حصا. ٻڌ ڌرم موجب سرير جا پنج اسڪند آهن.

يا نہ ھجي۔ انھيءَ پرڪار سنگنيا (*Consciousness*)، سنسڪار (*Tendencies*) ۽ وگيان (*Knowledge*) اناتما آھن. جي وگيان آتما ھجي ھا تہ جھنجھٽ وارو نہ ھجي ھا ۽ اِئين چئي سگھجي ھا تہ منھنجو وگيان ٻلي اَھڙو ھجي يا نہ ھجي۔ پر جيئن تہ وگيان اناتما آھي انھيءَ ڪري وگيان جھنجھٽ وارو آھي ۽ اِئين چئي نٿو سگھجي تہ منھنجو وگيان ٻلي اَھڙو ھجي يا اَھڙو نہ ھجي۔

ھي ڀڪشوئو، ھي جڙ سريرِ (*Body*)، ويدنا (*Sensation*)، سنگنيا (*Consciousness*)، سنسڪار (*Tendencies*) ۽ وگيان (*Knowledge*)، سي سڀ نت آھن يا اَنت؟

ڀڪشو ـ ڀڳونت، سي سڀ اَنت آھن۔

ڀڳونت ـ جو اَنِت آھي سو دکڪاري آھي يا سکڪاري؟

ڀڪشو ـ ڀڳونت، سو دکڪاري آھي۔

ڀڳونت ـ جو دکڪاري آھي، اُلٽو سلٽو ھلي ٿو، تنھن بابت اِئين سمجھڻ تہ اھو منھنجو آھي، اھو آءٌ آھيان، سو منھنجي آتما آھي، اھو واجب ٿيندو؟

ڀڪشو ـ نہ، سائين۔

ڀڳونت ـ انھيءَ ڪري ھي ڀڪشوئو، سچي ۽ صحيح گيان سان اِئين سمجھڻ گھرجي تہ ڪوبہ جڙ پدارٿ جو اُچٽو آھي، وچٽو آھي، اُتم ٿيٽو آھي، پنھنجي سرير اَندر يا سرير جي ٻاھر، اسٿول، سوکيم، نيچ، اُونچ،

١٩٩٥، سال ١٤، انڪ ١) ۾ سري گوپالداس جيوا ڀائي پٽيل 'سري مهابير سواميءَ جو ماس آهار' نالي ليک لکيو هو. ليک ۾ هن ڳالهه بابت جيڪي لکيل هو سو مختصر طور هت ڏيان ٿو:-

مهابير سوامي شراوستي نگريءَ ۾ رهندو هو. مکلگوسال (मखलिगोसाल) به اُتي پهچي ويو ۽ ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي جي جن* (پاڻ جيتيندڙ) ٿيڻ جي خلاف سخت ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ لڳا. اُنت ۾ گوسال سوامي مهابير سواميءَ کي سراپ ڏنو ته، "منهنجي تپو بل مان ڇهن مهنن کانپوءِ پِت جي تَپَ ۾ مري ويندين." تنهن تي مهابير سواميءَ موٽائي سراپ ڏنس ته، "اڄ کان ونئي ستين رات جو مري ويندين." سو ستين رات گوسال مري ويو، پر سندس سراپ ڪري مهابير سواميءَ کي ڏاڍي تڪليف ٿيڻ لڳي ۽ خون جار دست شروع ٿي ويس. تڏهن مهابير سواميءَ سنهه نالي پنهنجي شش کي چيو ته، "تون مينڍڪ (मेंढिक) ڳوٺ ۾ ريوتي (रेवती) نالي هڪ اِستريءَ وٽ وڃ. هن مون لاءِ ٻه ڪبوتر پچائي رکيا آهن. سي مونکي نه گهرجن. تون وڃي کيس چئو ته "ڪالهه هڪ ٻليءَ جو ماريل مرغو تو تيار ڪيو آهي، سو مونکي ڏي."

سري گوپالداس مول "ڀگوتي سوتر" مان هڪ ٽڪر پنهنجي ليک ۾ ڏنو آهي. سو هت ڏيڻ ٺيڪ ٿيندو.

---

*جو پاڻ جيتي، منزل تي پهتو (تيرٿنڪر) هجي. جينين جا ٢٤ تيرٿنڪر ليکيا آهن.

رهيا آهن. انهن پنهنجي ڪاتر منهنجي من اندر ڪيترو نه پريم آهي سو پنڊت جيءَ کان پڇندا، جو مونکي وٽي آيو آهي. پر ڪوجنا جي ڪيترن شرڌال پڳتي يا پريم آڏو نه اچڻ ڪپن. آءٌ نٿو سمجهان ته سچ ٻولڻ سان ڪنهن به سمپردايه (پنٿ) کي هاڃي پهچي ٿي. منهنجي خيال موجب سچو ارٿ پرڪاشت ڪرڻ کوج ڪندڙ جاٺوءَ جو فرض آهي."

ٻيو ساڌو گلا ٻچند ڪجھ پريرو وينو هو. اُتان ٿي پنهنجي شش کي چيائين ته "هن سچڻ انهن ٻن لفظن جو جيڪو ارٿ ڪيو آهي سو ٺيڪ ارٿ آهي. هن زماني جي ٽيڪاڪارن جيڪو ارٿ ڪيو آهي سو ٺيڪ نه آهي. انهن ٻن مثالن کانسواءِ ٻيا به ڪيترا مثال ملندا جن مان ثابتي ملندي ته جين ساڌو تڏهن ماس آهار ڪندا هوا."

سو چئي جين سوٽرن مان مثال ڏيڻ شروع ڪيائين. پر سندس ودوان شش ڳالهه ڦيرائي اسانجو سنواد ختم ڪري ڇڏيو. مون اهو نه پڇيو ته سندس گروجيءَ جيڪي مثال ڏنا سي ڇا مان ڏنائين. سو پڇڻ مونکي ڪجھ بي موقع لڳو.

## مهاٻير سواميءَ جي گوشت کائڻ بابت بحث

هاڻي ته ڪيترا مثال هٿ آيا آهن جن مان پڌرو آهي ته مهاٻير سوامي ماس آهار ڪندو هو. گجراتيءَ ۾ "پرستان" ماهوار مخزن جي ڪنهن اڳئين انڪ (سنبت

ڪري سان نرگرنٿن کي مسرو اچي ٿو، پر اها ڳالهه بنهه ناممڪن آهي ته آءٌ جاڻي واڻي ڪاني لاءِ ڪنهن پراڻيءَ جو ڪوس ڪندس.“*

هن قسم جو ٻيو به هڪ مثال ”مجهم نڪاي“ ۾ ۵۵ جيوڪ سُت ۾ ملي ٿو سو هن نموني جو آهي:-

هڪ ڀيري ڀڳوان ٻڌ راجگرهه جي جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه (जीवक कैमारभृत्य) جي انبن جي بن ۾ رهندو هو. تڏهن جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه ڀڳوان وٽ ويو. ڀڳوان کي نمسڪار ڪري هڪ پاسو وٺي ويٺو ۽ چيائينس ته ”هي ڀڳونت، توهان تي اهو دوش مڙهيو ٿو وڃي ته جانور مارائي ڪري تيار ڪيل پوڄن توهين کائو ٿا. اها ڳالهه سچي آهي؟“ ڀڳوان جواب ڏنس ته، ”اهو دوش غلط آهي. جڏهن ڏسان ٿو يا ٻڌان ٿو ته جانور منهنجي لاءِ ڪُٺو ٿو وڃي يا مونکي اهڙو شڪ پوي ٿو تڏهن آءٌ چوندو آهيان ته اهو پوڄن منع ڪيل آهي.“

تنهن مان ظاهر آهي ته جيئي ڪهڙي قسم جو الزام ڀڳوان تي مڙهيندا هوا. جڏهن ڪڏهن ڪو ڀڳوان کي کائي جي نيمنڊ ڏيئي ماس آهار ڏيندو هو ته جيئي چوندا هوا ته، ”شرمڻ گوتم سندس لاءِ ڪهاڻي تيار ڪيل جانور جو گوشت کائي ٿو.“ (उद्दस्सकट) جين ساڌو پاڻ ته ڪنهن جو به نوتو قبول نه ڪندا هوا. وات ويندي ڀکيا ملندي هين سا وٺندا هوا ۽ جي گوشت ملي ويندو هون ته اهو به وٺندا هوا.

* ڏسو ”ٻڌ ليلا سار سنگرهه“ صفحو ۲۷۹-۲۸۱

तं गच्छह णं तुमं सीहा, मेंढियगामं नगरं रेवतीए गाहावति णीए गिहे
तत्थ णं रेवतीए गाहावतिणीए ममं अट्ठाए दुवे कबोय सरीरा
उवक्खडिया तेहिं नो अट्ठो । अत्थि से अन्न पारियासिए मज्जारकडए
कुक्कुडमंसए तं आहराहि—एएण अट्ठो ।

اڌ مگڌي ٻوليءَ جو جنهن کي ٿورو ئي علم هوندو
سو ٻي رايءِ تي هي ٽڪر پڙهندو ته چوندو ته گوپالداس
وارو ارٿ ٻنهه نيڪ آهي. پر اڄ سري گوپالداس جي
خلاف ڪيترن جين پنڊتن خوب ڏوڙيو ڪٽي وسايو آهي.

## ٻڌ ۽ جين شرمڻن جي ماس آهار ۾ فرق

جڏهن ڏسون ٿا ته ماس آهار بابت جينين ۽ ٻڌن
وچم ڪنهن قسم جو واد وواد هلندو هو، ته انهيءَ مان
اينرو ثابت ٿئي ٿو ته سري گوپالداس جو چوڻ صحيح
آهي.

اڳين اڌ ڀاڱي ۾ اسين ٻڌائي چڪا آهيون ته ويشالي
جو سنهه سيناپتي نرگرنٿن (جينين) جو اُپاسڪ هو. ٻڌ
جو اُپديش ٻڌي ڪري هو ٻڌ جو اُپاسڪ ٿيو ۽ ٻڌ کي
ڀڪشو سنگهه سوڌو گهر ۾ گهرائي آدرسنڪار سان عمدو
ڀوڄن ڪرايو. پر نرگرنٿن کي اها ڳالهه نه وڻي. هنن ويشاليءَ ۾ افواهه اٿاريو ته سنهه هڪ وڏو جانور ڪهي
ڪري گوتم ۽ ڀڪشو سنگهه کي کانو کارايو آهي ۽ گوتم
کي اها خبر هوندي به هن سنهه جو کانو قبول ڪيو.
هڪ سچڻ وڃي ڪري سنهه ساڻ اها ڳالهه ڪئي.
تڏهن چيائينس ته ”اها ڳالهه اجائي آهي. ٻڌ کي بدنام

آهن، تن جا ڪرم اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(٦) جي رڪا، شوخ، چغلخور، نردئي، گهمنڊي، ڪنهنکي ڪوڏي نتا ڏين، تن جا ڪرم اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(٧) ڪروڌ، گهمنڊ، ڪنورتا، وروڌ، مايا، حسد اجائي ڀڪواس، اجائي وڏائي ڪندڙ ڪڪرمين جي صحبت اَپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(٨) پاپي، قرضي، چغلخور، رشوتخور، اُڪ ڪاري جي هن لوڪ ۾ پاپ پيدا ڪن تا سي نيچ انسان جي ڪرم ڪن تا سي اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(٩) جن کي پراڻين لاءِ ديا نہ آهي، جي ٻين کي ڦرين ستائين تا، دراچاري، ڊيچاريندڙ، گارگند ڪن تا، اناد ر ڪن تا، تن جا ڪرم اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(١٠) اهڙن ڪرمن ۾ لڳل، وروڌ ڪندڙ، گهاتڪ، سدائين سي ڪم ڪندا وتن تا جن ڪري پرلوڪ ۾ انڌڪار ۾ گهرن تا ۽ جي پير مٿي ۽ مٿو هيٺ ڪري نرڳ ۾ وسن تا، اهڙا ماڻهو جي ڪرم ڪن تا سي اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(١١) ماس مڇي ڇڏڻ، ننگو رهڻ، سر مُنڊائڻ، جٽا رکڻ، ڀڀوت ملڻ، کهڙو ڇمڙا پوش ڪرڻ، اگني هوتر جي اُپاسنا يا ٻيون هن لوڪ جون تپسيائون، منترن سان آهوتيون، يگيہ ۽ ٿڌ گرمي سهڻ، - سي سڀ تپسيائون،

# ڪي ڀڪشو ماس آهار نہ ڪندا هوا

ڪي ٻڌ جي زماني جا ڀڪشو ماس آهار منع ڪيل سمجهندا هوا. منجهائن هڪ ڀڪشو ڪاشيپ جو ٻڌ سان سنواد "ست نپات" جي چوڏهين آمگنڌ ست* ۾ ملي ٿو. ست جو ترجمو هن ريت آهي:-

(۱) (ڪشيپ ڀڪشو) شامڪ، چنگولڪ، چينڪ درختن جا پن، ڪندمول ۽ ڦل، ڌرم موجب وٺي انهن تي گذر ڪري سواد شين لاءِ ڪوڙ نہ ٻوليندو هو.

(۲) هي ڪاشيپ، ٻين جو ڏنل سٺو ۽ عمدي طرح (رڌل) جانورن جو سواد يوجن وٺي، تون آپوتر يوجن کائين ٿو.

(۳) هي برهم ٻنڌو، پکيءَ جي گوشت سان مليل جانورن جو يوجن کائيندي تون چوين ٿو تہ، "مون لاءِ اپوتر کاڌو نيڪ نہ آهي." سو هي ڪاشيپ، توکان پڇان ٿو تہ تو لاءِ ڪهڙو کاڌو اپوتر آهي.

(۴) (هي ڪاشيپ) ڪهڻ، مارڻ، ڪاٽڻ، ٻڌڻ، چوري، اَستيہ ٻولڻ، ڌوکو ڏيڻ، ڦاسائڻ، جلائي مارڻ وغيره ۽ ويڀچار سي ئي اپوتر آهن، نہ گوشت کائڻ.

(۵) جي استرين بابت سنجم نٿا رکن، واس چٽور آهن، اپوتر ڪرم ڪن ٿا، ناستڪ آهن، ڪنور ۽ هنيلا

---

*هن آمگنڌ ست ۾ ڏنل اپديش عيسيٰ مسيح جا هينيان وچن ياد ڏياري ٿو: جيڪي وات ۾ وڃي ٿو سو انسان کي پرشت نٿو ڪري، پر جيڪي وات مان نڪري ٿو سو ڪيس پرشت ڪري ٿو- ميٿيو ۱۵|۱۱

زماني جي تپسوين وانگر جهنگل ۾ ڦل ڦول تي نرواهه نه
ڪري، ماڻهن جي ڏنل ڀڪيا تي گذر ڪندا هوا ۽ تنهن
وقت ماس مڇي بنا خوراڪ ملڻ مشڪل هئي. براهمڻ
نه يگيه ۾ هزارين جانور ماري ڪري سندن گوشت
اوسي پاسي جي ماڻهن ۾ ورهائيندا هوا. ٻڌو ناٿا وري
جانورن جون پاڻيون چاڙهي سندن گوشت کائيندا هوا.
تنهن کانسواءِ کاسائي نه ننهن رستن جي چوراهي تي گئن
جو ڪوس ڪري سندن گوشت وڪڻندا هوا. اهڙين
حالتن ۾ رڌل کاڌي جي ڀڪيا تي گذر ڪندڙ ڀڪشن
لاءِ گوشت بنا ڀڪيا ملڻ ناممڪن هئي.

جينين جي مڃتا موجب پرٿوي، جل، وايو، اگني
ونسپتي ۽ ترس (پراڻين) جي ڪايا ۾ جيون جا ڇهه واسا
آهن. پرٿويءَ جي ڪايا ارٿات پرٿويءَ جي پرم اڻوءَ
(*Atom*) ۾، ساڳي طرح جل، وايو، اگني جا پرم اڻو سڄيو
(جيون سان ڀريل) آهن. ونسپتي جي ڪايا ارٿات وڻ
ٻوٽا وغيره انهن بابت ائين چوڻ جي ضرورت ئي
ڪانهي ته سڀ سڄيو آهن. त्रसकाय ارٿات ڪٽلين،
ماڪوڙين کان وٺي هاٿيءَ تائين سڀ ننڍا وڏا پراڻي
انهن ڇهن ڪاين جي جيون جي هنسا ڪرڻ جين شرمڻ
پاپ سمجهندا هوا. انهيڪري رات جو ڏيئو نه ٻاريندا
هوا، تڏو پاڻي نه پيئندا هوا ۽ ڏاڍا ساوڌان رهندا هوا
نه متان پرٿوي پرم اڻوءَ وغيره اندر جيون جي هنسا
نه ڪٿي وڃي.

پر جين اپاسڪ کيتي ڪندا هوا. انهن ڪمن ڪندي

جو منش شنڪائن کان پار نہ پيو آهي، تنهن کي پوڙ نتيون ڪن.

(۱۲) اِندرين جو سنجم ڪندڙ، اِندرين کي سنڀالي هلڻ وارو، ڌرم تي قائم، اهنڪار بنا، سرل وهنوار ۾ سنتوش رکندڙ، سنگ بنا، جنهن جو سارو دک ناس ٿي ويو هجي، اهڙو ڌير پرش، ڏنل يا بدل پدارٿن جي بندڻن ۾ نٿو ٻڌجي.

(۱۳) هي ارٿ ڀڳوان وري سمجهايو ۽ اُهو هن منترن جي ماهر (براهمڻ تپسويءَ) سمجهيو. اهو ارٿ هن پوڙ سنگ بنا ۽ سمرٿ منيءَ سندر گاٿائن ۾ پرڪاشت ڪيو.

(۱۴) پوڙ ۽ دکين جا دک ناس ڪندڙ ٻڌ جا سندر وچن ٻڌي ڪري هن تپسويءَ نمرتا سان تٿاگت کي نمسڪار ڪيو ۽ اُتي ئي سنياس ورتائين.

## شرمڻن جي ماس آهار جو سمرٿن

هي ست بلڪل جهونو آهي، پر ائين چوڻ جي ڪا بہ ثابتي ڪانهي تہ اهو خاص ڪاشيپ ٻڌ ٺي رچيو هو. هن مان ايترو ٿي سمجهڻ گهرجي تہ ٻڌ جي سمي ۾ ڀڪشو لوڪ ماس آهار جو هن ريت سمرٿن ڪندا هوا.

هن ست ۾ تپسيائن کي نڪمو بنايو ويو آهي. اها راءِ جينين کي پسند نہ پيئي هوندي، ڇو جو هو تہ ڏاڍي تپسيا ڪندا هوا. تنهن هوندي بہ هنن ماس آهار جو هن ريت سمرٿن ڪيو هوندو، ڇو جو اڳئين

ارٿات: ”ربن ڇهڙيون تنڊي سياو جون ۽ ڏلا پري ڪيبر ڏٻرا وارا ٻون ڳايون، پيرَ يا سڱ يا ٻڇي ڪنهن به عضوي سان ڪنهنکي به ايذاءُ نٿيون پهچائين. اهڙين ڳاين جو (براهمڻن جي چورڻ تي) راجا اِڪشواڪوءَ سندن سِڱ ڇهلي ڪوس ڪيو. هن ريت ڳاين تي ڪاتيون وهائيندي ڏيو، پتر، اِندر، آسر، ۽ راڪس اُئين چئي ڪروڌت ٿيا ته آدرم ٿئي ٿو.“

## ڳچ وقت تائين براهمڻن ڳئو ماس کائڻ ڇڏيو

جينين ۽ ٻڌ ڌرم وارن جي جتنن ڪري ڳئو ماس آهار جي منع ٿيندي رهي، پر پوءِ به براهمڻن ۾ بندش پوڻ تي ڪئين صديون ٺيري ويون. شروع ۾ اها رسم ڪئي وئي ته يگيه لاءِ ديڪشا وٺندڙ سو ڳئوماس نه کائي.

स धेन्वै चानडुहश्च नाश्नीयात् । धेन्वनुडुहौ वाऽइदं सर्वं बिभृतस्ते देवा अब्रुवन् धेन्वनडुहौ वाऽइदं सर्वं बिभृतो हन्त यदन्येषां वयसां वीर्यं तद्धेन्वनडुहयोर्दधामेति–तस्माद्ध न्वनभृहयोनाश्नीयात् तदुहोवाच याज्ञवल्क्यो ऽश्नाम्येवाहं मांसलं चेद्भवतीति !

ارٿات: ڳئون ۽ ٻيل نه کائڻ گهرجن. هي سڀ ڳئون ۽ ٻيل ڌارين پالين ٿا. ديون چيو ته هي سڀ ڳئون ۽ ٻيل ڌارين ٿا، انهيڪري ٻين قسمن جي پسن جو ويرج اسين ڳئن ۽ ٻيلن ۾ وجهون ٿا. انهيڪري ڳئون ۽ ٻيل نه کائڻ گهرجن. پر ياگيه والڪيه چوي ٿو ته کائڻ سان سرير رشٽ پشٽ ٿئي ٿو، تنهنڪري آءٌ (اهو ماس) ضرور کائيندس.“

پرٿوي، جل، تيج، وايو، ونسپتي ۽ پراڻي - انهن ڇهن پرڪارن جي جيون جي هنسا ٿيي ٿي. زمين تي هر ڪاهڻ سان نه رڳو پرٿوي ۾ پرم اڻو ناس ٿي ٿيا، پر هرهڪ ڪيڙون، ڪيڙاي، جيت ۽ ٻڪاها ننڍا وڏا پراڻي به مري ويا ٿي. يوڄن تيار ڪرڻ مهل وري ونسپتي جل، اگني ۽ وايو وغيره ڪايائن ۾ پراڻي ناس ٿيا ٿي. ائين هوندي به جين ساڌو اهڙي يوڄن جي ڀڪيا وٺندا آهن. نه پوءِ ڪنهن جين اُپاسڪ هٿان تيار ڪيل ماس آهار جي ڀڪيا وٺڻ ۾ پراچين جين شرمڻن کي ڪهڙي اٽڪ ٿي سگهي ٿي؟ ۽ ٻنهي ڀڪيا جو سمرٿن هو آمگند سٽ جي پڙهنگ ٿي ٿي نه ڪن ها؟

## گئوماس آهار جي خلاف آندولن

هاڻي اسين هن ڳالهه تي وچار ڪريون ته ماس آهار جي خلاف آندولن ڪيئن شروع ٿيو. سڀ کان اڳ ممڪن آهي ته گئوماس آهار جي خلاف ٻڌ ڌرم وارن آندولن شروع ڪيو. نائين آڌياءِ ۾، "براهمڻ ڌارمڪ" سٽ جي ٻن گاٿائن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڳئن جي ڪهڙي گهرج هئي. ٻيون گاٿائون ڏسو:-

न पादा न विसाणेन नास्सु हिसन्ति केनचि ।
गावो एलकसमाना सोरता कुम्भदूहना ।
ता विसाणे गहेत्वान राजा सत्थेन घातपि ॥
ततो च देवा पितरो इन्दो असुर रक्खसा ।
अव्कमो इति पक्कुन्दुं य सत्थंतिपती गवे ॥

دڪشا ـ مڌوپرڪ جي وڏي ماس سان ٿيڻ گهرجي.
انهي ڌرم شاستر جو مان ڪري گرهست ماڻهو ويد ڄاڻندڙ
مهمان جي مرحبا لاءِ وڇرو يا وڏو ٻيل ڪهي ڪري
سندس گوشت پچائيندا آهن. ڌرم سڌارڪن به اهڙوئي
آپديش ڏنو آهي.

ڇيئو وچي ٿو ته ڪوي ڀيوڀوتيءَ جو سمو ستين صدي
هو. تنهن سمي ۾ اڄ جي سمي وانگر گئوماس کائڻ تي
سخت بندش هجي ها ته پنهنجي ناٽڪ ۾ وسشٽ جي
وڇڙي کائڻ ڏي اشارو نه ڪري ها. اهڙو سنواد اڄ
ڪو ناٽڪ ۾ رکي ته سمجهي سگهو ٿا ته هندو سماج کي
ڪهڙي نه نفرت اچي؟

## پراڻي مارڻ خلاف اشوڪ جو پرچار

اتهاس ۾ پراڻين جي هنسا خلاف پرچار ڪندڙ پهريون
راڄا اشوڪ هو. سندس پهريون ئي شلا ليک (پٿر تي
اُڪريل) هن ريت آهي:-

"هيءَ ڌرم جي لپي ديون جي پياري پريه درسي
راڄا لکائي آهي. هن راڄ ۾ ڪنهن به پراڻيءَ کي کهي
ڪري هوم هون ۽ ميلا نه ڪرڻ گهرجن. ڇو جو
اهڙن ميلن ۾ ديون جي پياري پريه درسي راڄا کي ڏايو
دوش نظر اچي ٿو. ڪي ڪي ميلا پياري پريه درسي
راڄا کي پسند آهن. شروع ۾ پريه درسي راجا جي
(پوچناليه) ۾ رسوئي واسطي هزارين پراڻي ڪُٺا ويندا هوا.
جڏهن ڪان وني هي ڌرم ليک لکيو ويو تڏهن ڪان فقط

اهو واد وواد يگيه شالائن تائين محدود هو. گيتن جو چوڻ هو ته ديکشا وٺندڙ کي يگيه شالا ۾ گهڙڻ کانپوءِ گئوماس نه کائڻ گهرجي. پر ياگيه والڪيه کي اها ڳالهه پسند نه هئي. ماس کائڻ سان سرير تازو توانو ٿئي ٿو، جنهنڪري هو گوشت کائڻ ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو. ٻين موقعن تي گئوماس کائڻ بنسبت براهمڻن ۾ ڪو به واد وواد نه هو. نه رڳو ايترو پر ڪو خاص مکيه مهمان ايندو هو ته وڏو ٻيل ڪُهي ڪري گوشت رڌي آدرستڪار ڪرڻ جو عام رواج هو. فقط گوتم سوتڙڪار گئوماس جي منع ڪئي آهي، پر ڪيس به مڌپرڪ* (मधुपर्क) وڌيءَ ۾ ڪو انڪار نه هو. لڳي ٿو ته براهمڻن ۾ اها وڌي ڪوي ڀوڀوتيءَ جي سمي تائين ٿوري قدر چالو هئي. "اتر رام چرت" جي چوٿين پاڳي جي آرنڀ ۾ سوڌاتڪي (सौधातकि) ۽ دنڊاين (दण्डायन) جو پاٺ ۾ سنواد (گفتگوي) ڏنل آهي. تنهن مان ڪجهه ٽڪر هيٺ ڏنو وڃي ٿو:-

سوڌاتڪي- چا وسشٽ!

دنڊاين- ٻيو وري ڪير؟

سوڌا- مونکي لڳو ته هي ته ڪو چيتو هو.

دنڊا- چوڻ چا ٿو!

سوڌا- ايندي ئي منهنجي ويچاري ڪپلا وڇڙي کي ڳٽر کان ڪٽي جهاباٺين.

*ڏڌ، گيهه، جل، شهد ۽ کنډ گڏي ڪري ديوتائن تي چڙهائڻ جي وڌي.

جي ڌرم پرچار ڪري ائين ٿيو آهي- اڄ اسين ساڪ (ڀاڄي) آهاري آهيون، پر انهيڪري ڇوڻ تہ اسانجا اڳيان بہ ساڳي طرح ڀاڄيخور هوا، سا ڳالهہ حقيقت سان نٿي ٺهڪي.

## چين ديس ۾ سوئر جو قدر

هن هنڌ خاص سوئر بابت بہ چار لفظ لکڻ ٺيڪ ٿيندو. پراچين ڪال کان وٺي چيني لوڪ سوئر کي ڌن سمپتي جي نشاني ڪري ليکيندا آهن. سندن لپي آڪار روپي بڻيل آهي. انهن آڪار روپي نشانين جي ملائڻ سان شبد ٺاهيندا آهن. مثال طور انسان جي نشاني ۽ مٿان تلوار جي نشاني ڏجي تہ شبد جو ارٿ ٿيو "امر"؛ استري ۽ جا بہ نشان معنيٰ "جهڳڙو" ۽ سوئر جو نشان معنيٰ "ڌن"؛ مطلب تہ سوئر جو گهر ۾ هجڻ معنيٰ سکيو گهر ۽ اڄ بہ چين ۾ سوئر جي ساڳي اهميت آهي.

## پراچين ڪال جا هندو بہ سوئر کي سمپتي سمجهندا هوا

هندوستان ۾ سوئر جو ايڏو سارو قدر نہ هو، پر تڏهن بہ سوئر سڪر جو هڪ نمونو سمجهيو ويندو هو. آريہ پرييسن ست ۾ (مجهم نڪايہ ٢٦) ۾ دنيوي سمپتي (अरियपरियेसन) جو ورنن ڪندي هيٺن چيو ويو آهي:-

किंच भिक्खवे जातिधम्मं ? पुतभरियं भिक्खवे जातिधम्मं ।
दासीदासं...अजेलकं...कुक्कुटसूकरं...हत्थिगवास्सवल्वं...जातरुप-
रजतं जातिधम्मं ।

۳ پراڻي - ٻه مور ۽ هڪ هرڻ ماريا وڃن ٿا، سو هرڻ ٻه روزمره نٿو ڪُٺو وڃي ۽ آئينده ته اهي ٽي ٻه نه ڪُٺا ويندا.“

هن شلپ ليک ۾ اشوڪ راجا گاين ٻيلن ڏي اشارو نه ڪيو آهي. تنهن مان انومان ڪڍيو وڃي ٿو ته براهمڻ ۽ ٻين آلم جاتين ۾ تنهن سمي گئوماس آهار قريب بند ٿي ويو هو. نه رڳو ايترو پر اشوڪ اهو پرچار جاري ڪيو هو ته يوڄن لاءِ به ڪنهن پراڻيءَ کي مارڻ نه گهرجي. مٿي مون ”سماج“ شبد جو أنواد ”ميلو“ ڪيو آهي. اهو ترجمو ٺيڪ نه آهي، پر ڪري چئجي ته هلي ويندو. اڄ ڪالهه جنهن نموني مهاراشٽر ۾ ”جاترا“ ۽ اتر ڀارت ۾ ”ميلا“ لڳندا آهن، ساڳئي نموني اشوڪ جي زماني ۾ به ”سماج“ لڳندا هوندا. ديون ديوتائن تي پراڻين جون ٻليون چاڙهي ”السو ملهائڻ وارا ”سماج“ اشوڪ راجا کي پسند نه هوا. پر جن ميلن ۾ پراڻين جون ٻليون نه چاڙهيون وينديون هيون، اهڙن ميلن لڳائڻ ۾ ڪيس ڪو اعتراض ڪونه هو. سندس زور هڪ ٿي ڳالهه تي هو ته يگين ۽ ميلن ۾ پراڻين جي هتيا نه ڪئي وڃي.

## اسانجا وڏا ماس آهار ڪان ڇڏل نه هوا

اڄ ڪالهه نه يگيه وغيره گهڻي ڀاڱي بند ٿي ويا آهن. پر ميلن ۾ اڃا به ٻلدان ڪٿين هند ٿين ٿا. پروءِ به ٻين ديس جي ڀيٽ ۾ هندستان جا ماڻهو گهٽ ماس آهاري آهن. انهيءَ ڏرو به شڪ نه آهي ته جينين ۽ ٻڌن

چوڻ تہ فقط تنهن موقع تي هن بلڪل گهٽو ڪاڏو سو
جڻ عيب ڪيڻ ٿيندو. مٿي چيل موقع کان ٿي مهنا
اڳ ڀڳوان وئشاليءَ ۾ بلڪل بيمار هو، جنهنڪري سندس
سرير ٻنهه ڏٻل ٿي ويو هو. چُند جو ڏنل ڀوڄن تہ ڀانءِ
سندس پرنرواڻ لاءِ ٻهانو ٻڻجي آيو. مٿان انهيءَ سبب
لوڪ چند لهار تي ڪو اَجايو ڏوهہ لڳائين، انهيءَ ڪري
پرنرواڻ کان اڳ آنند کي سڏي ڪري ڀڳوان کيس چيو
تہ ”هي آنند، چند لهار کي ڪو ڪٿي چوي تہ تنهنجي
ڀکيا سٽيڪار ڪرڻ ڪري تٿاگت پرنرواڻ پراپت ڪيو،
انهيءَ ۾ تنهنجي ڏاڍي هاڃي ٿي آهي ۽ انهيءَ ڪري
چند کي ڪو دکي ڪري، تہ توهين سندس من جي
اُداسائي هن ريت دور ڪجو- توهين کيس چئجو تہ
هي چند، تنهنجو ڏنل دان وٺي ڪري تٿاگت پرنرواڻ
پراپت ڪيو. حقيقت ۾ تنهنجو دان تو لاءِ لاڀڪاري
ٻڻيو. تٿاگت جي مکان ٻڌو اَٿئون تہ ٻين ڀکيائن جي
ڀيٽ ۾ ٻن پرڪارن جون تٿاگت کي ڏنل ڀکيائون وڏيڪ
ڦلدائڪ ۽ وڌيڪ تعريف جوڳيون آهن. سي ڪهڙيون
آهن؟ پهرين اها ڀکيا جا وٺي ڪري تٿاگت سمبوڌ گيان
(ٻڌ پڻو) پراپت ڪيو ۽ ٻي سا ڀکيا جا وٺي ڪري تٿاگت
پرنرواڻ پراپت ڪيو. چند جو ڪم ڪيو آهي سو عمر،
ورڻ، سک، سرڳ ۽ سواميپڻو ڏيندڙ سمجهڻ گهرجي. هي
آنند، تون هن ريت چند جي اُداسائي دُور ڪج.“

ار ٿاٽ: ”ھاٿين، گھوڙن، گاين، ۽ ٻين قسمن جي ڏنن ۾ مرغيون ۽ سوئر به ليکيا ويندا هوا. ائين هوندي به پلا سوئر جي گوشت بابت ايتري نفرت ڪيئن پيدا ٿي؟ پگين ۾ جي پراڻي ماريا ويندا هوا تن ۾ سوئر جو ٿالو پالي چپل وچن ۾ ڪٿي به نٿو اچي. مطلب ته ٻڌ جي ڪال ۾ اهو پراڻي اپوتر سمجهيو هو پر ائين چوڻ ته اهو نه کاڌو ويندو هو، تنهن جي ڪا ثابتي نٿي ملي. جي ائين هجي ها ته کترين جي گهرن ۾ ڏن جو حساب ڪندي سوئر هڪ ڏن نه ليکيو وڃي ها. سوئر جي گوشت جي منع پهرئين ڏرم سوترن ۾ ملي ٿي. پوءِ ته انهي ڏي اشارو منو سمرتيءَ ۽ ٻين سمرتين ۾ ملي ٿو* پر جهنگ جي سوئر کائڻ جي ته ڪڏهن به منع ڪا نه هئي. جهنگلي سوئر جو گوشت هميشه پوتر سمجهيو ويو آهي.§

## ٻڌ ڪي ڏوهه ڏيڻ ته گهڻو کائيندو هو

جيڪڏهن اسين قبول ڪريون ته پرنرواڻ (ديهانت) کان اڳ ٻڌ پگوان جيڪي کاڌو سو سوئر جو گوشت هو، ته به خام نڪتچينن جو اِئين چوڻ ته پگوان اهو بيدائپي ۾ بدهاضمي هوندي ٿائين کاڌو، جنهنڪري گذاري ويو، سو بلڪل نيڪ نه آهي. ته گوتم ٻڌ ڪڏهن به گهڻو کاڌو، تنهنجو ڪٿي به مثال يا ثابتي نٿي ملي. اِئين

---

* ”منو سمرتي“ ١٩/٥

§منو سمرتي ٢٧٠/٣

ڀڳوان گيا کان واراڻسي وڃي رهيو هو. وات تي اُپڪ نالي آجيون پنڊت جو شرمڻ ڪيس گڏجي ويو. ڪيس ڏسي تنهن چيس ته، ”هي آيشمان (وڏي عمر هجيو) گوتم، توهانجو چهرو پرسن ۽ توهانجا سندر انگ تيجسوي نظر اچن ٿا. توهين ڪهڙي آچاريه جا شش آهيو؟“

ڀڳوان- مون پنهنجو ڌرم-مارگ پاڻهي ڳولي ڪڍيو آهي.

اُپڪ- ته توهين اُرهنت (جنهن جا بند ٽٽي پيا هجن) ٿي ويا آهيو؟ تڏهن توهان کي جِنَ (جنهن پاڻ جيتيو هجي) چئجي سگهجي ٿو؟

ڀڳوان- هي اُپڪ، مون سڀني پاپڪاري ورتين کي جيتيو آهي. انهيءَ ڪري آءٌ ”جن“ ٿيو آهيان.

چهري جي پرسنتا جا اُپڪ سندس منهن تي تڏهن ڏٺي سا پڪ آهي ته آخر تائين قائم رهي.

## روز مره جي رهڻي ڪهڻي

ٻڌ ڀڳوان منهن اونداهيءَ مهل اُٿندو هو ۽ اُٿڻ سان يا ته ويهي ڌيان ڪندو هو يا ته جڳهه جي آس پاس ۾ پنڌ ڪندو هو. پرڀات جو ڀڪيا وٺڻ لاءِ ڳوٺ ۾ چڪر هڻندو هو. سڀني جائين کان مليل ۽ رڌل کاڌو پنهنجي ڀڪيا پاتر ۾ وٺي ڪري ڳوٺ کان ٻاهر نڪري ويندو هو. اُتي ڀوڄن ڪري، ٿوري آرام وٺڻ کانپوءِ، هو وري ڌيان ۾ وهندو هو. سنڌيا جي وقت ٻهر پنڌ ڪندو هو ۽ رات جو ڪنهن مندر يا ڌرمشالا ۾ وڻ هيٺان رهندو

## اَڌياءُ (١٢)

# روزاني رهڻي

## مُک جي پرسنتا

گوتم جي ٻوڌيسٽو اَوستا اَرٿات سنڌس گرهست ۽ تپسيا ڪال جي رهڻيءَ تي چوٿين ۽ پنجين اَڌياءَ ۾ ويچار ڪيو ويو آهي. پر ٻڌ پڻي پراپت ڪرڻ کان وٺندي نرواڻ تائين سنڌس جيوت ڪهڙي هئي تنهن جي سنڌر جهلڪ هن اَڌياءُ ۾ ڏيکارڻ جو خيال آهي.

ٻڌ پڻو حاصل ڪرڻ کانپوءِ ٻوڌي وڻ هيٺان ويهي ٻڌ ڀڳوان پنهنجي آئينده جيون جو ڍنگ گهڙي ورتو. تپسيا ڪرڻ هن ڇڏي ڏني هئي ۽ وري سک مزا وٺڻ جي واسنا هن ۾ نه رهي هئي. ٿنهنڪري سرير کي ٽڪڻ لاءِ ضروري وستر ٻهري ۽ ٽڪ لاهڻ لاءِ ضروري ڀوڄن کائي، باقي زندگي ٻين جي ڀلي ۾ ڪاٽڻ جو هن ارادو ڪيو. ٻڌ جي مک منڊل تي هن ارادي جو ڪهڙو اثر پيو، تنهن جو ورڻن 'مجهم نڪاي' جي "آريه پريسين" (अरीय परीयेसन) سُت ۽ ونيه جي مهاوَگ ۾ مليل ٿو.

پنجن جي ٽوليءَ کي اُپديش ڏيڻ جي مراد سان ٻڌ

## ٽورو ڪائڻ

بد پيگوان جو ڪاڏو بلڪل سنجم جو هوندو هو. ڪائڻ پيئڻ ۾ هن ڪڏهن بدپرهيزي نہ ڪئي ۽ تنهن بابت پڪشن کي وَر وَر ڏيئي اُپديش ڪندو هو. ''مجهم نڪايہ'' جي ''ڪيٽاگر'' سٽ (نمبر ٧٠) مان معلوم ٿئي ٿو تہ شروعات ۾ پيگوان رات جو پوڄن ڪندو هو. سٽ ۾ پيگوان چوي ٿو تہ ''هي پڪشوئو، مون رات جو پوڄن ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. انهيءَ ڪري منهنجي سرير ۾ بيماري گهٽ ٿي آهي، من ۾ جڙتا گهٽ ٿي آهي، سرير ۾ بل آيو آهي ۽ چت کي شانتي ملي آهي. هي پڪشوئو، توهين بہ انهيءَ ريت رهو. جي رات جو پوڄن ڇڏي ڏيندا تہ توهانجي سرير ۾ بيماري گهٽ ٿيندي، من جي جڙتا گهٽ ٿيندي، سرير ۾ بل ايندو ۽ چت کي شانتي ملندي.

تڏهن کان وٺي ٻپهرن جي ٻارهن وڄڻ کان اڳ پوڄن وٺڻ جي رسم جاري ٿي ويئي ۽ ٻارهن وڄڻ کانپوءِ پوڄن وٺڻ منع ڪيل سمجهو ويو.

## چارڪا

چارڪا يعني جاترا يا پند ڪرڻ. چارڪا ٻن پرڪارن جي ٿئي ٿي:- هڪ تکو پند ٻيو ڍرو پند. هن بابت انگوتر نڪايہ جي پنچڪ نپات جي ٽئين وگ جي آرنڀ ۾ هي سٽ آهي:-

پيگوان چوي ٿو تہ، ''هي پڪشوئو، تکي پند ۾ هي

هو. راتِ جي ٽن پهرن مان پهرئين پهر ۾ ڀڳوان ڌيان لڳائيندو يا چڪر هڻندو هو؛ وچين پهر ۾ پنهنجا ٻه وستر چار ته ڪري وڇائي، ٻانهن وهاڻو ڪري، ساڄي پاسي ڪروٽ وٺي، ساڄي پير تي کابو پير رکي، ڏاڍي ساوڌانيءَ سان سمهي پوندو هو.

## سِنهه شيا

ٻڌ جي هن ليٽڻ کي سنهه شيا (شينهن جو ليٽڻ) چوندا آهن. انگوتر نڪايه جي چتڪ نپات (ست ٢٤٤) ۾ چئن پرڪارن جون شيائون ڏنل آهن:- (١) پريت (प्रेत) شيا - جي پٺيءَ تي سڌو سمهندا آهن تن جي اها شيا؛ (٢) ڪام ڀوڳي شيا - ڪام ڀوڳ ۾ سک سمجهڻ وارا ماڻهو ڏائي ڪروٽ وٺي سمهندا آهن، جنهن ڪري هن شيا کي ”ڪاموڀوڳي شيا چوندا آهن. (٣) سنهه شيا - ساڄي پير تي ڏائو پير ڪجهه ڀرو رکي ڪري ۽ من ۾ اهو ياد رکي ته آءٌ فلاڻي وقت اٿي کڙو ٿيندس، خوب ساوڌانيءَ سان ساڄي پاسي ليٽڻ سان سنهه شيا آهي. (٤) تٿاگت شيا - اَرٿات چئن ڌيانن جي سماڌي.

انهن چئن مان پوين ٻه شيائون ٻڌ ڀڳوان کي پسند هيون. انهيءَ ڪري رات جي وچڙي يا ته ڌيان لڳائيندو هو يا ته ٻئي پهر ۾ سنهه شيا ۾ آرام ڪندو هو. وري رات جي ٽئين پهر ۾ ڀرمڻ ڪندو هو يا ته ڌيان لڳائيندو هو.

۽ موگلان اهي ٻه پرسڌ شرمڻ ٻڌ جا شش بڻيا ۽ پوءِ ٻڌ سنگهه جي ترقي شروع ٿي. تڏهن کان وٺي ٻڌ ڀڳوان ساڻ ننڍو يا وڏو ڀڪشو سنگهه رهندو ٿي هو ۽ سندس پرمڻ ٻه ڀڪشوسنگهه ساڻ ٽيندو هو. اهڙا واقعا ڪي ڇڊا آهن جن ۾ ٻڌ ڀڳوان ڀڪشوسنگهه کي ڇڏي ڪري اڪيلو رهيو هجي.

## چالٿو گروڪل

ٻڌ جي سمي ۾ شرمڻ سنگهه ۽ سندن نيتا انهيءَ نموني چڪر لڳائيندا رهندا هوا. ٻڌ کان اڳ ۽ ٻڌ جي زماني ۾ براهمڻن جا گروُڪل هوندا هوا. انهن ۾ اُوچ جاتين جا جوان وڃي ابياس ڪندا هوا. پر اهڙن گروُڪلن جو لاڀ عام ماڻهن کي بلڪل ٿورڙو ملندو هو. براهمڻ ويد ابياس ڪري اڪثري راجائن جي آسري رهندا هوا، ڪنتري ڌنش وديا حاصل ڪري راجائن جي نوڪرين ۾ گهرندا هوا ۽ جيوڪ ڪوُمار ڀرتيہ جهڙا نوجوان آيرويد سکي ڪري اوچ جاتين جي شيوا ڪندا هوا ۽ آخر راجائن جو اڇهو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا هوا. پر شرمڻن جا گروُڪل بنهه نه هوندا هوا. اُهي ته جاترائون ڪندي گهمندي سکيا حاصل ڪندا هوا ۽ عام ماڻهن سان ملي جهلي ڪري کين ڌرم اپديش ڏيندا هوا. انهيڪري عام جنتا تي سندن ڏاڍو پرڀاو پيو ٿئي.

## ڀڪشوسنگهه اندر انتظام

ٻڌ ڀڳوان جي ڀڪشوسنگهه ۾ چڱو سٺو انتظام هو.

پنج دوش آهن. سي ڪهڙا آهن؟ پهريون ته جو ڏرم واڪيه نه ٻڌو هجي سو نه ٻڌي سگهبو، جو ٻڌل هوندو سو سوچي ويچاري نه سگهبو، ڪن ڳالهين جو پورو علم نه ملندو، وقتي اهڙي ڪي پيانڪ بيماري ٿئي تي ۽ متر ٿئا ملن. هي پڪشوئن، تڪي هلڻ جا اهي پنج دوش آهن.

”هي پڪشوئن، آهستي هلڻ جا پنج گڻ آهن. سي ڪهڙا آهن؟ پهريون ته جو ڏرم واڪيه نه ٻڌو هجي سو ٻڌي سگهبو، جو ٻڌل هوندو سو سوچي ويچاري سگهبو، ڪن ڳالهين جو پورو علم ملندو، ههڪي ڪو پيانڪ روڳ نه لڳندو ۽ متر ملي وڃن ٿا. پڪشوئو ڏيري هلڻ جا اهي پنج گڻ آهن.

هتي ٻڌ پڳوان پنهنجي ٻوڌيستو اوستا جا انيو ٻڌايا آهن. سندس اهو انيو هو ته ڏيري ڏيري هلڻ سان ۽ نه تڪي هلڻ سان لاڀ ٿئي ٿو. انهيءَ نموني ڏيري ڏيري هلندي هن ٻين شرمڻن کان گيان پراپت ڪيو ۽ آخر ۾ پنهنجو مديہ مارگ ڳولي ڪڍيو.

## پڪشو سنگهه سان پرمڻ

ٻڌ پڻو حاصل ڪرڻ کانپوءِ پڳوان ٻڌ گيا کان ڪاشيءَ تائين جاترا ڪئي ۽ اتي پنجن جي ٽوليءَ کي اپديش ڪري سندن سنگهه ٺاهيو. ڪين ڪاشيءَ ۾ چوڏي پاڻ راجگره موٽي ويو، سا ڪٿا ”مهاوگ“ ۾ ڏنل آهي. اهي پنج پڪشو انهي چؤماسي ۾ پڳوان ساڻ هوا، تنهن بابت هڪ پڪي ثابتي ملي ٿي. راجگره ۾ ساريپت

ڀڪشو اچ ٿي موٽي وڃن ٿا. جواب ملين ٿا، ”ٻڌ ڀڳوان اها اسانکي سزا ڏني آهي. انهيءَ ڪري اچ ٿي موٽي وڃون ٿا. تڏهن وينشي کياٺون ته توهين پلا هن سيا سنڌپ ۾ ٿي اچي رهو ۽ ٻڌ کي پرارٿنا ڪري معافي وٺي ڏنائون.

## ڌرمي سنواد يا اُتم مؤن

ٻڌ جي سمي ۾ ڪئين مؤن ڌارڻ ڪرڻ وارا منيي هوندا هوا. منيي شبد مان ئي ”مؤن“ شبد نهيو آهي. پر انهيءَ قسم جي تپسيا ٻڌ کي پسند نه هئي. ”اُودوان، اناري منش مؤن ڌارڻ ڪرڻ سان منيي نٿو بڻجي.“*

تنهن هوندي به ڀڳوان جو چوڻ هو ته ڪن موقعن تي مؤن ڌارڻ ڪرڻ نيڪ آهي. اَريه پرئيسن (अरीयपरीयेसन) ست ۾ ڀڳوان چوي ٿو ته، ”هي ڀڪشوئو توهين ڌرم بابت ڳالهيون ڪريو يا ته اُتم مؤن ڌاريو.

## شانتيءَ جو مثال

جڏهن ٻڌ ڀڳوان ڀڪشن کي اُپديش نه ڏيندو هو، تڏهن به سڀ ڀڪشو بنهه شانتيءَ ۾ رهندا هوا ۽ ذري به گڙ ٻڙ نه ٿيندي هئي. انهيءَ جو هڪ اُتم مثال ”ديگهه نڪايه“ جي سامڃ ڦل سُت ۾ ملي ٿو. اهو واقعو هن ريت آهي:-

ڀڳوان ٻڌ راڄگرهه ۾ جيوڪ ڪومار ڀرتيه جي انبن جي بغيچي ۾ هڪ وڏي ڀڪشو سنگهه ساڻ رهندو هو. تنهن

*ڌمپد ٢٦٨

ڪبس اها ڳالهه اصل پسند نه هئي ته ڀڪشو ٻي انتظاميءَ
۾ رهن. هن بنسبت چاتم ست* ۾ ڏنل ڪٿا جو سار
هت ڏيڻ واجب سمجهان ٿو.

پڳوان ٻڌ چاتما نالي شاڪيه قوم جي ڳوٺ ۾ آملي
جي وڻن جي ٻن ۾ رهندو هو. تنهن وقت ساريپت ۽
موگلان پاڻ سان پنج سؤ ڀڪشو وٺي چاتما ڳوٺ ۾ اچي
پهتا. چاتما جي مڪاني ڀڪشن ۽ ساريپت موگلان جي
ٻاهران آيل ڀڪشن وچ ۾ خوش خيريافت جون ڳالهيون
ٿي رهيون هيون. اٿڻ وهڻ جي جڳهه ڪٿي، برتن
ڪپڙا رکڻ جي جڳهه ڪٿي، تنهنجي پڇا ڪندي
ڪجهه گوڙ ٿيڻ لڳو. تڏهن پڳوان آنند کي سڏي چيو
ته، ”هتي ڇو هيترو گوڙ گنبوڙ ٿي رهيو آهي، ڄاڻ ته
مهاڻا مڇيون جهلي رهيا آهن.“

آنند چيو ته، ”پڳونت ساريپت ۽ موگلان سان جيڪي
ڀڪشو آيا آهن سي پاڻ ۾ ڳالهائين وينا. سندن رهڻ،
ٻاسڻ ڪپڙا رکڻ بابت ٿوري گڙ ٻڙ ٿي آهي.“

تنهن تي آنند کي موڪلي ساريپت موگلان ۽ ڀڪشن
کي سڏائي، کين اها سزا ڏنائين ته وٽس نه رهن ۽ اتان
هليا وڃن. سو ٻڌي سڀ لڄي ٿيا ۽ نمسڪار ڪري
اتان نڪرڻ لاءِ سنبريا. قسمت سان چاتما جا شاڪيه
تنهن وقت ڪم ڪار سان پنهنجي نگر منڊپ ۾ اچي گڏ
ٿيا هوا. ڏسي عجب لڳن ۽ پڇيائون ته ڇو اچ جا آيل

---

*مجهم نڪايه نمبر ٦٧

سان ٻڌ جي درسن لاءِ نڪتو.

جڏهن جيوڪ جي انبن جي بغيچي وٽ پهتو تڏهن تورو شڪجي راجا چيو ته، "هي جيوڪ، مونکي ڪو ڏوڪو ته نٿو ڏئين؟ تون مونکي منهنجن دشمنن جي حوالي ڪرڻ لاءِ ته نه وٺي آيو آهين؟ ڇوين تو ته هت هڪ شاهي ڀڪشو سنگهه لڪل آهي. پر ڪٿ ته ڇڪ يا کنگهه جو به ڀڙڪو ٻڌڻ ۾ نٿو اچي."

جيوڪ جواب ڏنو ته، مهاراج، ڀؤ نه ڪريو. آءٌ نه توهانکي ڪو ڏوڪو ڏيڻي رهيو آهيان ۽ نه دشمنن جي حوالي ڪرڻ آيو آهيان. اڳتي قدم وڌايو فرمايو. سامهون مڻبڊل مال* ۾ ڏيئو ٻري رهيو آهي. (آرتاٽ اهو ناممڪن آهي ته اجاتشترو جا شترو ڏيئو ٻاري ويٺا رهندا.)

جيستائين هاٿي هلي سگهيا اوستائين راجا هليو ۽ پوءِ هيٺ لٿو ۽ جيوڪ سان مڻبڊل مال جي دروازي تائين پنڌ ڪري ويو. اتي بيهي ڪري جيوڪ کي چيائين ته "ڀڳوان ڪٿي ويٺو آهي؟"

جيوڪ چيو ته، "مهاراج، منڊل مال جي وچين ٿنڀي پرسان، ٻورب پاسي منهن ڪري ويٺو آهي."

اجاتشترو ٻڌ ڀڳوان جي پرسان وڃي بيٺو ۽ مؤني ڀڪشو سنگهه کي ماٺ ۾ ويهندو ڏسي چيائين، "هن سنگهه اندر جا شانتي آهي، سا شل منهنجي اُديءَ ڀدر

---

* هڪ تنبوءَ جي روپ جو منڊپ، جو هڪ ٿلهي تي بنايو ويندو هو.

وقت ڪتيءَ جي پورنما جي رات، چانڊوڪيءَ ۾
اجاتشترو راجا منترين ساڻ محل جي ڪڍ تي ويٺو هو.
چوڻ لڳو ته، "رات ڪهڙي نه سندر آهي. ڀلا هت ڪو
اهڙو شرمڻ يا براهمڻ آهي جو پنهنجي اُپديش سان
منهنجي چت کي پرسن ڪري؟ تنهن وقت پورڻ ڪسپ
(पूरणकस्सप)، مکل گوسال (मक्खलिगोसाल)، اَجت ڪسڪنبل
(अजितकेसकंबल) پڪڌ ڪچاين (पकुध कच्चायन)، سنڄيه بيلٽ پت
(संजय बेलट्ठपुत्त) ۽ نگنٺ ناٿپت (निगण्ठ नाथपुत्त) سڀ پرسڌ
شرمڻ پنهنجن پنهنجن سنگهن ساڻ راجگرهه جي آس پاس
لٿل هوا. اجاتشتروءَ جي منترين آهستي آهستي سندن
ساک ڪري ساڻن ملڻ لاءِ راجا کي مڃائڻ جي
ڪوشش ڪئي. پر اجاتشتروءَ ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ چپ
رهيو.

تنهن وقت جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه اُتي حاضر هو. تنهن
کي اجاتشتروءَ چيو ته، "چو توهين ماٺ ۾ آهيو؟"

جيوڪ جواب ڏنو ته، "هي مهاراج، ٻڌ ڀڳوان وڏي
ڀڪشو سنگهه ساڻ اسانجي انبن جي بغيچي ۾ لٿل آهي.
مهاراج اچ هن سان ملي، تنهن مان توهان جو چت پرسن
ٿيندو."

سواريءَ جي تياري ڪرڻ لاءِ راجا ڪيس آگيا ڏني.
جڏهن سڀ سواريون تيار ٿي آيون تڏهن راجا اجاتشترو
پنهنجي هاٿيءَ جي امباريءَ ۾ ويهي، رڻواس جي استرين
کي ڌار ڌار هاٿڻين تي سوار ڪري، وڏي ڌوم ڌام

پروراجڪن جي آشرم ۾ ويو. اُتي سڪل دائي* پنهنجي وڏي پروراجڪ سڀا ۾ ويٺو هو ۽ اهي پروراجڪ راڄ ڪٿا، چور ڪٿا، منتري ڪٿا، سينا ڪٿا، ڀوَ ڪٿا، ڀڌ ڪٿا، ۽ وغيره اجايون سجايون ڳالهيون ڏاڍي واڪي سان ڪري رهيا هوا. آشرم کان ڪجھ پري هو تہ سڪل دائي ڀڳوان کي ايندو ڏٺو ۽ ششن کي چيائين تہ، ”پائرو، زور سان نہ ڳالهايو. گوڙ بند ڪريو. شرمڻ گوتم اسان وٽ اچي رهيو آهي. کيس آهستي ڳالهائڻ پسند آهي ۽ سندس پاشڻ جي هو ساک ڪندو آهي. گوڙ نہ ڪنداسين تہ هو هن آشرم ۾ اچڻ ٺيڪ سمجھندو.“

سو ٻڌي پروراجڪ ماٺ ڪري ويٺا ۽ ڀڳوان اينتريم اچي پهتو. تڏهن سڪل دائي ڀڳوان ٻڌ کي چيو تہ، ”ڀڳونت، ڀلي آيا، جيءُ آيا. گهڻن ڏينهن کانپوءِ هت پڌاريا آهيو. توهان لاءِ هي آسن آهي ۽ توهين هت براجمان ٿيو.“

ڀڳوان آسن تي ويٺو ۽ پاسي کان ويٺل سڪل دائي پروراجڪ کي چيائين تہ، ”منهنجي اچڻ کان اڳ توهان جون پاڻ ۾ ڪهڙيون ڳالهيون هلي رهيون هيون؟“

اُدائي چيو تہ، ”جيڪي اسانجون ڳالهيون هلي رهيون هيون سي ڪٿي ڇڏيو. سي ڪي درليڀ ڳالهيون نہ هيون، پر هڪ ڳالهہ مونکي ياد اچي ٿي. ڪجھ ڏينهن

*سڪل+اُدائي ارٿات ڪاين اُدائي.

(उदयभद्र) ڪمار جي من ۾ چاڻجي وڃي. اهڙي شانتي
ڪيس نصيب ٿئي.

ڀڳوان چيو ته، "مهاراج، توهان پنهنجي ٻڌ ۾ وچون
هي وچن چيا آهن." پوءِ راجا ۽ ڀڳوان وچ ۾ هڪ وڏو
سنواد هليو، جو هت ڏيڻ جو ضرور ڪونهي. مطلب
ته جڏهن ڀڳوان ٻڌ سنگهه ساڻ رهندو هو تڏهن سنگت
۾ ذرو به گوڙ نه ٿيندو هو.

## ڀڪشو سنگهه جي انتظام جو پرڀاو

پراتهڪال سمي ڀکيا وٺڻ مهل ڀڳوان ٻڌ ڪڏهن ڪڏهن
پڻ گهومو سنياسين جي آشرمن ۾ به ويندو هو. ڪيس
ڏسي سنياسين جا نيتا پنهنجن ششين کي چتائيندا هوا
ته، "شرمڻ گوتم اچي رهيو آهي. ڪيس گوڙ گهبوڙ
پسند نه آهي سو توهين زور سان ڳالهم نه ڳالهايو ۽ شانت
ڪريو." اهڙي هڪ پرسنگ جو ورنن "مجهم نڪايه"
جي مها سڪل دائي (महासकुलदायि) ست (نمبر ٧٧) ۾
اچي ٿو. انهيءَ ۾ ٻڌ جي روزاني رهڻيءَ بابت ٻيون به
ڪي ڳالهيون ڏنل آهن، جنهنجو تاتپرج هيٺ ڏنو
وڃي ٿو:-

ڀڳوان راجگره ۾ ويڻو بن جي ڪلندڪ نواپ (ڪوهه
پرسان) ۾ رهندو هو. تنهن وقت ڪي پرسڌ پرواجڪ
مور نواپ ۾ پرواجڪن جي آرام گهر ۾ رهندا هوا.
هڪڙي ڏينهن ڀڳوان راجگرهه ۾ ڀکيا جي رٿن تي نڪتو.
ڀکيا وٺڻ جو وقت اڃا نه ٿيو هو، سو وات تي انهن

آپديش ڪندو هو، تڏهن سندس شراوڪن ۾ ڇڪ يا
ڪنگهه جو پڻڪو به پڌرو ۾ نه ايندو هو. ڏاڍي آدرسان
لوڪ ڪيس پڌڻ لاءِ مگن ٿي ويندا هوا...“
ڀڳوان- هي أدائي، منهنجا شراوڪ برابر آدر ڀاو
سان مون سان ورتاءُ ڪندا آهن ۽ منهنجي آسري ۾
رهندا آهن. تنهنجي خيال موجب انهي جو ڪهڙو سبب
هوندو؟
أدائي- آءٌ سمجهان ٿو ته انهن جا پنج سبب ٿي سگهن
ٿا. سي ڪهڙا هوندا؟ (١) ڀڳوان الپ (ٿورو) آهار ڪندو
آهي ۽ ٿوري کاڌي جا گڻ پڌائيندو آهي. (٢) هو
ڪهڙن به ڪپڙن سان سنتشٽ رهندو آهي ۽ اهڙي
سنتوش جا گڻ پڌائيندو آهي. (٣) جا بکيا کيس ملي
ٿي تنهن تي راضي رهي ٿو ۽ اهڙي راضپي جا گڻ پڌائيندو
آهي. (٤) رهڻ جي جا جڳهه ملي تنهن تي خوش رهندو
آهي ۽ اهڙي خوشيءَ جا گڻ پڌائيندو آهي. (٥) ايڪانت
۾ رهي ٿو ۽ ايڪانت جا گڻ پڌائيندو آهي. انهن پنجن
سببن ڪري ڀڳوان جا شراوڪ ڀڳوان جو مان ڪن ٿا ۽
سندس اجهي ۾ رهن ٿا. منهنجو اهو خيال آهي.
ڀڳوان- هي أدائي، رڳو شرمڻ گوتم الپ آهاري
آهي ۽ الپ آهار جا گڻ ٻڌائي ٿو، الهيڪري شراوڪ
منهنجو مان ڪري منهنجي آسري ۾ رهندا هجن ها ته
منهنجي شراوڪن مان مونکان به گهٽ کائيندڙ شراوڪ
منهنجو مان نه ڪن ها ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ها.

تيا ته نرالن پنٿن جا شرمڻ براهمڻ هڪ ڪؤتوهل شالا*
(कौतूहल शाला) ۾ اچي گڏ ٿيا هوا. منجهن ڳالهه ٿي ته هن
وقت راجگرهه جي اوسي پاسي ۾ پورڻ ڪشپ، مکل
گوسال، اَجت ڪيسڪمبل، پڪت ڪچاين، سنجيه بيل
پٽ، نگنٿ ناٿپتر ۽ شرمڻ گؤتم جهڙا وڏن سنگهن جا
ناٿ، چؤماسي جي موسم ڪري اچي رهيا آهن. تنهن
ڪري انگه مگڌ جي لوڪن کي پاڻکي وڏ ڀاڳي سمجهڻ
گهرجي. پر انهن بزرگن ۾ ڪير آهي جنهن جي شراوڪ
پوري عزت ڪن ٿا؟ ۽ شراوڪ سندس اَڳهي هيٺ
ڪيئن رهن ٿا؟“

تنهن تي ڪن چيو ته، ”هي پورڻ ڪسپ پرکيات
نيتا آهي، پر شراوڪ سندس مان نٿا ڪن ۽ سندس
اَڳهي ۾ رهڻ نٿا چاهين. منجهن جهيڙا جهٽا ٿيندا رهن
ٿا.“ ساڳي طرح ٻين وري چيو ته مکل گوسال وغيره
نيتائن جي شراوڪن ۾ جهڳڙا آهن. آخر ڪن چيو ته
”شرمڻ گؤتم پرسد نيتا آهن. سندس شراوڪ سندس
پورو مان ڪن ٿا ۽ سندس اَڳهي ۾ رهن ٿا. هڪ ڀيري
گؤتم هڪ شاهي سڀا ۾ ڌرم اپديش ڏيئي رهيو هو.
اوچتو هڪ شرمڻ کي کنگهه اچي ڪنيو. تڏهن ڪيس گوڏي
سان اشارو ڪري ٻڌ واري ڏيمي آواز ۾ چيس ته، ’ٻيلي
آواز نه ڪر، اسانجو گرو اُپديش ڪري رهيو آهي.‘
جنهن وقت شرمڻ گؤتم سوين لوڪن جي پريشد ۾ ڌرم

* بحث مباحثي لاءِ جڳهه- وندر گاهه

ڇو جو آءُ ڪڏهن ڪڏهن وڏن وهارن ۾ به رهندو آهيان.

”هي اُدائي، شرمڻ گوتم ايڪانت ۾ رهي ڪري ايڪانت جا گڻ ٻڌائي ٿو، انهيڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان رکي ڪري منهنجي اڇهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي شراوڪ اڌن ۾ ئي رهن ٿا، فقط ٻکواري (ٻن هفتن) ۾ هڪ ڏينهن پرتموڪ (گناهه بخشائڻ) لاءِ سنگهه ۾ اچن ٿا، سي مونکي مان ڏيئي منهنجي اڇهي ۾ نه رهن ها، ڇو جو ڪڏهن ڀڪشن، ڀڪشڻين، اُپاسڪن، راجائن، منترين، ٻين سنگهن جي نيتائن ۽ سندن شراوڪن سان آءُ ملندو رهندو آهيان.

”پر هي اُدائي، ٻيا پنج گڻ اهڙا آهن جن ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪري منهنجي اُڇهي ۾ رهن ٿا. (١) شرمڻ گوتم شيلوان آهي. (٢) هو سچي ڌرم جو اُپديش ڪري ٿو. (٣) هو گيانوان آهي. انهيءَ ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اُڇهي ۾ رهن ٿا. (٤) تنهن ڪانسواءِ آءُ پنهنجن شراوڪن کي چئن آتم آريه سچن جو اُپديش ڪندو آهيان ۽ (٥) آڌياتمڪ اُنتيءَ جا ٻيا ٻيا نمونا ٻڌائيندو آهيان. انهن پنجن گڻن ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اُڇهي ۾ رهن ٿا.

## ڀڪشوسنگهه سان رهڻ وقت سندس روزمره جي رهڻي

سيني پرواجڪن سنياسين کي اها چاڻ ٿئي ڪه

”هي آدائي، رڳو انهيءَ ڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي آڄهي ۾ رهن ٿا ڇاڪاڻ ته شرمڻ گؤتم کي جو ڪپڙو ملي ٿو تنهن تي سنتشٽ رهي ٿو ۽ اهڙي سنتوش جا گڻ ڳائي ٿو، ته منهنجن شراوڪن مان جي مساٺي مان ڪچري جي ڍير مان يا بزار مان ٽڪڙين جي ڍير مان ڪپڙا سبائي پائين ٿا، سي منهنجو مان نه ڪن ٿا ۽ نه منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ڇو جو آءٌ ته ڪڏهن ڪڏهن گرهستن جي ڏنل ڪپڙي مان وستر تهرائي پهريندو آهيان. هي آدائي، شرمڻ گؤتم ڪي جا ڀکيا ملي تنهن تي سنتشٽ رهي ٿو ۽ اهڙي سنتوش جا گڻ ڳائي ٿو، انڪهيري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي رڳو ڀکيا تي گذر ڪن ٿا، ننڍو يا وڏو گهر نه ڇڏي ڪري ڀکيا وٺن ٿا ۽ انهيءَ ڀکيا تي گذر ڪن ٿا، سي مونکي مان ڏيئي منهنجي اجهي ۾ نه رهن ٿا، ڇو جو ڪڏهن ڪڏهن گرهستن جي نيند سٿيڪار ڪري آءٌ سنو ڀوڄن ڪندو آهيان.

”هي آدائي، شرمڻ گؤتم کي جو استان ملي ٿو تنهن تي راضي رهي ٿو ۽ اهڙي راضپي جا گڻ ڳائي ٿو، انهيڪري منهنجا شراوڪ منهنجو مان ڪن ٿا ۽ منهنجي اجهي ۾ رهن ٿا، ته منجهائن جي وڻ هيٺان يا آسمان جي هيٺان رهن ٿا ۽ اٺ مهنا ڍڪيل جڳهه اندر گهرن نٿا، سي منهنجو مان ڪري منهنجي اجهي ۾ نه رهن ٿا،

لاءِ گرهست ماڻهو ولس ايندا هوا ۽ انهن سان ڌرمي سنواد ڪندو هو. اهڙن ئي موقعن تي سوڻ دنڊ، ڪُرت دنڊ، وغيره براهمڻن دواران براهمڻ جي وڏين ٽولين سان ان جو مارڻ ٿيندو هو ۽ ڌرمي ڳالهيون هلنديون هيون. انهن جي ثابتي 'ديگهه نڪايه' ۾ ملي ٿي. جنهن ڏينهن گرهست نه ايندا هوا تنهن ڏينهن ڀڳوان اڪثري ڀڪشن ڀڪشن کي اُپديش ڏيندو هو.

وري ڏينهن به رکي ڀڳوان جاترا تي نڪرندو هو ۽ هن ريت پورب ۾ ڀاڳلپور ۽ پڇم ۾ ڪُرُن جو ڪلماشدمي (कल्माषदम्य) نالي شهر، اتر ۾ هماليه ۽ ڏکڻ ۾ ونڌيا جي وچم سال ۾ آٺ مهنا ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندو رهندو هو.

## برسات ۾ واسو

ٻڌ ڀڳوان جڏهن اُپديش ڏيڻ شروع ڪيو تڏهن سندس ڀڪشو برسات جي موسم ۾ هڪ هنڌ نه رهندا هوا. چوطرف ڦيرا ڏيندي اُپديش ڪندا رهندا هوا؛ ٻين سمپردايُن (پنٿن) جا شرمڻ برسات وقت اچي هڪ هنڌ رهندا هوا. انهيءَ ڪري رواجي ماڻهن کي ٻڌ جي ڀڪشن جي هيءَ عادت پسند نه آئي. سو ڀڪشن تي نڪته چيني ڪرڻ لڳا. تڏهن کين آگيا ڏيڻ لاءِ ٻڌ ڀڳوان اهو نيم بنايو ته برسات جي موسم ۾ سڀ ڀڪشو گهٽ ۾ گهٽ ٽي مهنا هڪ هنڌ وڃي رهن.*

---

* ٻڌ سنگهاچا پرچيه، ڏسو صفحه ۲۴

هٿي ته پڳوان ٻڌ پنهنجي سنگهه ۾ ڪهڙو انتظام رکي ٿو.
هن سان اهو صاف معلوم ٿئي ٿو ته پڳوان ٻڌ جڏهن
پين پوورا جڪن جي پريشد ۾ پڌار ٻو هو تڏهن اهي ٻه
شاتيءَ سان ڪيس ٻڌندا هوا. ٻڌ پڳوان ڪڏهن ڪڏهن
گرهستن جو نوتو ۽ گرهستن جا ڏنل وستر سٽيڪار
ڪندو هو، تنهن هوندي به آلپ آهار ڪرڻ، ڪاڏي
ڪپڙي جي سادگي ۽ ايڪانت واس جي چاهنا ڪري
هو مشهور هو. جڏهن ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندو
هو تڏهن ڳوٺ جي ٻاهر، ننڍڙي بغيچي يا ٻئي اهڙي
سهوليت واري استان تي رهندو هو. رات جو ڏيان
سماڌي پوري ڪري وچين پهر ۾ ٿي جاڳايل سنهه شيا ۾
ليٽندو هو ۽ منهن اونداهيءَ جو اٿي ڪري وري چڪر
هڻندو هو يا ڏيان سماڌيءَ ۾ مگهن ٿي ويندو هو.

پرهه ڦٽيءَ جو ڳوٺ يا شهر ۾ اڪثري اڪيلو ڀڪيا
وٺڻ ويندو هو ۽ مارگ ۾ يا ڀڪيا جو رٽن ڪندي، وقت
موافق گرهستن کي اپديش ڏيندو هو. سگالو واد (सीगालोवाद)
ست پڳوان ٻڌ وات ويندي رچيو هو ۽ ڪسيا ردواج
سٽ ۽ ٻيا اهڙن سٽن ۾ مليل اپديس ڀڪيا (कसिभारद्वाज)
رٽن ڪندي ڏنا هوائين.

پيٽ گذر لاءِ ڪافي ڀڪيا وٺي ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر
وڃي، ڪنهن وڻ هيٺ يا ٻئي ڪنهن هنڌ ويهي ڪري
پوڄن ڪندو هو. پوءِ وهار ۾ اچي ٿورو آرام ڪري ڏيان
سماڌيءَ ۾ ٿورو وقت لڳائيندو هو. سانجهيءَ ٽاڻي ماڻ

۾ نه ڏينداھوا. بڌ ڀڳوان ۽ ڀڪشن کي نيم موجب ٻڪيا رڌن ڪرڻو پوندو هو ۽ ڪو ورلي گرهست جي گهر ۾ نوتو ملندو هون.

## بيمار ڀڪشن جي سار سنڀال

ڀڪشن مان ڪو ڪٿي بيمار پوندو هـو نه ٻـڌ ڀڳوان ٻيهرن جي ڏيان سماڌي پوري ڪري سندس تندرستيءَ جي پڇا ڳاڇا لاءِ نڪرندو هو. هڪ ڀيري مها ڪاشيپ راجگرھ ۾ پِڦلِي (पिप्फली) غفا ۾ بيمار پيو هو. تنهن وقت ڀڳوان پاڻ ويڻو بن ۾ رهندو هو. سانجهيءَ وقت مها ڪاشيپ جي سار لهڻ لاءِ ڀڳوان جـي وڃڻ جـي ڪٿا "پوجنگ سنيت" (बोज्झगसयुत) جي چوڏهين ست ۾ آئي آهي ۽ مها موگلان جي سار لهڻ لاءِ ڀڳوان جي وڃڻ جي ڪٿا پندرهين ست ۾ آئي آهي. ٻنهي کي ڀڳوان ستن "بوڌي انگن" جو سمرڻ ڪرايو، جنهنڪري سندن بيماري مٽجي ويئي.

## ڪن ڏينهن تائين ايڪانت واس

اسين مٿي جاڻائي چڪا آهيون نه ڀڳوان جڏهن جاترا ڪندو هو يا چؤماسي ۾ هڪ هنڌ ويـي رهندو هـو، تڏهن ٻيهرن جو هڪ ٻه ڪلاڪ ۽ رات جو ٻهرئين پهر ۽ پوئين پهر ۾ گهڻو وقت ڏيان سماڌيءَ ۾ لڳائيندو هو. تنهن ڪانسواءِ آناپان سمرتي سينت (आनापानस्मृति सयुत) جي نائين ست ۾ هيءَ ڪٿا آئي آهـي نه ڀڳوان ٻـڌ هڪ ڀيري

”مهاوگ“ ۾ جيڪا چؤماسي جي ڪٿا آهي تنهن جو ترجمو اِهو آهي. پر ائين نٿو لڳي ته اها ڪٿا سورهان آنا سچي آهي. هڪڙو ته سيمئي شروع چؤماسي ۾ هڪ ئي هنڌ نه وڃي رهندا هوا ۽ ٻيو ته هن بنايل نيم جا به ڪيترا اَپواد (*Exceptions*) هوا. ڇورن ڪري يا ٻئي ڪنهن تڪليف ڪري چؤماسي ۾ به ڀڪشو ٻئي هنڌ وڃي سگهيا ٿي.

ٻڌ ڀڳوان جڏهن اُپديش ڏيڻ شروع ڪيو تڏهن سندس ڪو خاص ٺالو ڪونه هو. انهيڪري ٻاڻ يا سندس ٽنڊيو ڀڪشوسنگهه چؤماسي ۾ هڪ هنڌ رهي نٿي سگهيا. جڏهن چارون طرف سندس ناماچار ٿي ويو تڏهن ڀريائين اناٿپنڊڪ سيٺ شراوستيءَ جي ڀرسان جيٽ ٻن ۾ سندس لاءِ هڪ وڏو وهار جوڙايو. ٿوري وقت بعد وشالا نالي اُپاسڪا ساڳئي شهر جي ڀر ۾ پورؤ آرام نالي هڪ اعليٰ عمارت ٺهرائي ٻڌ جي سنگهه کي ارپڻ ڪئي. ڀڳوان ٻڌ پنهنجي ٻيائي ۾ اڪثري اِنهن ٻن جڳهين ۾ چؤماسو ڪاٽيندو هو. ٻين هنڌن جي اُپاسڪن وٽان نوتو ملندي ڀڳوان ته وٽن چؤماسي ۾ وينڊو هو. برسات جي ڏينهن ۾ ماٿهو جهوپڙيون ٺاهي ڀڪشن کي رهڻ لاءِ ڏيندا هوا. ڀڳوان لاءِ هڪ جدا جهوپڙي هوندي هئي جنهنکي ”گنڌ ڪٽي“ چوندا هوا.

چؤماسي ۾ اوسي پاسي جا اُپاسڪ درسن لاءِ ايندا هوا ۽ اُپديش ٻڌندا هوا. پر اُهي ڀڪيا آڻي ڪري وهار

هڪ هڪ واقع تي ٻه ڀڳوان يڪشوسنگھ ڇڏي ڪري اڪيلي سر پارليڪ (पारिलेयक) ٻن ۾ وڃي رهيو. انهيءَ جو ذڪر مٿي ڇهين اڌياءَ ۾ اچي چڪو آهي. تنهن مان لڳي ٿو ته ڀڳوان ڪڏهن ڪڏهن اهڙن هنڌن وڃي ايڪانت ۾ رهندو هو، جتي ڪيس ڪو ڪونه سڃاڻندو هو. پر جڏهن جتي ڪٿي سندس نالو ٿي ويو ۽ سڀ ڪيس سڃاڻڻ لڳا، تڏهن سنگھه اندر رهندي ڪجھ وقت سنگھه کان جدا رهڻ شروع ڪيائين. پر سندس پنجيتاليهن ورهين جي شيوا ڪرم ۾ اهڙا موقعا ڪي جهجها نه ٿيا.

اڄ ڪالهه ”ڪايا ڪلپ“ جي خوب ساک ٿي رهي آهي. ماڻهوءَ کي مهنو يا ڏيڍ هڪ ڪمري ۾ بند رکيو وڃي ٿو ۽ ڪريءَ جي ڪاڏي ڪانسواءِ اوشڌيون (ٻوٽن جون دوائون) به ڏنيون وڃن ٿيون. خيال آهي ته ائين ڪرڻ سان ماڻهو وري نؤ بنؤ جوان بڻجي ٿو. هن قسم جي ڪايا ڪلپ جو ڀڳوان بد جي ايڪانت واس سان ڪو به واسطو ڪونه آهي، ڇو جو تنهن وقت ڀڳوان ڪي به دوائون نه وٺندو هو. هو ته فقط آناپان سمرتي سماڌي لڳائي ويهندو هو.

گهڻو وقت ايڪانت اندر رهڻ جي ريت سيلون (سنهل ڏيپ)، برما (برهم ديس) يا سيام ملڪن ۾ ڪا ورلي نظر اچي ٿي، پر اها ريت تبيت ۾ اڃا چالو آهي. سو ڇا بلڪ اڃا ته وڌاءَ سان به نظر اچي ٿي. ڪي تبيت جا لاما سالن تائين ڪنهن غفا يا ٻئي اهڙي ئي نويڪلي

وڻشالي پرسان مهاون جي ڪوٽاگار شالا* ۾ رهندي سانده پندرهان ڏينهن ايڪانت ۾ رهيو. فقط هڪ ڀڪشوءَ کي ساڻ رکيائين جو سندس لاءِ ڀکيا وٺي ايندو هو. تنهن بابت پارهين سٽ ۾ هن ريت لکيل آهي:-

هڪ ڀيري اِڇا ننگل (इच्छानंगल) ڳوٺ پرسان اِڇانگل بن ۾ رهندو هو. اُتي ڀڪشن کي چيائين ته، ”هي ڀڪشوئو، آءٌ ٽي مهنا ايڪانت ۾ رهڻ چاهيانٿو. مون وٽ ڪو ڀڪشو مونکي ڀِڪ لاءِ اُکر آڻي ڏئي تنهن کانسواءِ ٻيو ڪو به نه اچي.“ ٻين سمپردائن (پنٿن) جا پرورجڪ (سنياسي) توهان کان پڇن ته هن چؤماسي ۾ ڀڳوان ڪهڙي ڌيان سماڌي لڳائي ويٺو آهي، ته چوندا ته ڀڳوان ”آناپان سمرتي سماڌي“§ لڳائي ويٺو آهي.

مٿين سٽ ۾ به چيل آهي ته ڀڳوان پندرهان ڏينهن آناپان سمرتي سماڌيءَ ۾ لڳو رهيو، انهي جو اهوئي ارٿ آهي ته لوڪ مٿين سماڌيءَ جي اهميت سمجهي وڃن. پندرهن ڏينهن يا ويندي ٽن مهنن تائين انهي سماڌيءَ جي ڀاونا ڪرڻ سان به ماڻهو ٿڪو نٿي، بلڪ سندس سرير جي صحت سڌري ٿي.

*جنهن ڪوٺ يعني گهيون ڳالهيون نويڪلائيءَ سان ڪري سگهجن.

§آن جو ارٿ ساهه کڻڻ، اپان جو ارٿ ساهه ڇڏڻ. ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ واري سماڌي. هن سماڌيءَ بابت ”سماڌي مارگ“ صفحي ۳۸-۴۹ ۾ ذڪر ڪيل آهي.

سو توهين وٽ ٻنهنجي ڪم ڪار کي لڳو."

"ونيه پٽڪ" جي هنن ڪتابن کي ست پٽڪ مان آڌار نٿو ملي. مطلب ڏيڻ جي ڳالهه ته معمولي ڳالهه ڇٽي، باقي ديودت جي ڳالهه، ممڪن آهي ته ڪيس ٻنهه نيچ ثابت ڪرڻ لاءِ، ناهي وڌي هجي. ڪري سچي هجي ته به اِئين نٿو لڳي ته ايذاءُ رسڻ ڪري ڀڳوان ڪو گهڻو وقت بيمار رهيو. سو هي ننڍڙيون بيماريون پيڙي ڪري ڇٽي سگهيو ته گهٽي قدر ڀڳوان تندرست رهندو هو.

## تندرستيءَ جو سبب

ٻڌ ڀڳوان ۽ سندس شش سيني جاٽين مان مليل ٻکيا ونندا هوا ۽ ڏينهن م هڪ ئي ويلو کائيندا هوا. پوءِ به سندس صحت چڱي هوندي هئي ۽ سندس چهرو ٻرسن مک نظر ايندو هو. انهيءَ جي ثابتي هيٺئين سنواد مان ملي ٿي:-

(प्रश्न) – अरञ्ञे विचरन्तानं सन्तानं ब्रह्मचारिनं ।
एकभत्तं भुञ्जमानानं केन वण्णो पसीदति ॥

آرناس، "ٻن م رهندي، ٻرهمچاريه جو پالن ڪندي، هڪ ويلو کائيندي به ساڌن جو مک منڊل ڪيئن ٻرسن رهي ٿو."

(उत्तर) – अतीतं नानुसोचन्ति नप्पजप्पन्ति नागतं ।
पच्चुप्पन्नेन यापेन्ति तेन वण्णो पसीदति ॥

آرناس، "هو گذري بابت شوڪ نٿا ڪن، جو ايندو

هنڌ پاڻکي بند ڪري رهن ٿا ۽ سڀ رڌيون سڌيون
پراپت ڪرڻ جو جتن ڪن ٿا.

## بيماري

ڀڳوان جي بيمار پوڻ جي ڳالهه ڪن ٿورن هنڌ ڄاڻايل
آهي. هڪ ڀيري راجگرهه جي پرسان ويڙهو بن ۾ بيمار
ٿيو. بوڌهنگ سنيت (बोज्झंग सयुत्त) جي سورهين سٽ ۾
اها ڪٿا آيل آهي ته انهيءَ وقت مهاچند کيس ٻوڌي
انگ جي ٻڌايا، جنهنڪري هو چاڪ ٿي پيو.

"ونيه پٽڪ" جي مهاوگ* ۾ چيل آهي ته ڀڳوان
ڪجهه بيمار هو ۽ جيوڪ ڪؤمار ڀرتيه کيس جلاب ڏيئي
ٺيڪ ڪيو. چل وگ ۾ ديودت جي ڪٿا آهي. گڌ
ڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تان هن هڪ پٿر جي ڇپ ڀڳوان
جي مٿان ڪيرائي هئي. ڇپ ته ڇهون ڇهون ٿي ويئي
پر هڪ ٽڪر ڀڳوان جو پير ضربيو، جنهنڪري بيمار ٿيو.
مٿان ديودت ڀڳوان جي هڇيا نه ڪري، ڪي ڀڪشو
ڀڳوان جي رهڻ جي استان تي پهرو ڏيڻ لڳا. تن کي ڏسي
ڀڳوان آنند کان پڇيو، "هي ڀڪشو هت ڇا ٿا وڃنا ڪن؟"
آنند وراڻيس ته، "هي ڀڳونت، هي پهرو ڏيئي رهيا
آهن، ته مٿان توهانکي ڪو ايذاءُ نه پهچائي."

ڀڳوان پوءِ انهن ڀڪشن کي پاڻ وٽ سڏائي چيو ته،
"منهنجي ديهه جي چنتا ڪرڻ جو ڪو ضرور ڪونهي.
منهنجي چاهنا نه آهي ته منهنجا شش منهنجي رکيا ڪن.

*ڏسو "ٻوڌ سنگهاچا پرچيه"، صفحو ٣٤

ڳالهيون مونکان سمجهڻ جي اِڇا رکي ٿو؟ مون پنهنجو ڌرم کولي ڪري ڪين ٻڌايو آهي. ڪا به ڳالهه مون ڪائي لڪائي نه رکي آهي. جنهن کي لڳي ته ڀڪشو سنگهه جو نيتا ٿيان ۽ ڀڪشو سنگهه مون تي آڌار رکي، سوئي ڀڪشو سنگهه کي ڪي آخرين ڳالهيون ٻڌائي. پر هي آنند، تٿاگت جي اِها اِڇا نه آهي ته ڀڪشو سنگهه جو نايڪ بڻجي يا ڀڪشو سنگهه مٿس آڌار رکي. انهيءَ ڪري تٿاگت ڀڪشو سنگهه کي آخرين طور ڇا چوي؟ هي آنند هاڻ آءٌ ٻڍو ۽ ٻُڍ ٿيو آهيان. منهنجي اوستا اَسي ورهين کي وڃي رسي آهي. ٽٽل ڀڳل ڇڪرو جهڙيءَ طرح ٻانس جي ڇپڙين لڳائڻ سان چالو رهي ٿو، اهڙيءَ طرح منهنجي سرير جو گاڏو به گهلجي رهيو آهي. جنهن وقت آءٌ نروڌ (निरोध) سماڌيءَ جي پاونا ڪريان ٿو، تنهن وقت منهنجي ديهه ٺيڪ رهي ٿي. تنهن ڪري هي آنند، هاڻي توهين پاڻ تي ڀاڙيو، سواڌين ٿيو. پاڻ پنهنجا ڏيئا ٿيو ۽ ڌرم کي ئي ڏيئو بڻايو. پنهنجي شرڻ وٺو ۽ ڌرم جي شرڻ وٺو.''

اهڙيءَ حالت ۾ به ڀڳوان ٻيلو ڳوٺ مان ويشالي ڏي موٽيو. اُتي آنند کي موڪلي هن ڀڪشو سنگهه کي مهاون جي ڪوٽاگر شالا ۾ ڪٺو ڪيو ۽ ڇگوئي اُپديش ڪيو. تنهن کانپوءِ ڀڳوان ڀڪشو سنگهه سان پا ڀاٽ گرام، هستي گرام، آمر گرام، جنبو گرام، ڀوگ نگر وغيره جڳهين جي جاترا ڪندي پاوا نالي نگريءَ ۾ چند لوهار جي آنبن جي

تنهن بابت ڀڪواس نٿا ڪن ۽ جو آهي تنهن تي سنتوش ڌارين ٿا، انهيءَ ڪري سندن مک منڊل پرسن رهي ٿو.“*

## آخرين بيماري

ٻڌ ڀڳوان جي آخرين بيماريءَ جو ورنن مها پرنرواڻ سُت ۾ آيل آهي.§ تنهن سال برسات کان اڳ ڀڳوان راجگرهه ۾ هو. اُتان هڪ وڏي ڀڪشو سنگهه ساڻ جاترا ڪندي هو وئشالي پهتو ۽ پرسان هڪ ٻيلو (वेलुव) ڳوٺ ۾ چؤماسي لاءِ رهيو. ڀڪشن جي سهوليت موافق ڪين وئشالي جي اوسي پاسي ۾ وڃي رهڻ لاءِ آگيا ڪيائين. انهيءَ چؤماسي ۾ ڀڳوان ڏاڍو بيمار ٿي پيو. پر سندس جاڳرتيءَ ۾ ڪو ڦير نہ پيو. ڀڪشو سنگهه سان ملڻ بنا پرنرواڻ پراپت ڪرڻ کيس ٺيڪ نہ لڳو، جنهن ڪري بيماري سهي ڪري هن پنهنجي جيوت جا ڪي ڏهاڙا وڌايا. جڏهن ٺيڪ ٿيو تڏهن آنند چيس تہ، ”هي ڀڳونت، توهانکي وري تندرست ڏسي ڪري مونکي ڏاڍو سنتوش ٿو ٿئي. توهانجي هيءَ بيماري ڏسي منهنجو جيءُ بلڪل وياڪل ٿي ويو هو. مونکي ڪجهہ بہ اٽڪل نہ هو ۽ ڏسمي اُپديش بہ ڪجهہ نہ اُجهندو هو. تڏهن بہ من ۾ آس هيم تہ ڀڪشو سنگهه کي اُپديش ڏيڻ بنا ڀڳوان نرواڻ پراپت نہ ڪندو.“

ڀڳوان - ”هي آنند، ڀڪشو سنگهه هاڻي باقي ڪهڙي ...

* ڏسو ”ديوتا سنيت“، وڳ ١، سُت ١٠

§ ڏسو ”ٻڌ ليلا سار سنگرهه“، صفحو ٢٩٢-٣١٢.

ٻعيچي ۾ وڇي لٿو. چنڊ جي گھر پڳوان کي ۽ سنڌس سنگھ کي نوتو مليو. چنڊ جو ڪاٺو تيار ڪرايو تنهن ۾ "سوُڪرمدو" نالي ۾ هڪ ڪاٺو هو. سا ڪاڻڻ سان پڳوان کي اچي دست تيا. سو ڪشٽ سهن ڪندي پڳوان ڪڪتا ۽ هرڻيه نالي ۾ نديون پار ڪري ڪسينارا تائين وڃي پهتو. آتي مل قوم جي سال ٻن ۾، رات جي پوئين پهر ۾ ٻڌ پڳوان پرنرواڻ پراپت ڪيو. انهيءَ ريت پڳوان جو گيان ڏيندڙ ۽ ڪلياڻ ڪندڙ جيون سماپت ٿيو.